اَللّٰهُ وَلِيُّ الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا يُخْرِجُهُمْ

مِّنَ الظُّلُمٰتِ اِلَى النُّوْرِ ۝

الله ايمان وارن جو والي آهي انهن کي اونداهي مان
روشني (نور) ڏانهن ڪڍي ٿو. (سورت بقر آيت 257)

# اِيمان، اُميد ۽ مُحبت

ليکڪا: عُميره احمد

سنڌيڪار: مُنور بُٽ

كتاب جو نالو: اِيمان، اُميد ۽ مُحبت

اردو: عُميره احمد

سنڌيڪار: مُنور ٻٽ

فون: 0334 3181387 ۽ 0341 0209273

ڇاپو پهريون: 2015ع

ڪمپوزنگ: احمد سولنگي

ڇپرائيندڙ: محمد خان عباسي

قيمت: -/Rs.280

EIMAAN, UMEED AEN MUHABAT
By: Umaira Ahmed
Translated by: Munawar Butt
Ph: 0334 3181387 & 0341 0209273
Composed by: Ahmed Solangi
Published By: Muhammad Khan Abbassi

======= ملڻ جو هنڌ =======

ڪاٺياواڙ اسٽور اردو بازار ڪراچي. ٿامس ائنڊ ٿامس صدر ڪراچي.
مدني بڪ ڊيپو لاڙڪاڻو. نيشنل بوڪ ڊيپو بندر روڊ، لاڙڪاڻو.
سليم نيوز ايجنسي، نيو بس اسٽينڊ، دادو. جنيد بوڪ ڊيپو دادو

## سنڌي ترجمي جو انتساب

الله سائين تنهنجي نالي. تون، جيڪو جهانن جو پالڻهار ۽ ساهه جي رڳ کان به ويجهو آهين.

# فهرست

# پنهنجي پاران

17 ربيع الثاني 1434 هجري مطابق 11 مارچ 2012ع آچر ڏينهن تي منهنجي اڪيلي ٻار نياڻي جي اولاد بختاور ٻٽ جي شاديءَ جي تاريخ مقرر ٿيل هئي. آفيس کان هڪ مهيني جي موڪل ڪري آيو هيس. جيئن ته ڪم ڪار گهٽ ڪري منهنجي ننڍي ڀاءُ منصور علي ٻٽ تي سنڀاليا، انهيءَ ڪري مان واندو هوندو هيس. وقت پاس ڪرڻ لاءِ الماڙي ۾ رکيل ڪتابن مان ڪو ڪتاب ڪڍي پڙهڻ لاءِ ڪتاب اٿلائي رهيو هيس ته منهنجي ڪتابن سان گڏ ٻه اردو ڪتاب ٻه ڏسڻ ۾ آيا. جيڪي محترمه عُميره احمد جا لکيل هيا، جن مان هڪڙو "ايمان، اُميد اور مُحبت" هيو.

اهو ڪتاب ڪڍي وقت گذارڻ لاءِ پڙهڻ شروع ڪيم. ڪتاب پڙهڻ شروع ڪرڻ کان پوءِ ان ۾ ايترو ته گم ٿي ويس جو مون ڪتاب جي پڇڙ ئي ڪونه ٿي ڇڏي سواءِ ماني کائڻ ۽ نماز پڙهڻ لاءِ مسجد شريف ڏانهن وڃڻ جي باقي سڄو ڏينهن گهر ۾ ويهي ڪتاب ئي پڙهندو رهيس. نتيجي ۾ ٻن ڏينهن ۾ ڪتاب پڙهي پورو ڪيم.

مون ڪيترن ئي اديبن جا سنڌي ۽ اردو ناول، افسانا ۽ ڪهاڻيون پڙهيون آهن، جن ۾ سماجي ڳالهين کي بيان ڪيو ويو آهي، پر منهنجي پنهنجي محدود مطالعي هيٺ ڪڏهن به اهڙو ڪتاب ڪونه آيو جنهن ۾ هڪ ئي وقت مذهبي، سماجي ۽ پيار ڪهاڻي کي هورا ڪورا (تجسس) جي صورت ۾ بيان ڪري ناول جو روپ ڏنو ويو هجي ۽ نصيحت جو عظيم پهلو شامل ڪيو ويو هجي. جيترو "اِيمان، اُميد اور مُحبت" ڪتاب ۾ پيش ڪيو ويو آهي. منهنجي دل گهريو ته ان ڪتاب کي

سنڌي ۾ ترجمو ڪري انهن ڪيترن هٿن تائين نصيحت حاصل ڪرڻ لاءِ پهچايان جيڪي اڙدو ادب ڪونہ ٿا پڙهن.

ڪتاب جي آخر ۾ پٺئين پني ("بئڪ پيج" Back Page)تي محترمہ عُميره احمد جي ڇپيل ڪتابن جا نالا ڇاٽايل هيا جن ۾ هڪ ڪتاب "پير ڪامل صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم" بہ هيو. ڪراچي واپس اچي ڪتاب گهر تان اهو ڪتاب بہ خريد ڪري گهر کڻي آيس ۽ وچوواڙي نظر ڊوڙائڻ سان اهو اندازو ٿيو تہ ڪتاب ۾ حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جن جو ذڪر ٿيل آهي پر ٻين سيرت جي ڪتابن وانگر گهڻو ٺڻو مواد سيرت متعلق محسوس ڪونہ پئي ٿيو. بهرحال، باقاعدي پڙهڻ شروع ڪيم تہ ان ڪتاب ۾ بہ اهوئي هورا کورا (تجسس) وارو پهلو برقرار رهيو جيڪو "ايمان، اُميد اور محبت" ڪتاب پڙهڻ سان ٿيو هيو.

ڪتاب پڙهڻ کان پوءِ مان دل ئي دل ۾ محترمہ ليکڪا کي داد ڏيڻ کان رهي ڪونہ سگهيس. ڪهڙي تہ خوبصورتيءَ سان مذهبي، سماجي، ۽ محبتي روين کي بيان ڪيو اٿس، ۽ مختلف ماڻهن جي اخلاقي پهلوئن وارن ڪردارن کي ڪيئن وائکو ڪيو اٿس. مون کي اهو ڪتاب اڃا وڌيڪ گهڻو نصيحت آميز لڳو. انهيءَ ڪري ان کي اڳ ۾ ترجمو ڪري پبلشر جي حوالي ڪيم. جيڪو روشني پبليڪيشن طرفان ڇپجي پڌرو ٿي چڪو آهي، جنهن سبب "ايمان، اُميد اور محبت" جو ترجمو رهجي ويو.

بهرحال، همت ڪري "ايمان، اُميد اور محبت" ڪتاب جوبہ ترجمو ڪري ورتم تہ جيئن اسان جا سنڌي پائر هن نصيحت آميز ڪتاب جي پڙهڻ کان محروم نہ رهن. لالچ صرف الله تعاليٰ جي رضا ۽ خوشنودي جي آهي. البت جڏهن پڙهندڙ منهنجو ڪو ڪتاب پڙهڻ کان پوءِ منهنجي فون نمبر 0334 3181387 تي رابطو ڪري منهنجي همت افزائي ڪرڻ لاءِ ڪنهن ڪتاب جي ساراهہ ڪندا آهن تہ مان اهو محسوس ڪندو آهيان تہ منهنجي محنت ڪارائتي ٿي وئي. ڏٽي در دعا آهي تہ منهنجي هن ڪاوش کي بہ قبوليت جو شرف عطا فرمائي. آمين.

مُنور ڀُٽ

# پيش لفظ......!

"ايمان، اُميد ۽ محبت" ذاتي طور تي منهنجين پنهنجين پسنديده لکڻين مان هڪ آهي...... ان کي ملڻ واري مددي معلومات (مواد — "فيڊبئڪ") کان توهان مون کان وڌيڪ واقف آهيو.

مون ڪوشش ڪئي آهي تہ مان توهان کي زندگيءَ جا ڪجهہ بيا رنگ ڏيکاريان يا زندگيءَ کي ان زاويي ("اينگل") کان ڏيکاريان جنهن کان مان ان کي ڏسندي آهيان. ٿي سگهي ٿو تہ توهان کي اهي رنگ گهڻا ٻاڙا يا ضرورت کان وڌيڪ گهاٽا لڳن. اهو بہ ممڪن آهي تہ منهنجو زاويو ڳالهين کي يا زندگي کي اهڙي طرح توهان جي سامهون پيش ڪري نہ سگهي جهڙي طرح توهان گهرو ٿا. پوءِ بہ دنيا ۾ موجود ڇهہ ارب انسانن مان گهٽ ۾ گهٽ هڪڙو انسان زندگي کي انهي زاويي ("اينگل") سان ڏسي ٿو ۽ اهي ئي رنگ دنيا جي ڪينواس تي پکيڙڻ گهري ٿو جيڪي هن ڪهاڻي ۾ توهان کي نظر ايندا ..... ۽ اهو انسان مان آهيان.

گهڻن ئي ماڻهن جي ترجماني ڪندي ڪجهہ لکڻ يا چوڻ انسان کي گهڻي خوشي ڏيندو آهي. مگر صرف پنهنجي ترجماني ڪندي پنهنجي ڳالهہ چوڻ يا لکڻ ان کان بہ وڌيڪ خوشي ڏيندو آهي. هن لکت ۾ مون پنهنجي ڳالهہ چئي آهي؛ ان کي پڙهڻ دوران شايد توهان ان کي "پنهنجي ڳالهہ" سمجهو.

**عُميره احمد**

# باب پهريون

اهو آهستي آهستي اکيون کولي رهيو هيو ۽ هوش ۾ اچڻ سان گڏ سيني کان پهريون احساس مٿي جي پٺئين حصي ۾ تيڙ واري شديد تڪليف جو هيو. هڪڙي ڇنگهه کان پوءِ ان ٻيهر اکيون بند ڪري ڇڏيون. پوءِ ان پنهنجي ڪلهي تي ڪنهن جي هٿ جو دٻاءُ محسوس ڪيو. ڪوئي ان جي بلڪل ويجهو جُهڪي هلڪي آواز ۾ چئي رهيو هيو.

"تون ڪيئن ٿو محسوس ڪرين؟" ان هڪڙو ڀيرو وري اکيون کولڻ جي ڪوشش ڪئي. اهو اکيون کولڻ ۾ ڪامياب ٿيو. بستري جي ڪناري وٽ ان کي ڪجهه شڪليون نظر آيون. هن انهن کي ڏسڻ...... انهن تي اکيون ڄمائڻ جي ڪوشش ڪئي مگر ناڪام ٿي ويو. سور جي تڪليف تمام گهٽي هئي. ان هڪڙو دفعو وري اکيون بند ڪيون ۽ ڇنگهڻ لڳو.

"تنهنجو نالو ڇا آهي؟" هاڻي ان کان ڪجهه ٻيو پڇيو ويو. اهو ڪجهه گهڙيون ائين اکيون بند ڪيون ڇنگهندي پنهنجو نالو سوچيندو رهيو. پوءِ ڇڻ ان جي ذهن ۾ هڪڙو چمڪاٽ ("اسپارڪ") ٿيو ۽ ان کي پنهنجو نالو ياد اچي ويو. ان بي اختيار جهيڻي آواز ۾ پنهنجو نالو ٻڌايو.

"تنهنجي گهر جو فون نمبر ڪهڙو آهي؟"

هاڻي ان کان هڪڙو ٻيو سوال ڪيو ويو. ان هڪڙو دفعو وري فون نمبر ياد ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، پر اهو ياد ڪري ڪونه سگهيو. ان جو ذهن منتشر هيو. اهو ڪجهه ڪڇڻ کان سواءِ ڇنگهندو رهيو.

"تنهنجي گهر جو فون نمبر ڪهڙو آهي؟" ان کان هڪڙو دفعو ٻيهر پڇيو ويو.

"ياد ڪونهي." ان وڇڙندڙ آواز ۾ چيو.

"آفيس جو فون نمبر ٻڌائي سگهين ٿو؟" ڪجهه گهڙين جي خاموشي کان پوءِ ان کان ٻيهر پڇيو ويو.

ان هڪڙو ڀيرو وري پنهنجي منتشر ذهن کي هڪڙي جاءِ تي ٽڪائڻ جي ڪوشش ڪئي، هڪڙو ڀيرو وري اهو ناڪام ٿي ويو. ان کي آفيس جو فون نمبر به ياد ڪونه آيو.

"آفيس جو فون نمبر ٻڌائي سگهين ٿو؟"

"نه" هن ڀيري ان چيو.

"سوچڻ جي ڪوشش ڪر، ياد ڪر." هن دفعي ان جي ڳلهي تي ٿڦڪي هڻي ان کي چيو ويو.

"مون کي ياد ڪونهي." ان جي سور جي تڪليف ۾ هڪدم اضافو ٿي ويو.

"ڇا توکي خبر آهي ته تون ڪٿي آهين؟"

ان اکيون کولي سوال ڪرڻ واري جي چهري کي سڃاڻڻ جي ڪوشش ڪئي. اهو ان کي سڃاڻي ڪونه سگهيو. چهرو ڏٺل وائٺل ڪونه هيو. صرف هڪڙي گهڙي لاءِ اهو اکيون کليل رکي سگهيو. پوءِ ان کي ٻيهر اکيون بند ڪرڻيون پيون.

"اسپتال." ذهن تي ڇانئجندڙ اونده کان اڳ ان گهٽي هلڪي آواز ۾ هٻڪندي چيو. ان کان پوءِ اهو ڪجهه ڳالهائي ڪونه سگهيو.

"اهو ٻيهر بيهوش ٿي ويو آهي." ان جي پرسان بيٺل ڊاڪٽر ان جي نبض ڏسندي چيو.

"ڪٿي اهو اڳ وانگر وري ڪوما ۾ ته ڪونه هليو ويندو." گڏ بيٺل نرس خدشو ظاهر ڪيو.

"نه، هاڻي اهو ڪوما ۾ ته ڪونه ويندو. منهنجو خيال آهي اڌ ڪلاڪ تائين اهو ٻيهر هوش ۾ اچي ويندو." ڊاڪٽر نرس کي چيو.

"پنهنجي باري ۾ اهو اڃا تائين نالي کان سواءِ ڪجهه به ٻڌائي ڪونه سگهيو آهي. پوءِ پوليس ان جي گهر ڪيئن اطلاع ڪندي؟" نرس ڊاڪٽر کان پڇيو.

"مون کي خبر ڪونهي ...... اهو انهن جو مسئلو آهي. اهي ڪجهه نه ڪجهه ڪري وٺندا. اسان جو ڪم صرف ان جي جان بچائڻ هيو. اهو اسان ڪري چڪا آهيون." هن ڀيري ڊاڪٽر ڪجهه بي پرواهي مان چيو. نرس جواب ۾ ڪجهه چوڻ جي بجاءِ هڪڙي نظر مريض کي ڏٺو ۽

ڊاڪٽر جي پٺيان ڪمري مان نڪري ويو. ڪمري ۾ هاڻي ان کان علاوه ٻيو ڪوبہ ڪونہ هيو.

*******

"محبت گهاٽي ۽ اونداهي ٻيلي وانگر هوندي آهي. هڪڙو ڀيرو ان جي اندر هليا ويا تہ پوءِ اها ٻاهر نڪرڻ ڪونہ ڏيندي آهي. ٻاهر اچي بہ وڃوتہ اکيون ٻيلي جي اونداهيءَ جون ايتريون عادي ٿي وينديون آهن جو روشني ۾ ڪجهہ بہ ڏسي ڪونہ سگهنديون آهن ...... اهوبہ نہ جيڪو بلڪل صاف، چٽو ۽ روشن هوندو آهي."

ان آهستي آهستي پنهنجون اکيون بند ڪري ڇڏيون. هاڻي اها ياد ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهي هئي تہ ان اهو سڀ ڪنهن کي ۽ ڪڏهن چيو هيو.

"ها، ٻيلوئي تہ آهي جنهن جي اندر مان اچي وئي آهيان. نہ ٻاهر نڪري ٿي سگهان ۽ نہ اندر رهي سگهان ٿي. اندر رهڻ سان منهنجي هٿ ڪجهہ بہ ڪونہ ايندو. ٻاهر وڃڻ سان مان اکيون هجڻ جي باوجود ڏسڻ جي قابل ڪونہ رهنديس. بلڪل ائين جيئن انهن پنجن سالن ۾ ٿيو هيو جڏهن مان ..........."

"اُميد! اُميد!" ان جي سوچڻ جو سلسلو ان جي ماءُ جي آواز تي ٽٽي ويو.

"اتي اوندهہ ۾ ڇو ويٺي آهين؟"

"امان! منهنجي دل چوي ٿي، اتي ويهڻ لاءِ ...... اندر تہ ڏاڍي ٻوسٽ ٿي رهي هئي." اوندهہ ڪري ان جي چهري تي وهندڙ لڙڪن جي آلاڻ ان جي ماءُ کي نظر اچي ڪونہ سگهي ۽ ان جي آواز مان ڪير ڪڏهن بہ اهو سمجهي نٿي سگهيو تہ اها روئي رهي هئي.

"ٻوسٽ هبس جي ڪري آهي. هاڻي ٿوري دير ۾ انڌاري اچي ويندي ۽ پوءِ مينهن وسندو تہ موسم ٺيڪ ٿي ويندي هيءَ اندازو ڪري ڪونہ سگهي تہ اها ڪنهن کي تسلي ڏئي رهي هئي.

"مان اگهڻ جي بتي ٻاريان؟" هاڻي اها هڪڙو ڀيرو وري ان کان پڇي رهي هئي.

"نہ، اوندهہ ۾ گهڻي فرحت محسوس ٿي رهي آهي. روشني پريشان ڪندي، هن ڪنڌ ورائڻ کان سواءِ ٿي ان کي جواب ڏنو هيو.

"..... ۽ جيڪڏهن انهن کي خبر پئجي وڃي تہ مان ڇا ڪري ويٺي آهيان يا مون سان ڇا ٿي چڪو آهي تہ شايد اهي مون کي سڄي عمر اوندهہ ۾ ئي ويٺو رهڻ ڏين." هن ان جي بعد واري جملي تي سوچيو هيو.

"هڪڙو تہ تنهنجون عادتون بہ گهڻو عجيب آهن. ڀلا روشني کيئن پريشان ڪندي؟" اها هاڻي بہ هن جي پنيان بيٺي هئي. "ائين اوندهہ ۾ ويهڻ ڪا سٺي ڳالهہ تہ ڪونهي." اها هڪڙو دفعو وري چئي رهي هئي.

"بس ٿوري دير ويهڻ ڏيو. پوءِ مان اٿي ويندس." هن وهندڙ ڳوڙهن سان گڏ ان کي يقين ڏياريو.

"جڳو ۽ ماني؟ ماني ڪڏهن کائينديئن؟" اِها هاڻي بہ ڳالهہ تي پريشان ٿي رهي هئي.

"ڪجهہ دير کان پوءِ." هن چيو.

"مان اندر ٿي وڃان. تون بہ جلدي اندر اچ. ٺيڪ آهي؟" اها ڪنهن بار وانگر هن کان يقين ڏيارڻ گهري رهي هئي.

"ڪاش! هن وقت اهڙ منهنجي پنيان نہ بيٺي هجي ها. منهنجي سامهون اچي ها. منهنجا لڙڪ ڏسي وٺي ها. پوءِ مان ان کي سڀ ڪجهہ ٻڌائي ڇڏيان ها. سڀ ڪجهہ. هڪڙي هڪڙي ڳالهہ. هڪڙو هڪڙو لفظ. هڪڙو هڪڙو اکر. اهو سڀ ڪجهہ جيڪو مان اڄ تائين ڪنهن کي ٻڌائي نہ سگهي آهيان. جنهن کي لڪائڻ لاءِ مون کي پنهنجي وجود کي هڪڙي قبر بڻائڻو پيو آهي."

هو ائين اڱڻ ۾ رکيل ڪرسي تي ويٺي سوچيندي رهي.

"اگر ان مون سان اهو سڀ ڪجهہ ڇو ڪيو؟ مون سان ئي ڇو؟ مون نہ..... مون تہ." اها سوچيندي سوچيندي هڪڙو ڀيرو وري ماٺ ٿي وئي.

"ها. مخلص تہ مان بہ ڪونہ رهي آهيان. مون بہ ان کي سدائين بخشيش ("فار گرانٽيڊ") سمجهيو. پر مون ان سڀ شي جي خواهش تہ ڪونہ ڪئي هئي ۽ پوءِ هاڻي. هاڻي جڏهن مان....."

ان جب پڪوڙي ڇڏيا. لڙڪ هاڻي ان جي ڳلن تان وهندا ان جي چولي جي ڳچيءَ ۾ جذب ٿي رهيا هيا.

هوا هڪدم تيز ٿي وئي. ان فضا ۾ ڏوڙ محسوس ڪئي. اڱڻ ۾ لڳل وڻ گهڻو زور سان لڏي رهيا هيا. هوا ۾ اڏرڻ وارا پن(پتا) هاڻي ان سان

ٽڪرائجي رهيا هيا. اها بي جان قدمن سان اٿي بيٺي. اندر ڪمري ۾ اچي ان دروازو بند ڪري ڇڏيو. پلنگ تي ليٽي ان اکيون بند ڪري ڇڏيون.

ان کي اتي آئي ڪيترا ڏينهن ٿي ويا هيا. ان کي ياد ڪونه هيو. اها ڪوشش ڪرڻ جي باوجود به اتان موٽي وڃڻ ۾ ڪامياب ڪونه ٿي هئي.

"تنهنجون عادتون گهڻو خراب ٿي ويون آهن. هن پيري ان کي اچڻ ڏي، مان ان کان پڇنديس ته توکي ڪجهه چوي ڇو ڪونه ٿو. پنهنجي مرضي هلائيندي ٿي رهين."

اها ماءُ جي ڳالهين کي خالي ذهن سان ٻڌندي رهي.

"توکي پنهنجو خيال رکڻ گهرجي. اهڙي طرح بيپرواهي تنهنجي لاءِ سٺي ڪونهي." اِها ماٺ ڪيون ان جو منهن ڏسندي رهي.

اکيون بند ڪري ان پنهنجي پوري زندگي کي ڏسڻ جي ڪوشش ڪئي، ڪهڙي شي ڪٿي غلط هئي، ان کان ڪڏهن ڪهڙي غلطي ٿي هئي .... غلطي؟ ڇا واقعي مون کان ڪا غلطي ٿي آهي. زندگي ۾ جن اخلاقي قدرن ("ڪوڊ آف ايٿڪس") کي ڪٺي مان هلندي رهيس، ڇا اهو غلط هيو؟ ۽ هاڻي ..... هاڻي مان ڪنهن سان ڪهڙن اخلاقن جي ڳالهه ڪرڻ جي قابل رهي آهيان. ان تڪليف مان سوچيو.

*******

ان پنهنجون اکيون کولي ڇڏيون. تلاوت ٿي رهي هئي ۽ تلاوت ڪرڻ واري کان اها چڱيءَ طرح واقف هئي. ۽ ان کي اها به خبر هئي ته هاڻي ڪجهه منٽن کان پوءِ اهو آ از ان کي جاڳائي رهيو هوندو. اها ننڊاکڙين اکين کي مهٽيندي اٿي ويهي رهي. واٽ تي هٿ رکي ان اوٻاسي کي روڪيو.

"خبر ڪونهي بابا ڪيئن ايترو ساجهرئي سجاڳ ٿي اٿي وڃي ٿو يا شايد اهي رات جو سمهن ئي ڪونه ٿا."

ان پلنگ تان لهندي تجزيو ڪيو ۽ پر واري پلنگ تان ان عديله کي لوڏي اٿاريو. پوءِ اها اٿي پنهنجي ڪمري مان ٻاهر اچي وئي.

"تمام سٺو(ويري گڊ)! اڄ ته بنا جاڳائڻ جي سجاڳ ٿي وئي." ميجر عالم جاويد پنهنجي ڌي کي اوٻاسيون ڏيندو ڪمري مان ٻاهر ايندي ڏسي چيو.

"ها، مون سوچيو تہ ان کان اڳ جو توهان اندر اچي وڃو مان پاڻ ئي اچي وڃان." اها ان جي پرسان اچي ويهي رهي.

"هاڻي ايتري همت ڪئي اٿئي تہ اٿي وضو ڪر ۽ نماز بہ پڙهي وٺ." ان قرآن شريف بند ڪندي ان کي پيار مان ٻچڪر ڏيندي چيو. اها ڪجهہ ڪڇڻ کان سواءِ اٿي وئي.

اها ميجر عالم جاويد جي سڀني کان وڏي ڌي هئي، ان کان ننڍي عديلہ هئي ۽ پوءِ بہ جاڙا ڀائر. اها صرف ان جي وڏي ڌي ڪونہ هئي پر ان جي گهڻي لاڏلي بہ هئي. مئٽرڪ ۾ اچڻ جي باوجود ان جي طبيعت ۾ گهڻو ٻالڪپڻو هيو ۽ ان جو بنيادي سبب ميجر عالم جاويد جو لاڏ پيار هيو. ننڍپڻ ۾ ميجر عالم جاويد جڏهن بہ گهر تي هوندو هيو تہ اها ان جي جهولي ۾ ويٺي هوندي هئي. ان جو هاڻي بہ اهوئي حال هيو. جيستائين اهو گهر ۾ هوندو هيو اها پاڇي وانگر ان سان گڏ هوندي هئي. اها ماءُ جي بجاءِ پنهنجو هر ڪم پيءُ کان ڪرائڻ جي عادي هئي. ڪتابن تي پوش چڙهائڻ جو ڪم هجي، لنچ باڪس تيار ڪرائڻ هجي يا وري وار سنوارڻ جو خالص زنانو ڪم، اُميد پنهنجا سڀ ڪم پيءُ کان ئي ڪرائيندي هئي ۽ شايد ان عادت وجهڻ ۾ بہ وڏو هٿ ميجر عالم جاويد جوئي هيو. ان ٻالڪپڻي کان ئي ان جو هر ڪم پاڻ ڪيو هيو ۽ هاڻي اها عادي ٿي وئي هئي، پنهنجي ماءُ جي ناراضگيءَ جي باوجود اها سڀ ڪم پيءُ کان ئي ڪرائيندي هئي. جڏهن عالم جاويد ورزش ڪرڻ لاءِ ويل هوندو هيو تہ اُميد کان سواءِ ڪنهن کي بہ ڏکيائي ڪونہ ٿيندي هئي، صرف اها هئي جيڪا پنهنجو ڪم روئي روئي ڪندي هئي ڇوتہ ان کي ڪم ڪرڻ جي عادت ئي ڪونہ هئي. ڪير بيو بہ ان جو ڪم ڪندو هيو تہ اها مطمئن ڪونہ ٿيندي هئي، جنهن جو نتيجو اهو ٿيندو هيو تہ ان جي ماءُ خفا ٿي ان جو ڪوبہ ڪم ڪونہ ڪندي هئي ۽ اردلي ("بئمئن") کي بہ منع ڪري ڇڏيندي هئي.

پيءُ جي واپس اچڻ تي اها سڀ ڪجهہ پيءُ کي ٻڌائيندي هئي ۽ اهو ايندڙ ڪيترائي ڏينهن ڇڻ تلافي ڪرڻ لاءِ ان جو ننڍي کان ننڍو ڪم بہ پاڻ ڪندو هيو.

اُميد پنهنجي پيءُ کي گهڻو مذهبي ڏٺو هيو. اهو پابندي سان پنج وقت نماز پڙهندو هيو ۽ ننڍي هوندي کان ئي ان هن ۾ بہ نماز پڙهڻ جي

عادت وجهي ڇڏي هئي. اهو پاڻ سان گڏ رکندي ان کي مذهب جي باري ۾ گهڻو ڪجهه ٻڌائيندو رهندو هيو. اها ڪجهه ڳالهين کي سمجهي ويندي هئي ۽ ڪجهه ڳالهين کي سمجهي ڪونه سگهندي هئي، مگر ماٺ ڪيون ٻڌندي رهندي هئي.

*******

زندگي گهڻو پرسڪون نموني سان گذري رهي هئي. اُمِيد انهن ڏينهن ۾ سٺن نمبرن سان مئٽرڪ پاس ڪري انٽر ۾ داخلا ورتي هئي جڏهن ان کي گهر جي ماحول ۾ ڪجهه عجيب تبديليون محسوس ٿيون هيون. پٽس ۽ ماڻس هڪدم مايوس ۽ اداس نظر اچڻ لڳا هيا. ان ماءُ کي ڪيترا ڀيرا ڳوڙها ڳاڙيندي ڏٺو. پٽس بہ گهڻو پريشان نظر اچڻ لڳو هيو. ان جي شوخي ۽ خوشي هڪدم ڪوماڻجي وئي هئي. ان گهڻا دفعا ماءُ ۽ پيءُ کان انهن جي پريشاني جو سبب معلوم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي پر اهي چڱي طريقي سان ٽاري ويا.

پوءِ هڪڙي ڏينهن ميجر عالم جاويد ان کي پنهنجي ڀر ۾ ويهاري ان جو هٿ پنهنجي هٿ ۾ پڪڙيو.

"اُمِيد! توکي اڄ ڪجهہ ضروري ڳالهيون ٻڌائڻيون آهن."

هن کي ان جي آواز ۾ ڪا گهڻي غيرمعمولي ڳالهہ محسوس ٿي هئي، جنهن هن کي ڏيڇاري ڇڏيو هيو. ٻڌل آواز ۾ ڪنڌ جهڪائي ان هن کي ٻڌايو هيو تہ ميڊيڪل چڪاس (چيڪ اپ) جي دوران ان جي دماغ ۾ ٽن جاين تي رسولي ("ٽيومر") جي تشخيص ٿي آهي. ڊاڪٽرن ان کي هڪدم آپريشن ڪرائڻ جي صلاح ڏني آهي. هن کي زندگي ۾ ڪڏهن ايترو خوف ڪونہ ٿيو هيو جيترو هن ان وقت پيءُ جو چهرو ڏسندي محسوس ڪيو.

"مون وٽ ڪوبہ رستو ڪونهي، آپريشن ڪرايان تہ بہ بچڻ جي اميد گهٽي گهٽ آهي، نہ ڪرايان تہ بہ ڪجهہ مهينن جي اندر منهنجين اکين جو نور ختم ٿي ويندو." پوءِ شايد ان جو آواز ڳورو ٿي ويو. اها اکيون ڇنڀڻ کان سواءِ بي يقيني واري ڪيفيت ۾ ان جو چهرو ڏسندي رهي.

"تون گهر ۾ سڀني کان وڏي آهين، مون کان پوءِ توکي ئي منهنجي جاءِ والارڻي آهي. منهنجون ذميواريون سنڀالڻيون آهن، توکي گهڻو بهادر ٿيڻو پوندو." ان جو پيءُ آهستي آهستي ان کي چئي رهيو هيو.

"مگر مان، مان تہ ڪجھہ بہ نٿي ڪري سگھان؟"

"ڪري وينديئن، سگھي وينديئن ...... ڪرٽو پوندو ورنہ گھر جو چا ٿيندو. مون کي فوج مان رٽائر ڪيو پيو وڃي. اچڻ وارا ڏينھن گھڻو مشڪل ٿي ويندا، خاص ڪري تنھنجن ننڍين ڀيڻ ڀائرن لاءِ. تنھنجي ماءُ چيو پئي تہ مان لھو سڀ ڪجھہ توکي نہ ٻڌايان، تون ٻڌي ڪونہ سگھنديئن، پر ٻڌائڻ گھڻو ضروري هيو. تون مون کان پوءِ سيني ۾ وڏي آهين. مون تنھنجي ماءُ کي چيو تہ تون گھڻي بھادر آهين، تون سڀ ڪجھہ سمجھي وينديئن."

هن جي اکين ۾ لڙڪ ڀرجي آيا هيا. گھٽيل آواز ۾ هن ڀي کي چيو.

"امان ٺيڪ ٿي چوي، مان بھادر ڪونہ آهيان."

ان جواب ۾ ڪجھہ ڪونہ چيو هيو. اهو صرف ماٺ ڪري هن کي ڏسندو رهيو هيو. اُمِيد کي پنھنجو وجود ڳرندو محسوس ٿيو هيو.

"صرف منھنجي ڀي سان اهو سڀ ڪجھہ ڇو ٿيو؟ اهو تہ......." ان جي دل ۾ بي اختيار شڪايت پيدا ٿي هئي.

"اُمِيد! زندگيءَ ۾ گھڻو ڪجھہ ٿيندو آهي ....... جيڪڏهن روئڻ سان تقدير بدلائي سگھجي ها تہ هتي هر انسان روئي رهيو هجي ها .... تو وانگر." ان ڪاپي هٿ سان هن جي ڳلن تي وهندڙ لڙڪ اگھيا هيا.

"هر شخص زندھ رهڻ گھرندو آهي ..... مگر اهو پنھنجي هٿ ۾ ڪونھي هوندو ..... منھنجي هٿ ۾ بہ ڪونھي." اها بي اختيار ڀي کي چنبڙي وئي.

"مگر مون کي يقين ڪونہ ٿو اچي ..... توهان جي ڳالھين تي مون کي يقين نٿو اچي ..... اهو ڪيئن ٿو ٿي سگھي ...... اهو سڀ اسان سان ڪيئن ٿو ٿي سگھي ..... اسان توهان کان سواءِ ڇا ڪنداسين."

اها سڏڪا ڀري روئي رهي هئي. ميجر عالم جاويد جون اکيون ڀرجي آيون هيون. اها ڪيتري دير روئيندي رهي هئي، ان کي ياد ڪونہ هيو. صرف ايترو ياد آهي تہ جڏهن ان جا لڙڪ جھڪا ٿيا هيا تہ ان جي ڀي هڪڙو ڀيرو وري هن کي گھڻيون ئي نصيحتون ڪيون هيون.

اها رات هن جي زندگيءَ جي سيني کان ڀيانڪ راتين مان هڪ هئي. اها هڪڙي گھڙي لاءِ بہ پنھنجون اکيون بند ڪري ڪونہ سگھي هئي. ڇا سڀ ڪجھہ اهڙي طرح ايتري آساني سان ختم ٿي ويندو.

منهنجو گهر، منهنجو پيءُ ۽ پوءِ مان..... مان ڇا ڪنديس؟ مان ته... مون ته ڪڏهن پنهنجي پيءُ کان علاوه ڪجهه..... ڇا تيڻ وارو آهي؟ ڇو تيڻ وارو آهي؟ مون سان ئي ڇو؟ اسان سان ڇو؟ ان کي خبر ڪونهي صبح ڪهڙي مهل ٿي هئي. ان کي صبح ٿيڻ جو احساس صرف تڏهن ٿيو هيو جڏهن ان پنهنجي پيءُ جي تلاوت ڪرڻ واري آواز کي ٻڌو هيو. سدائين وانگر مطمئن. پرسڪون..... اهو آواز ٻڌي هڪڙو پيرو وري ٻارن وانگر سڏڪا ڀري روئڻ لڳي هئي.

ايندڙ ڪجهه ڏينهن اها ڪاليج ڪونه وئي. ايندڙ ڪيترائي ڏينهن ان روئيندي گذاريا. ميجر عالم جاويد ان کي روزانو پنهنجي پرسان ويهاري سمجهائيندو هيو. پوءِ آهستي آهستي اها پاڻ سنڀالڻ لڳي هئي يا گهٽ ۾ گهٽ ان پيءُ تي اهو ظاهر ڪرڻ شروع ڪيو هيو ته اها نارمل ٿيڻ لڳي آهي. هاڻي اها ان جي سامهون ڪونه روئيندي هئي، ان کان لڪي روئيندي هئي. ان ڪاليج وڃڻ به شروع ڪري ڇڏيو هيو. ان جي زندگي مان شوخي ۽ ٻالڪپڻو هڪدم غائب ٿي ويا هيا. ان کي اچڻ وارين ذميوارين جو احساس ٿيڻ لڳو هيو. انهن وٽ ڪو ذاتي يا خانداني گهر ڪونه هيو ۽ نه وري ڪا بئنڪ ۾ گڏ ڪري رکيل رقم. فوج مان رٽائر ٿيڻ کان پوءِ ملڻ واري رقم مان به مالي حالت ۾ ڪا گهڻي وڏي تبديلي ڪونه ٿي اچي سگهي، صرف اهو ٿي سگهيو ٿي ته اهي ننڍو گهر يا فليٽ خريد ڪري سگهن ها ۽ ڪجهه رقم بئنڪ ۾ فڪسڊ ڊپازٽ ۾ رکي سگهيا ٿي مگر زندگي گذارڻ لاءِ گهڻين ئي ٻين شين جي ضرورت هئي..... اهي شيون ڪٿان اچن ها ۽ سڀ ڪجهه ملي به وڃي ها تڏهن به..... پيءُ ڪٿان ملي ها.

ايندڙ چند مهينا ان جي لاءِ ڪجهه وڌيڪ مشڪل ٿي ويا..... اها آهستي آهستي پنهنجي پيءُ کي ختم ٿيندو ڏسي رهي هئي. ميجر عالم جاويد آپريشن ڪرائڻ نٿي گهريو.

"مان جيترا ڏينهن هوش جي حالت ۾ توهان کي ڏسي سگهان ٿو، ڏسڻ گهران ٿو. مان پنهنجي زندگي کي وڌيڪ مختصر ڪرڻ نٿو گهران." ان آپريشن کان انڪار ڪندي چيو هيو. ڪنهن به ٻيهر ان ڳالهه لاءِ زور ڪونه ڀريو هيو. اُميد کي ڪڏهن اهو خيال ڪونه آيو هيو ته پيءُ جي مٽي ۾ ڪڏهن ڪڏهن ٿيڻ وارو سور ڪنهن ايتري ڳُهني

بيماري جو نتيجو بہ تي سگهي ٿو. ان جي مٿي ۾ سور ٿيندو هيو ڪا گوري کائيندو هيو ۽ سڀ ڪجهہ ٺيڪ ٿي ويندو هيو ۽ هاڻي......

ميجر عالم جاويد آپريشن کان صرف انهيءَ ڪري ٻنو ٿي تہ ان جي زندگي اجهان وڌيڪ مختصر ٿي ويندي. مگر ان جي زندگيءَ کي ايترو ئي مختصر ٿيڻو هيو. ان جو موت ڪيتري قدر پرسڪون طريقي سان ٿيندو اها ڪنهن کي خبر ڪونہ هئي. هڪڙي رات ننڊ دوران اهو وڏي خاموشيءَ سان دنيا کي ڇڏي هليو ويو.

هن کي چڱيءَ طرح ياد هيو تہ ان جي مرڻ کان پوءِ ڪيترا ڏينهن امي سيڻي پاڻ کي يقين ڏياري ڪونہ سگهيا هيا تہ اهو هاڻي ڪونهي. هر وقت انهن کي ائين لڳندو هيو جڻ اهو هاڻي اچي ويندو يا جڻ اهو اتي موجود هجي. مگر پوءِ آهستي آهستي انهن سيني حقيقت سان سمجهوتو ڪري ڇڏيو هيو.

اُميد هڪڙي سمجهدار ڇوڪريءَ وانگر گهر جون ذميواريون سنڀالي ورتيون هيون. پي جي هڪڙي دوست جي معرفت انهن کي فوج طرفان ڏنل گهر ۾ ڪجهہ وڌيڪ عرصو رهڻ جي مهلت ملي وئي هئي.

ان زماني ۾ صرف هڪڙو شخص هيو جنهن هر قدم تي ان جي مدد ۽ رهنمائي ڪئي هئي. ۽ اهو جهانزيب هيو. شايد ان جي ۽ ان جي گهر وارن جي مدد کان سواءِ انهن جي ڏکيائين ۽ مشڪلاتن ۾ گهڻو اضافو ٿي وڃي ها.

جهانزيب ان جي پي جي هڪڙي دوست جو پٽ هيو ۽ انهن سان هنن جا گهڻا ويجها تعلقات هيا. ٻنهي گهرن جو هڪٻئي ڏانهن گهڻو اچڻ وڃڻ هيو. جهانزيب جو والد هڪڙو ڪاروباري ماڻهو هيو ۽ اهي مستقل طور تي راولپنڊي ۾ رهندا هيا جڏهن تہ اُميد جا گهر وارا مختلف شهرن ۾ گهمندا رهندا هيا. جڏهن بہ موڪلن ۾ اهي راولپنڊي ايندا هيا تہ پوءِ سموريون موڪلون ٻئي گهراڻا تقريبن گڏ ئي گذاريندا هيا.

جهانزيب ان کان چار پنج سال وڏو هيو ۽ ان جي طبيعت ۾ بہ ايتري ئي شوخي هئي جيتري اُميد ۾. اهو جلدئي اُميد ۾ دلچسپي وٺڻ لڳو هيو ۽ اها ڳالهہ ٻنهي خاندانن ۾ لڪل ڪونہ هئي. پر انهن ان تي ڪنهن اعتراض ڪرڻ جي بجاءِ انهن ٻنهي جو مڱڻو ڪري انهن جي پسند کي قبوليت ڏني هئي. اها ان وقت ميٽرڪ ۾ پڙهندي هئي جڏهن جهانزيب

سان ان جو مڱڻو ٿيو هيو ۽ اها انهي رشتي تي ڏاڍي خوش هئي. مڱڻو ٿيڻ کان پوءِ جهانزيب هفتي ۾ ٻہ ٽي ڀيرا ان کي راولپنڊي مان فون ڪندو رهندو هيو.

ميجر عالم جاويد جي بيماري دوران ٻہ جهانزيب ۽ ان جي گهر وارن سان انهن جا تعلقات ايترائي گهرا رهيا. اهي هر هفتي راولپنڊي مان عالم جاويد جي مزاج پرسي لاءِ ايندا هيا. جهانزيب جو والد زور ڪندو هيو تہ ميجرعالم علاج جي لاءِ ٻاهر وڃي مگر ميجر عالم جاويد ان جي ڳالهہ کي نظرانداز ڪري ڇڏيندڙ هيو. آمريڪا ۾ علاج گهڻو مهانگو هيو. اهو جيڪڏهن پنهنجو سڀ ڪجهہ وڪڻي ٻاهر هليو بہ وڃي ها تہ ان کي ڪا پڪ ڪونہ هئي تہ ان جو آپريشن ڪامياب ويندو. تڏهن ان جا گهر وارا ڇا ڪن ها. ان انهن کي سڃو ڪري ميدان ۾ ويهارڻ نٿي گهريو. جهانزيب جو والد ان کي پنهنجي خرچ تي ٻاهر موڪلڻ جي آڇ بہ ڪري چڪو هيو پر ميجر عالم جاويد اها آڇ بہ ٺڪرائي ڇڏي. ان نہ ان کان قرض کڻڻ تي گُهريو ۽ نہ ئي احسان. ڇوتہ ان نٿي گُهريو تہ ان جي ڪري ان جي ڌي جي مستقبل تي ڪو اثر پوي.

ان جي وفات کان پوءِ بہ انهن اهڙي نموني هنن سان پنهنجا لاڳاپا قائم رکيا هيا. جهانزيب انهن ڏينهن ۾ بي. اي ڪرڻ کان پوءِ وڌيڪ تعليم لاءِ ٻاهر وڃڻ جي تياري ۾ مصروف هيو ليڪن ان جي باوجود تقريبن هر هفتي انهن وٽ ايندو هيو ۽ روزانو فون ڪندو هيو. ان جي تسلين ۽ دلاسن زندگيءَ جي هڪڙي مشڪل مرحلي تي ان جي گهڻي مدد ڪئي هئي. جهانزيب لاءِ ان جي محبت اڃان وڌيڪ ٿيندي وئي هئي. پوءِ اهو ان سان گهڻائي واعدا ڪري ٻاهر هليو ويو هيو ۽ ٻاهر وڃي ان پنهنجا سمورا واعدا پورا ڪيا هيا. اهو پابندي سان ان کي خط لکندو هيو ۽ وقت بہ وقت فون بہ ڪندو هيو.

ان جهانزيب جي وڃڻ کان پوءِ انٽر پاس ڪري ورتو هيو. انٽر ۾ ان جون سٺيون مارڪون هيون. اها گُهري ها تہ ڊاڪٽري ۾ داخلا وٺي سگهي ٿي مگر اها ايترا گهڻا خرچ برداشت نٿي ڪري سگهي جهانزيب جي والد انهن کي راولپنڊي ۾ هڪڙو ننڍڙو مگر گهڻو سٺو گهر ڳولي ڏنو هيو. پنهنجي پيءُ جي وفات کان پوءِ ملڻ واري رقم مان انهن اهو گهر خريد ڪيو ۽ راولپنڊي لڏي آيا.

هاڻي انهن وٽ ڪا گهڻي رقم ڪونہ هئي. اُمِيد وٽ انهي ڪان سواءِ ٻيو ڪو چارو ڪونہ هيو تہ اها پنهنجي پڙهائي ختم ڪري ۽ ڪا نوڪري ڪري پنهنجي ڪٽنب کي سهارو ڏيڻ جي ڪوشش ڪري. ان اهوئي ڪيو هيو. ڪجهہ عرصو اها راولپنڊي ۾ مختلف نوڪريون ڪندي رهي. پوءِ اها بهتر موقعي جي تلاش ۾ لاهور اچي وئي هئي.

انٽر تائين تعليم ان کي ڪا سٺي نوڪري ڏياري نٿي سگهي ان ڳالهہ جي ان کي چڱي خبر هئي. انهيءَ ڪري ان پرائيويٽ طور تي بي. اي جي تياري شروع ڪري ڇڏي هئي. ان زماني ۾ ان ڪيترائي ڪم ڪيا. ان جو ڏينهن صبح جو پنجين بجي شروع ٿيندو هيو ۽ رات جو يارهين بجي ختم ٿيندو هيو. صبح جو اٺين بجي تائين اها پاڻ پڙهندي هئي، پوءِ تيار ٿي ان آفيس ۾ اچي ويندي هئي جتي اها استقباليہ ڪلارڪ طور ٽين بجي تائين ڪم ڪندي هئي. اتان ٽين بجي موڪل ڪري اها ٽيوشن پڙهائڻ ويندي هئي. رات جو اٺين بجي تائين مختلف جاين تي ٽيوشن پڙهائڻ کان پوءِ اها هاسٽل تي اچي ويندي هئي. اتي اچڻ کان پوءِ اها هڪڙو دفعو وري ڪتابن ۾ گم ٿي ويندي هئي. ايترا گهڻا ڪم ڪرڻ کان پوءِ ئي اها انهيءَ قابل ٿي سگهندي هئي تہ هر مهيني پنهنجن گهر وارن کي ڪجهہ معقول رقم موڪلي سگهي جن کي ان جي ضرورت هئي.

چوويهہ ڪلاڪ هڪڙي مشين وانگر ڪم ڪرڻ جي باوجود اها ناخوش ڪونہ هئي. اها هر وقت پرسڪون ۽ مطمئن رهندي هئي. "اهو سڀ ڪجهہ صرف چند سالن لاءِ آهي، پوءِ جهانزيب اچي ويندو ۽ سڀ ڪجهہ ٺيڪ ٿي ويندو. مان ان وقت تائين پنهنجين ذميوارين کان فارغ ٿي چڪي هونديس ۽ اسان ٻئي هڪٻئي سان ڏاڍي سٺي زندگي گذاريندا سين." اها هر هفتي جهانزيب طرفان ملڻ واري خط کي پڙهي سوچيندي هئي.

ان سان ڪمري (روم) ۾ گڏ رهندڙ عقيلہ بہ جهانزيب جي باري ۾ ڄاڻندي هئي.

"اُمِيد! تون ڏاڍي ڀاڳ واري آهين. تنهنجو مڱيندو گهڻو سٺو آهي. مون کي حيراني آهي تہ ٻاهر وڃڻ کان پوءِ بہ ان توکي ياد رکيو آهي. اهڙي نموني خط ۽ ڪارڊ موڪلي ٿو."

عقيله باقاعدگي سان ان جي اچڻ وارن خطن ۽ ڪارڊن کي ڏسي چوندي هئي. اها مرڪي ان جون ڳالهيون ٻڌندي هئي ۽ هن کي پاڻ تي رشڪ ٿيندو هيو. هاسٽل تي انهن جي پر واري ڪمري ۾ به ان جي مڱيندي جون ڳالهيون ٿينديون هيون. اتي به ان تي رشڪ ڪيو ويندو هيو. سڀني ڏينهن جي مصروفيت کان پوءِ ان وٽ سڪون جي لاءِ واحد شي ان جا خط ۽ ڪارڊ ئي هوندا هيا. اها ڪجهه دير انهن کي ڏسندي رهندي هئي ۽ پوءِ حيرت انگيز طور تي پرسڪون ٿي ويندي هئي.

مهيني ۾ هڪ به دفعا اها راولپنڊي ويندي هئي. هفتيوار موڪل اتي گذاريندي هئي ۽ پوءِ مطمئن ٿي واپس ايندي هئي. جهانزيب جي والد ان کي گهڻا دفعا چيو هيو ته اها ڪوبه ڪم نه ڪري، اهي انهن جي گهر جا خرچ برداشت ڪري سگهن ٿا. پر ان کي اها ڳالهه پسند ڪونه هئي. ان پنهنجي ڪٽنب لاءِ سڀ ڪجهه پاڻ ڪرڻ گهريو ٿي. ان اهو نٿي گهريو ته جنهن گهر ۾ سياڻي ان کي نُنهن ٿي ويٺو آهي هن جي گهر وارا پهريان ئي انهن جي احسانن جي بار هيٺ اچي وڃن.

"نيڪ آهي، محنت ڪرڻي پوي ٿي، زندگي ڪجهه ڏکي آهي. آسائشون ڪونه رهيون آهن، مگر عزتِ نفس ته آهي نه. مون کي جهانزيب جي ڪٽنب جي سامهون نه نظرون جهڪائڻيون پون ٿيون ۽ نه هٿ ٽنگڻو پوي ٿو." اها سوچيندي هئي ۽ مطمئن ٿي ويندي هئي.

بي. اي ڪرڻ کان پوءِ ان ڪجهه ڪمپيوٽر ڪورس ڪيا ۽ هڪڙي ڪمپني ۾ ڪمپيوٽر آپريٽر طور ڪم ڪرڻ لڳي. انهي دوران ان جا ٻئي پائر مئٽرڪ ۾ هيا. جهانزيب به ولايت مان ان کي تسليون ڏيندو هيو ته ان جي بي. اي ڪرڻ کان پوءِ اهو ان کي ٻاهر گهرائي وٺندو. اها سوچيندي هئي ته اهو شخص منهنجي لاءِ ڇاڇا ڪندو ۽ مان ان جو احسان ڪيئن لاهينديس. اها ان کي خط ۾ اهوئي لکندي هئي. ان جو جواب ايندو هيو.

"مان احسان ڪونه ٿو ڪريان...... محبت ٿو ڪريان." اها ان جو جواب پڙهي سوچيندي هئي ته زندگي ڪو انڌو کوهه ڪونهي، ان ۾ گهڻي روشني، گهڻي چمڪ آهي، بس ڪجهه پري آهي.



انهن ٿي ڏينهن ۾ اهو پنهنجي تعليم ختم ڪري واپس پاڪستان اچي ويو هيو. پاڪستان اچڻ جي ڪجهه ڏينهن کان پوءِ اهو هاسٽل تي ان سان ملڻ آيو اهو پهريان کان گهڻو وٽندڙ ٿي ويو هيو.

"اُميد! اسان کي ڪنهن هوٽل تي هلڻ گهرجي. هتي ويهي تہ اسان ڪچهري ڪري نٿا سگهون." اهو راولپنڊي مان پنهنجي ڪار تي آيو هيو ۽ هاڻي ان کي زور ڀري رهيو هيو تہ اها ان سان گڏ وڃي.

"نہ. جهانزيب! اسان کي ڳالهيون ڪرڻيون آهن تہ اسان هتي ويهي بہ ڪري سگهون ٿا. توسان ٻاهر گڏ وڃڻ مناسب ڪونهي. مان جڏهن کان هتي رهي آهيان ڪنهن سان بہ ٻاهر ڪونہ وئي آهيان. هاڻي مان توسان گڏ ويندس تہ سيني جي نظرن ۾ اچي ويندس." هن معذرت ڪئي.

"تہ اچي وڃ. نظرن سان ڪهڙو فرق پوي ٿو؟" اهو وڏي بي پرواهي سان چئي رهيو هيو. اُميد حيراني مان ان کي ڏٺو.

"فرق پوي ٿو جهانزيب! منهنجي لاءِ فرق پوي ٿو ڇوتہ مون کي هتي رهڻو آهي."

"توکي سڄي عمر تہ هتي رهڻو ڪونهي. جيترو رهي آهين ڪافي آهي. هاڻي مان اچي ويو آهيان ۽ مان شادي ڪرڻ گهران ٿو پوءِ توکي ڊڄڻ جي ضرورت ڪونهي." ان جي چهري جو رنگ ٿورو بدلجي ويو.

"اهو نيڪ آهي پر پوءِ بہ مان جيستائين هتي رهڻ گهران ٿي، سٺي طريقي سان رهڻ گهران ٿي." اُميد ڳالهہ متائڻ جي ڪوشش ڪئي.

"اُميد! ايترو قدامت پرست ٿيڻ جي ضرورت ڪونهي. منهنجو خيال هيو تہ تون هن وقت تائين ڪجهہ آزاد سوچ واري (لبرل) ٿي چڪي هونديئن پر تون ..... خير انهي بحث کي ڇڏ. في الحال تہ مون سان گڏ هل. مان صرف تنهنجي لاءِ راولپنڊي مان گاڏي تي لاهور آيو آهيان."

"جهانزيب! اهو سٺو ڪونهي. هن وقت هونئن بہ شام ٿي رهي آهي ۽ توسان گڏ گهمڻ ..... توکي منهنجي مسئلي کي سمجهڻ گهرجي." اُميد ان کي سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي.

"ان مسئلي جي ڪهڙي ڳالهہ آهي. مان تنهنجو مڱيندو آهيان. تون هاسٽل تي سيني کي ٻڌائي ڇڏجان."

”هتي هر ڇوڪري ڪنهن سان گڏ ويندي ان لاءِ سوٽ يا مڱيندو ٻڌائيندي آهي. انهيءَ ڪري منهنجي انهي چوڻ سان ڪو زيادهہ فرق ڪونہ پوندو.“

”اُميد! اها گهڻو فضول ڳالهہ آهي. توکي منهنجي خواهش جو احترام ڪندي مون سان گڏ هلڻ گهرجي.“ جهانزيب جو مُوڊ هڪدم بگڙڻ لڳو هيو. اُميد حيران ٿي رهي هئي. جهانزيب ڪڏهن اهڙي طرح ضد ڪونہ ڪندو هيو. راولپنڊي ۾ انهن جي مڱڻي ڪان پوءِ انهن جي وچ ۾ روزانو فون تي ڳالهہ ٿيندي هئي ۽ اهو اڪثر انهن جي گهر ايندو هيو ليڪن ان اهڙي طرح نہ ڪڏهن هن کي ٻاهر وڃڻ لاءِ چيو هيو نہ ئي اهڙي ڪنهن ڳالهہ تي ڪڏهن ضد ڪيو هيو ۽ هاڻي اهو ناراض ٿي رهيو هيو. اُميد کي ان جي رويي مان عجيب مونجهہ ٿيڻ لڳي هئي. ان جي مسلسل اصرار جي باوجود اها ان سان گڏ ڪونہ وئي. اهو اتان گهڻو مشتعل ٿي ويو هيو.

اُميد پريشاني جي حالت ۾ پنهنجي ڪمري ۾ واپس اچي وئي.

”ڇا ٿيو آهي، گهڻي پريشان لڳي رهي آهين.“ عقيلہ ان جي چهري جي تاثرات مان ان جي پريشاني ڏسي ورتي.

”نہ ڪجهہ ڪونهي.“ اها پنهنجي پلنگ تي ويهي رهي.

”تون جهانزيب سان ملڻ وئي هئينءَ، ملي آئينءَ؟“ عقيلہ غور سان ان جي چهري کي ڏسندي پڇيو.

”ها.“

”ڪو جهڳڙو ٿي ويو آهي.؟“

”ها.“

”ڇا ٿيو؟“

”عقيلہ ان مون کي ٻاهر وٺي وڃڻ تي گهريو.“

”تہ؟“ عقيلہ گهڻي پرسڪون انداز ۾ چيو.

”تہ.... تہ اهو تہ مون انڪار ڪري ڇڏيو.“

”ڇو؟“

”اهو مناسب ڪونهي. اهڙي طرح ان سان گڏ ٻاهر وڃڻ.“

”ڇو مناسب ڪونهي؟ اهو تنهنجو مڱيندو آهي. ايترن سالن ڪان پوءِ ٻاهران آيو آهي.“

"مگر اها ڳالهہ غلط آهي، عقيلہ!" ان تقريبن رڙ ڪئي. "هاسٽل وارا منهنجي باري ۾ ڇا سوچين ها ۽ منهنجي گهر وارن کي معلوم ٿئي ها تہ اهي ڇا محسوس ڪن ها."

"هاسٽل ۾ رهڻ وارن جي توکي پرواهہ ڪرڻ جو ضرورت ڪونهي. اهي جيڪي گُهرن انهن کي سمجهڻ ڏي. جيستائين گهر وارن جي ڳالهہ آهي تہ تنهنجي گهر وارن کي ڪيئن خبر پوندي، اهي تہ راولپنڊي ۾ آهن."

"انهيءَ ڪري تہ مان اهو ڌوڪو نٿي ڪرڻ گهران. مون ۾ انهن جي اعتماد کي ٽوڙڻ جي همت ڪونهي." ان صاف طور تي انڪار ڪيو.

"جهانزيب بلڪل صحيح ناراض ٿيو آهي. تو جهڙي ڇوڪري سان ائين ڪرڻ گهرجي. اهو توسان محبت ڪري ٿو ۽ تون ..... توکي ڪڏهن هاسٽل جو فڪر هوندو آهي ڪڏهن گهر وارن جو. تون پنهنجي لاءِ ڇو نٿي سوچين؟"

"تنهنجو ڇا مطلب آهي؟"

"مطلب بلڪل واضح آهي. اهو تنهنجو مڱيندو آهي. توکي ان جي خواهش کي اوليت ڏيڻ گهرجي. ان جيڪڏهن توکي پاڻ سان گڏ ٻاهر وٺي وڃڻ گهريو ٿي تہ ان ۾ ڪا اهڙي خراب ڳالهہ ڪونهي."

"خراب ڳالهہ آهي ..... جهانزيب سان مڱڻو ٿيڻ کان پوءِ منهنجي ابي هڪڙو ڀيرو مون کي چيو هيو تہ اهو فون ڪري ٿو تہ نيڪ آهي ان سان ڳالهائيندي ڪر پر شادي کان پهريان ان سان گڏ ٻاهر ڪڏهن بہ نہ وڃجان."

عقيلہ ان جي ڳالهہ تي عجيب نموني سان کِلي،

"تنهنجو والد گهڻو اڳ فوت ٿي ويو. جيڪي ماڻهو مري ويندا آهن انهن جي اقوال زرين کي دهرائڻ ۽ انهن تي عمل ڪرڻ جي بجاءِ زندهہ ماڻهن جي خواهشن تي غور ڪرڻ گهرجي." اُمِيد ان جي ڳالهہ تي ششدر ٿي وئي. ان کي توقع ڪونہ هئي تہ اها ان جي والد جي باري ۾ ايتري بي رحمي سان ڳالهائيندي،

"مون کي ڏس، مان بہ شفيق سان گڏ ٻاهر ويندي آهيان، اسان جو تہ مڱڻو بہ ڪونہ ٿيو آهي. تنهنجين نظرن جي مطابق تہ مان بہ هڪڙي خراب ڇوڪري آهيان، ائين آهي نہ؟" اها سمجهي ڪونہ سگهي تہ 'ها طنز ڪري رهي آهي يا......

"اهو تنهنجو پنهنجو فيصلو آهي. مان ڀين جي ڪردار جي حوالي سان ڪا ڳالهه ڪونہ ڪندي آهيان، پر پنهنجي لاءِ مون کي ائين ڪرڻ سٺو نٿو لڳي."

"ڇو سٺو نٿو لڳي. نون سالن کان اهو تنهنجو مڱيندو آهي. تنهنجي پنهنجي مرضي سان اتي مڱڻو ٿيو آهي. پنهنجي والد جا فرمان جيڪڏهن وساري ڇڏين تہ ڀڏاءِ تہ ان سان گڏ ٻاهر وڃڻ ۾ ڪهڙو حرج آهي. انسان ۾ منافقت نہ هجڻ گهرجي."

خبر ناهي اها ان کي ڇا جتائي رهي هئي. ڪجهہ ڇوڙڻ کان سواءِ اها ماٺ ڪري ڪمري مان ٻاهر نڪري آئي. ڇپر (لان) تي اها گهڻي دير تائين پريشاني ۽ بيچيني جي حالت ۾ اچ وڃ ڪندي رهي. پوءِ اوچتو ان عقيلہ کي پنهنجي طرف ايندي ڏٺو.

"توکي ڪيتري دير کان ڳولي رهي آهيان، ٻڌائي تہ وڃين ها تہ ڇپر تي ويهنديئن. منهنجي موبائيل تي جهانزيب جي فون (ڪال) آئي هئي، اهو ٿوري دير ۾ وري فون ڪندو."

ان اطلاع ڏنو. اها بي اختيار خوش ٿي وئي. ان جو مطلب آهي تہ ان جي ڪاوڙ گهٽ ٿي وئي آهي. ان کي جهانزيب جي عادت جي خبر هئي. اها عقيلہ سان گڏ ڪمري ۾ اچي وئي هئي. پندرهن منٽن کان پوءِ جهانزيب جي فون آئي هئي. ان جي ڪاوڙ واقع ختم ٿي وئي هئي. ان اُميد سان پنهنجي سخت رويي جي معذرت ڪئي. اُميد سچي دل سان ان کي معاف ڪري ڇڏيو هيو.

"هن هفتيوار موڪل تي تون راولپنڊي اچي سگهنديئن؟" اهو پڇي رهيو هيو.

"ڇو؟"

"منهنجا گهر وارا توهان جي گهر اچڻ گهرن ٿا. مان بہ انهن سان گڏ ايندس. هتي نہ سهي تہ اتي تہ ملاقات ٿي سگهي ٿي."

"ٺيڪ آهي. مان راولپنڊي اچي وينديس." ان خوشي مان حامي ڀري، فون بند ڪندي ئي عقيلہ ان کي چيو. "اُميد تون ڀاڳ واري آهين جو توکي جهانزيب جهڙو ماڻهو مليو آهي، ورنہ ڪو ٻيو شخص تہ مون کي لڳي ٿو اهو واقعي توسان گهڻي محبت ڪري ٿو."

عقيلہ جي ڳالهہ تي اُميد فخريہ انداز ۾ مرڪي.

"ها، انهيءَ ۾ تہ ڪو شڪ ڪونهي تہ اهو مون سان محبت ڪري ٿو. اهو منهنجي ڳالهہ سمجهي وڃي ٿو." اها اهو چوندي ماني وٺڻ لاءِ ميس ڏانهن هلي وئي.

*******

هفتيوار موڪل تي اها راولپنڊي اچي وئي. رات جو جهانزيب پنهنجن گهر وارن سان آيو هيو. هميشهہ وانگر ان جي خوش مزاجي عروج تي هئي.

"منهنجي امان اِج تاريخ مقرر ڪرڻ آئي آهي." اهو هن جي ڪمري ۾ اچي ان کي ٻڌائڻ لڳو.

"ڇا؟" ان تقريبن رڙ ڪندي چيو. "ايترو جلدي."

"اهو ايتري جلدي آهي؟ توکي ياد رکڻ گهرجي تہ اسان جي مڱڻي کي اٺ نَوَ سال ٿي ويا آهن. هاڻي مان آيو بہ هتي رهڻ لاءِ آهيان، نوڪري ڪري رهيو آهيان. ظاهر آهي مون کي گهر تہ وسائڻو آهي."

"مگر جهانزيب! مون تي اڃان گهڻيون ذميواريون آهن، منهنجا ڀيڻ ڀائر اڃا...." ان ڪجهہ چوڻ جي ڪوشش ڪئي.

"يار! تون پنهنجي ڪٽنب جي باري ۾ فڪرمند نہ ٿي. مان انهن جي مدد ڪري سگهان ٿو منهنجي پگهار گهڻي سٺي آهي، جيتري رقم جي لاءِ تون ٻئي شهر ۾ رهي سڄو ڏينهن ڪم ڪرين ٿي، ايتري رقم مان آساني سان ڏئي سگهان ٿو..... انهيءَ ڪري توکي انهي معاملي ۾ پريشان ٿيڻ جي ضرورت ڪونهي." اهو گهڻو مطمئن هيو.

"مان اهو نٿي گهران تہ جهانزيب تون منهنجي آڪهہ جي مدد ڪرين. اهو ڪم مون کي پاڻ کي ڪرڻو آهي ڇوتہ اهي منهنجي ذميواري آهن، تنهنجي نہ. مان انهن کي تنهنجي مٿان يا ڪنهن ٻئي جي مٿان بار بڻائڻ نٿي گهران." اها ان جي ڳالهہ تي سنجيده ٿي وئي.

"اهي مون تي بار ڪونہ ٿيندا. توهان جي ڪٽنب وارن سان اسان جا ڪهڙا تعلقات آهن اها توکي چڱي طرح خبر آهي ۽ هونئن بہ جڏهن تنهنجا ڀائر پنهنجن پيرن تي بيهي ويندا تہ پوءِ انهن کي اسان کان ڪجهہ وٺڻ جي ضرورت ئي ڪونہ پوندي. صرف ڪجهہ سالن جي ئي تہ ڳالهہ آهي."

”ڪجهہ سالن جي لاءِ بہ نہ..... مان انهن کي توهان جو ٿورائتو بڻائڻ نٿي گهران. تون اڳ ۾ ئي منهنجي لاءِ گهڻو ڪري چڪو آهين.“ اُمِيد واضح انداز ۾ چيو.

”اُمِيد! مون توتي ڪو بہ احسان ڪونهي ڪيو. اها ڳالهہ پنهنجي ذهن مان ڪڍي ڇڏ. مان توسان محبت ڪريان ٿو ۽ مون جيڪو ڪجهہ بہ ڪيو فرض سمجهي ڪيو آهي.“

”پوءِ بہ مان پنهنجي خاندان کي ڪنهن بہ ٻئي جي ذميواري بڻائڻ نٿي گهران.“

”چڱو اهو تہ ٿي سگهي ٿو نہ. تہ تون شادي کان پوءِ بہ نوڪري ڪندي رهين ۽ پنهنجي خاندان جي پنهنجي پگهار سان مدد ڪر.“ جهانزيب بحث ختم ڪرڻ لاءِ هڪڙي تجويز ڏني.

”ڇا تون نوڪري جي اجازت ڏيندين؟“ اها ڪجهہ سوچ ۾ پئجي وئي.

”ها. جيستائين تنهنجي ڪٽنب کي ضرورت آهي ان وقت تائين تہ تون نوڪري ڪري سگهين ٿي.“ جهانزيب هڪدم چيو اها ماٺ ٿي وئي.

ڏيڍ مهيني کان پوءِ ان جي شادي جي تاريخ مقرر ٿي وئي هئي. اها هفتيوار موڪل کان پوءِ واپس لاهور اچي وئي. قدرتي طور تي اها گهڻو پرسڪون ۽ خوش هئي. ان جي زندگيءَ جو هڪڙو نئون باب شروع ٿيڻ وارو هيو. ان هاسٽل جي انتظاميہ کي آگاهہ ڪري ڇڏيو هيو تہ اها ايندڙ مهيني کان هاسٽل ۾ ڪونہ رهندي. هاسٽل ۾ ان جي جن ڇوڪرين سان واقفيت هئي انهن سڀني کي بہ معلوم ٿي ويو هيو تہ ان جي [illegible] واري آهي. جهانزيب اڪثر ان کي فون ڪندو رهندو هيو. فون تي هميشهہ وانگر اهو ان سان پنهنجي محبت جو اظهار ڪندو هيو. شادي جي حوالي سان منصوبہ ٻڌائيندو هيو. ڪجهہ ڏينهن اڳ ٿيڻ واري ڪاوڙ کي ان جڏهن مڪمل طور تي وساري ڇڏيو هيو. اُمِيد جو خيال هيو تہ شايد اهو ٻيهر ان کي ڪڏهن بہ ٻاهر ملڻ لاءِ ڪونہ چوندو مگر ان جو خيال غلط هيو.

*******

اهو هڪڙي ڏينهن وري هاسٽل تي اچي ويو ۽ ان هڪڙو ڀيرو وري ان کي پاڻ سان گڏ هلڻ لاءِ مجبور ڪرڻ شروع ڪيو. اهي ٻئي هاسٽل جي دروازي (گيٽ) ڀرسان اندر ڇپر تي موجود بينچ تي ويٺي ڳالهيون ڪري رهيا هيا. "جهانزيب! مون توکي پهريان به چيو هيو ته اهو ٺيڪ ڪونهي، مان اهڙي طرح توسان گڏ وڃي نٿي سگهان."

"چو هاڻي توکي ڪهڙو مسئلو آهي. هاڻي ته توکي هاسٽل ۾ به رهڻو ڪونهي، مون سان شادي ٿيڻ واري آهي."

"انهيءَ ڪري مان توسان اهڙي طرح گهمڻ نٿي گهران."

"ڇا تون مون تي ڀروسو نٿي ڪرين."

"مان توتي ڀروسو ڪريان ٿي، مگر اهڙي طرح ٻاهر وڃڻ مون کي سٺو نٿو لڳي."

جهانزيب ڪجهه دير خاموشي سان ان جو منهن ڏسندو رهيو. پوءِ ان اُميد جو هٿ جهلي ورتو. اُميد کي جڻ هڪڙو ڪرنٽ لڳو. ان اڄ تائين ڪڏهن اهڙي حرڪت ڪونه ڪئي هئي. اُميد بي اختيار پنهنجو هٿ واپس ڇڪي ورتو.

"جهانزيب! تون ڇا پيو ڪرين؟"

"ڇا پيو ڪريان؟ تنهنجو هٿ جهليو آهي. هاڻي تون ڇئي ڇڏ ته اهو به ٺيڪ ڪونهي." ان سخت لهجي ۾ چيو هيو.

"جهانزيب. مان اهڙي ڇوڪري ڪونه آهيان."

"هاڻي پنهنجي پارسائي جي باري ۾ واعظ شروع نه ڪجان. ڇئن پنجن سالن کان تون هن هاسٽل ۾ آهين. سڄو ڏينهن مردن سان گڏ ڪم ڪرين ٿي. منهنجي هٿ پڪڙڻ تي تو اهڙي طرح هٿ ڇڪيو آهي. جتي ڪم ڪندي آهين اتي خبر ڪونهي ڪيترن مردن تنهنجو هٿ پڪڙيو هوندو." اها بي يقيني مان جهانزيب جي منهن ۾ تڪڻ لڳي.

"ڇا اهي لفظ ان شخص ڇيا آهن جنهن سان مان محبت ڪريان ٿي." اها ڪوماڻل ڇهري سان سوچي رهي هئي.

"منهنجو هٿ ڪڏهن ڪنهن به ڪونه پڪڙيو آهي. مان مردن سان گڏ صرف نوڪري ڪندي آهيان ۽ اهو به انهي ڪري ته نوڪري ڪرڻ منهنجي مجبوري آهي، مگر مان آواره ڇوڪري ڪونه آهيان."

"مون توکي چيو آهي تہ پنهنجي پارسائي لاءِ مون کي ڪو واعظ نہ ٻڌائجان. مان ڪڏهن بہ اهو مڃي نٿو سگهان تہ مردن سان گڏ ڪم ڪرڻ واري ڪائي ڇوڪري مڪمل طور تي شريف هجي ۽ مان توکان تنهنجي شرافت يا پارسائي جو ثبوت گهرڻ ڪونہ آيو آهيان. تون ڇا ڪندي رهي آهين ان سان منهنجو ڪو واسطو ڪونهي. مان صرف اهو چاهيان ٿو تہ مان تنهنجو هٿ پڪڙيان تہ تون هٿ نہ ڇڏاءِ ۽ جيڪڏهن مان اهو گهران تہ مون سان گڏ ٻاهر هل تہ تون بغير ڪجهہ سوچڻ سمجهڻ جي مون سان گڏ هل. تنهنجي مڱيندي ۽ ٿيڻ واري مڙس جي حيثيت ۾ مان ايترو تہ حق رکان ٿو تہ تون منهنجي ڳالهہ مڃ. جيڪا ڇوڪري ٻاڻ سان گڏ ڪم ڪرڻ وارن ماڻهن تي نوازشون ڪري سگهي ٿي تہ پوءِ پنهنجي مڱيندي تي ڇو نہ."

اهو ان جي اکين ۾ اکيون وجهي وڏي رکائي سان چئي رهيو هيو ۽ اها ايتري ئي بي يقيني سان ان جو چهرو ڏسي رهي هئي.

"جهانزيب! توکي خبر آهي مان ڪهڙي خاندان سان تعلق رکان ٿي. منهنجي والد مون کي ڪهڙي تربيت ڏني آهي، پوءِ تنهنجي ذهن ۾ اهو شڪ ڇو آهي تہ هتي اچڻ کان پوءِ مان هتي سڀ ڪجهہ ڪندي رهي آهيان." هن ڏکاري ٿيندي ان کان پڇيو.

"نہ خاندان سان فرق پوي ٿو نہ ماءُ پيءُ جي تربيت سان ..... آزادي انسان کان گهڻو ڪجهہ ڪرائي ڇڏيندي آهي. مان بہ پارسا ڪونہ آهيان. ايترو عرصو ٻاهر رهندي مان بہ زندگي پنهنجي مرضي سان گذاريندو رهيو آهيان، هر ڳالهہ پنهنجي مرضي سان ڪندو رهيو آهيان."

"تون اهو سڀ ڪجهہ ڪندو رهيو هوندين مگر مون اهڙي ڪابہ ڳالهہ ڪونهي ڪئي. مان مسلمان آهيان، مون اهڙو ڪوبہ ڪم ڪونہ ڪيو آهي جنهن تي مون کي تنهنجي، پنهنجن گهر وارن يا الله جي سامهون پريشاني يا شرمندگي جو مقابلو ڪرڻو پيو هجي. منهنجي مذهب ۾ جيڪا ڳالهہ گناهہ آهي، ان کي مان گناهہ ئي سمجهندي آهيان ۽ ان کان بچندي رهي آهيان."

"مذهب گهڻي مدي خارج ("آئوٽ ڊيٽيڊ") شي آهي. ان جو سهارو منافق وٺندا آهن."

اها ان جو منهن ڏسندي رهجي وئي.

"تنهنجو ذهن ايترو قدامت پرست آهي جو تون اجوڪي دنيا ۾ هلي نٿي سگهين. مذهب جو سهارو وٺي جيڪي اخلاقي اقدار تو اپنايا آهن، اهي گهڻو اڳ ختم ٿي چڪا آهن. زندگي ۾ سڀ کان ضروري شي خوشي هوندي آهي ۽ انسان کي گهرجي ته خوشي حاصل ڪرڻ جي لاءِ جيڪو گهري ڪري. مذهب جي ديوار کي پنهنجي چوڌاري نه بيهاري مان پنهنجي زال ۾ اهي سموريون خوبيون ڏسڻ گهران ٿو جيڪي ڪنهن روشن خيال ۽ ڪليل ذهن عورت ۾ هجن ڇوته مون کي جنهن معاشري ۾ اٿڻو ويهڻو آهي اتي مون کي هڪڙي اهڙي ئي عورت گهرجي. تنهنجي شرافت نه منهنجي ڪم ايندي نه توکي مون سان گڏ هلڻ ڏيندي. اڄ ويهي منهنجين ڳالهين تي سوچ. سڀاڻي مان هن ئي وقت توکي وٺڻ ايندس." اهو ڪاوڙ ۾ چوندو اٿي هليو ويو.

*******

"تون بيوقوف آهين. اهو گڏ وٺي وڃڻ گهري ٿو هلي وڃ. ٿي سگهي ٿو اهڙي طرح ان جي ڪاوڙ جهڪي ٿي وڃي ۽ تنهنجو مسئلو ختم ٿي وڃي." ان رات عقيله ان جون سڀئي ڳالهيون ٻڌڻ کان پوءِ چيو.

"تون جيترو ان کان بچڻ جي ڪرين ٿي، ان جي ڪاوڙ ايتري وڌي رهي آهي. ظاهر آهي جيڪڏهن هڪڙو ماڻهو ڪنهن سان محبت ڪري، خاص طور تي ان جي لاءِ ٻئي شهر مان اچي ۽ اهو ماڻهو گڏ وڃڻ لاءِ به تيار نه هجي ته ڪاوڙ ته ايندي"

اُميد بيوسيءَ مان پنهنجي مٿي تي هٿ رکيا.

"اُميد! جتي محبت هجي اتي اهڙي طرح جا فضول ضد نه هجڻ گهرجن. تنهنجي ته هوئن به ايندڙ مهيني ان سان شادي ٿيڻ واري آهي. جيڪڏهن ان جي خواهش آهي ته تون ان سان گڏ ڪٿي گهمڻ لاءِ وڃين ته ڪهڙي خرابي آهي. هر مرد جي خواهش هوندي آهي ته اهو پنهنجي مڱيندي‌ءَ سان گڏ ڪٿي تفريح جي لاءِ وڃي. مگر تنهنجو ضد تنهنجي مستقبل تي اثرانداز ٿي سگهي ٿو. جيڪڏهن ڪاوڙ ۾ اچي ان توسان شادي ڪرڻ کان انڪار ڪيو ته تون ڇا ڪندينءَ."

"پليز عقيله! اهڙي ڳالهه نه چئو. اهو مون سان محبت ڪري ٿو. اسان جي مڱڻي کي نَوَ سال ٿيا آهن. ايتري ننڍي ڳالهه تي ته اهو ان کي ٽوڙي نٿو سگهي."

"ڪڏهن ڪڏهن مائٽيون ننڍين ننڍين ڳالهين تي ئي ناراض ٿي ويندين آهن."

"مان ان سان محبت ڪندي آهيان."

"انهيءَ لاءِ چوان ٿي تہ ان جي ڳالهہ مڃ. اهو ماني گڏجي کائڻ لاءِ توکي وٺي وڃڻ گهري ٿو هلي وڃ. اهو بہ خوش ٿي ويندو ۽ توهان جو جهيڙو بہ ختم ٿي ويندو."

عقيلہ هاڻي سمهڻ لاءِ ليٽي پئي هئي. پر اُميد سمهي نہ پئي سگهي. جهانزيب جي بدليل لهجي اڄ ان کي گهڻي تڪليف ڏني هئي. ان کي توقع ڪونہ هئي تہ ڪڏهن اهو ان سان اهڙي طرح جون ڳالهيون چئي سگهيو ٿي. ڇا ان کي ياد ڪونهي تہ اسان ٻنهي جو تعلق ڪيترو پراڻو آهي. اسان ٻئي هڪٻئي سان ڪيتري محبت ڪندا آهيون. هاڻي هڪڙي معمولي ڳالهہ کي اهو ايتري اهميت ڏئي اهڙيون ڳالهيون ڇو ٿو ڪري ڇا اسان جو رشتو ايترو ڪمزور آهي جو ان جي هڪڙي ڳالهہ نہ مڃڻ جي ڪري ٽٽي ويندو ۽ مان ..... مان هاڻي ڇا ڪريان؟ ان سان گڏ هلي وڃان يا وري .... ۽ جيڪڏهن مان ان سان نٿي وڃان تہ ڇا اهو واقعي مڱڻو ٽوڙي ڇڏيندو.

ان کي جهانزيب جي سردمهري وارو لهجو ياد آيو.

"ڇا عقيلہ جي ڳالهہ مڃڻ گهرجي. هڪڙو دفعو ان سان هليو وڃڻ گهرجي، پوءِ مان ان کي چئي ڇڏينديس تہ اهو مون کي ٻيهر پاڻ سان گڏ وڃڻ لاءِ مجبور نہ ڪري. اهڙي طرح ان جي ناراضگي ختم ٿي ويندي" اها ڪنهن فيصلي تي پهچڻ جي ڪوشش ڪري رهي هئي.

*******

ٻئي ڏينهن منجهند جو جهانزيب ان جي آفيس فون ڪيو.

"ٺيڪ آهي، مان اڄ شام توسان ڏنجي هلنديس مگر تون ٻيهر ڪڏهن مون کي اهڙي طرح پاڻ سان گڏ وڃڻ لاءِ مجبور نہ ڪجان."

ان شڪست خورده لهجي ۾ چيو. جهانزيب جو مُوڊ هڪدم خوشگوار ٿي ويو.

"ٺيڪ آهي يار! مان اڳتي ڪونہ چوندس، مگر هاڻي تہ تون مون سان گڏ هلجان ۽ پليز گهڻي سٺي نموني سان تيار ٿجان. مان توکي پاڻ سان گڏ پي. سي هوٽل وٺي وڃڻ گهران ٿو." اهو خبر نہ آهي ٻيو بہ ڇاڇا

چوندو رهيو هيو. ان جي گفتگو ٻڌڻ کان پوءِ ان ٻي جان هڻن سان فون بند ڪري ڇڏي.

شام جو اها ضمير جي ملامت جي باوجود تيار ٿيڻ لڳي هئي. عقيلہ ان فيصلي تي ان کي ساراهيو هيو. جهانزيب ستين بجي ان کي وٺڻ لاءِ اچي ويو هيو. اها ساڻس قدمن سان هلندي اچي اڳين سيٽ تي ويهي رهي.

"يارا هاڻي مُوڊ بہ ٺيڪ ڪري ڇڏ. ايتري خوبصورت لڳي رهي آهين مگر چهري تي ٻارهن وڄي رهيا آهن، ائين پيو لڳي ڄڻ تون مون سان گڏ ڪٿي تعزيت ڪرڻ لاءِ وڃين رهي آهين."

اها پاڻ کي جيترو شرمندو محسوس ڪري رهي هئي جهانزيب ايتروئي ٻهڪي رهيو هيو. ان جي ڪنن ۾ هرهر ٻي جو آواز اچي رهيو هيو ۽ ان کي ائين لڳي رهيو هيو ڄڻ ان جي ڳچيءَ جو ڦندو مسلسل تنگ ٿي رهيو هجي. جهانزيب ان کي پاڻ سان گڏ ٻي. سي هوٽل ۾ وٺي ويو. اهو مسلسل ان سان ڳالهيون ڪري رهيو هيو. ان جي سونهن جي تعريف ڪري رهيو هيو. ان جي لباس جي واکاڻ ڪري رهيو هيو. اڄ ٻهريون ڀيرو ان کي جهانزيب جي واتان اهو سڀ ڪجهه سٺو ڪونہ لڳي رهيو هيو. ان کي لڳو ٿي ڄڻ اتي ويٺل سڀئي ماڻهو ان کي ملامت ڪندڙ نظرن سان ڏسي رهيا هجن. ڄڻ اهي کِلندي هڪٻئي کي چئي رهيا هجن ڏسو اها بہ هڪڙي ٻي آوارا ڇوڪري آهي جيڪا پنهنجي عاشق سان گڏ گهمي رهي آهي. رات جو ائين بجي هوٽل ۾ ويٺي ان کي ائين لڳي رهيو هيو ڄڻ اها ڦاسي واري ڪوٺڙي ۾ ويٺي هجي. جيڪڏهن بابا اڄ زنده هجي ها تہ ڇا مون ۾ پوءِ بہ ايتري همت ٿئي ها تہ مان سيني جي اکين ۾ ڌوڙ وجهي هتي هن شخص سان ويٺي هجان ها. ماني کائيندي ان سوچ هن جي نڙيءَ ۾ ڪنڊا پري ڇڏيا هيا.

نوين بجي هوٽل ۾ ماني کائڻ کان فارغ ٿي جهانزيب ان کي هڪڙي آئيس ڪريم جي دوڪان تي آئيس ڪريم کارائي. ان کان پوءِ اهو بيمقصد رستي تي گهمڻ لڳو.

"جهانزيب! هاڻي مون کي واپس هاسٽل تي ڇڏ. يارهين بجي کان پوءِ هاسٽل ۾ مون کي ڪير بہ اندر اچڻ ڪونہ ڏيندو."

"توکي پريشان ٿيڻ جي ضرورت ڪونهي. مان پاڻ هاسٽل جي انتظاميہ وارن سان ڳالهائيندس." اهو بيحد مست هيو.

"ڇا اسان گھڻو تفريح ڪونهي ڪري ورتي. هاڻي ائين آواره گردي ڪرڻ ڪان بهتر آهي تہ تون مون کي هاسٽل تي ڇڏ."

ان ڪجھہ تنگ ٿيندي چيو. ان وقت اهو ڇاوڻي جي علائقي ۾ رستن تي ڪار هلائي رهيو هيو.

"يار! تون هرويرو پريشان ٿي رهين آهين..... چيوتہ ڇڏي ايندس."

ان ڪار ۾ لڳل ٽيپ جو آواز تيز ڪندي چيو. اها ماٺ ٿي وئي، اهو هن سان ڳالهيون ڪري رهيو هيو. ڳالهيون ڪندي ڪندي ان ڇاوڻي جي هڪڙي سنسان ۽ گھڻي قدر اونداهي گهٽي ۾ گاڏي بيهاري. اُميد پنهنجي ڪلهي تي ان جو دٻاءُ محسوس ڪيو هيو. خوف جي هڪڙي لهر ان جي اندر ڊوڙي وئي.

"جهانزيب! گاڏي هتي ڇو بيهاري ڇڏيئي؟" ان پنهنجي لهجي کي گھڻو نارمل رکندي چيو.

جهانزيب ڊيش بورڊ ۾ موجود ڊگيءَ مان هڪڙي بوتل ڪڍي رهيو هيو. ان جي هڪڙي ٻانهن هاڻي بہ اُميد جي ڪلهي تي هئي. ڪجھہ گھڙين لاءِ ان جي ڪلهي تان پنهنجو هٿ هٽائي ان بوتل کولي، پوءِ ان ٻيهر اُميد جي ڪلهي تي پنهنجي ٻانهن رکي.

"جهانزيب! هتان هل..... دير ٿي رهي آهي." ان کي پنهنجي جسم ۾ ڏڪڻي محسوس ٿي رهي هئي.

اهو پرسڪون انداز ۾ بوتل مان ڍُڪ ڀريندي مرڪندي ان کي ڏسڻ لڳو. مان گهٽ ۾ گهٽ اڄ رات توکي واپس ڇڏي اچڻ جو ڪوئي ارادو ڪونہ ٿو رکان."

اها ڳالهائي ڪونہ سگھي.

"وٺ، تون بہ پيءُ." ان ئي اطمينان سان ڳالهائيندي ان بوتل ان جي چپن سان لڳائي.

اُميد هڪڙي هٿ سان بوتل کي پنهنجي منهن کا پري ڪري ڇڏيو.

"جهانزيب! مون کي هڪدم واپس ڇڏي اچ." هن ڀيري ان وڏي آواز ۾ چيو.

"مون چيو آهي تہ گهٽ ۾ گهٽ اڄ رات مان توکي واپس ڇڏي ڪونہ ايندس. هتان تون مون سان گڏ ان هوٽل تي هلنديئن جتي مان ترسيل آهيان. پوءِ سڀاڻي توکي مان واپس ڇڏي ايندس." اهو پرسڪون انداز ۾ ان کي پنهنجو منصوبو ٻڌائي رهيو هيو.

"تون پاڳل ٿي ويو آهين، مان توسان گڏ ٻه ڪونه وينديس." ان هڪدم پنهنجي ڪلهي تان ان جو هٿ هٽائي رڙ ڪئي.

"تون مون سان گڏ اچي وئي آهين. هوٽل نه هلنديئن ته به ٺيڪ آهي. اسان هتي رهنداسين."

اهو هاڻي به بوتل مان ڍڪ پري رهيو هيو. اها ڪجهه گهڙيون بيوسيءَ مان ان کي ڏسندي رهي، پوءِ ان هڪدم دروازو کولي گاڏي مان نڪرڻ گهريو. جهانزيب هڪڙي سٽ سان ان کي اندر ڇڪي ورتو. گاڏي جو دروازو ان ئي تيزي سان بند ٿي ويو. پوءِ ان اُميد جي منهن تي هڪڙي زوردار چماٽ وهائي ڪڍي.

"ڪوئي ڊرامو ڪرڻ جي ضرورت ڪونهي."

"جيڪڏهن تو مون سان ڪا بدتميزي ڪئي ته مان رڙيون ڪنديس."

"ته رڙيون ڪر .... نڙي ڦاڙ .... مان ڏسڻ ٿو گهران تون ڇا ٿي ڪري سگهين؟" ان به رڙ ڪندي چيو.

اُميد هڪڙو دفعو وري گاڏي مان ٻاهر نڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. جهانزيب پنهنجو هڪڙو هٿ ان جي پاسي واري دروازي جي هينڊل ۾ وجهي گاڏي چالو ڪري ڇڏي.

"هاڻي ڇا ڪنديئن؟ هلندڙ گاڏي مان ٽپو ڏينديئن؟" ان دروازي جي هينڊل تان هٿ ڪڍي ان کي پنهنجي طرف ڇڪيندي چيو. گاڏي تيز رفتاري سان سڙڪ تي ڊوڙي رهي هئي ۽ تڏهن ئي انهن پنهنجي پٺيان هارون وڄڻ جو آواز ٻڌو.

جهانزيب هڪدم ان کي ڇڏي پٺيان ڏسڻ واري آئيني (سائيڊ گلاس) ۾ ڏٺو. ملٽري پوليس جا ٻه سپاهي هڪڙي موٽرسائيڪل تي انهن جي پٺيان اچي رهيا هيا. موٽرسائيڪل تيزرفتاري سان هلندي انهن کان اڳ ڪڍي اڳيان بيهي رهي.

مان انهن کي چوندس ته تون منهنجي زال آهين ..... ۽ جيڪڏهن تو ان ڳالهه کان انڪار ڪيو ته ....." گاڏي روڪيندي اُميد جهانزيب کي چوندي ٻڌو. ٻئي سپاهي هاڻي جهانزيب کي دروازو کولي ٻاهر نڪرڻ لاءِ چئي رهيا هيا.

"مگر مسئلو ڇا آهي؟" ان دروازو کولڻ جي بجاءِ شيشو هيٺ ڪندي چيو.

"توهان ٻئي گاڏي جي اندر ڇا ڪري رهيا هيا؟" ملٽري پوليس جي ان سپاهي دري مان اندر جهاتي پائيندي تيز ۽ ڪڙڪيدار آواز ۾ انهن ٻنهي کان پڇيو.

"اسان ٻئي زال مڙس آهيون." جهانزيب آواز کي پرسڪون ڪندي چيو.

"ڇا بيبي! هي تنهنجو مڙس آهي؟" سپاهي ان ڀيري اُميد کان پڇيو. ان جا حواس اڃا تائين بحال ڪونه ٿيا هيا ۽ شايد اهي ان جي چهري جا تاثرات ئي هيا جن سارجنٽ جي لهجي کي سخت ڪري ڇڏيو.

اُميد جي جواب جو انتظار ڪرڻ کان سواءِ ان جهانزيب کي گاڏي مان نڪرڻ لاءِ چيو. جهانزيب ٻاهر نڪرڻ کان اڳ اُميد تي هڪڙي تيز نظر وڌي ۽ گاڏي مان ٻاهر نڪري ويو. ان جي ٻاهر نڪرندي سارجنٽ پيرن جي جاءِ تي پيل بوتل کي ڏسي ورتو. جهانزيب جي نڪرڻ سان ئي سارجنٽ اڳتي وڌي بوتل کڻي ورتي. اُميد پهريون دفعو جهانزيب جو رنگ ڦرندي ڏٺو. بوتل جو جائزو وٺندي سارجنٽ جي چهري تي هڪڙي طنزيہ مرڪ ظاهر ٿي.

"زال سان گڏ سڙڪ تي شراب پي رهيو هئين؟"

اڳتي وڌي ان سپاهي اُميد کي هڪڙو ٻيو ڀيرو ڏٺو ۽ ان کي پوئين سيٽ تي ويهڻ لاءِ چيائين. اها ٻي جان قدمن سان هلي پوئين سيٽ تي ويهي رهي. هڪڙو سپاهي جهانزيب سان گڏ ويٺو ۽ انهن ٻنهي کي ملٽري پوليس جي هيڊڪوارٽر وٺي آيا.

اُميد کي هڪڙي الڳ ڪمري ۾ ويهاريو ويو. جهانزيب کي ڪيڏانهن وٺي ويا، ان کي خبر ڪونہ هئي. ملٽري پوليس جو هڪڙو آفيسر سخت لهجي ۾ ان کان جهانزيب ۽ ان جي باري ۾ پڇڻ لڳو. ان جو ذهن هاڻي بہ مائوف هيو. اٽڪلاڪ جي اندر اندر ان سان ڇا ٿي ويو هيو ان جي سمجهہ کان ٻاهر هيو. جهانزيب جو هڪڙو نئون چهرو ۽ هاڻي هي نئين جاءِ ۽ ايندڙ ڏينهن اخبار جي هڪڙي نئين سرخي. اها گم سم ان آفيسر جو منهن ڏسندي رهي. خبر نہ آهي ان آفيسر کي ان تي ترس آيو هيو يا اهو سمجهي ويو هيو تہ اها صدمي واري حالت ۾ آهي، ان ڪمري ۾ موجود هڪڙي ماڻهوءَ کي پاڻي آڻڻ لاءِ چيو. ان پاڻي جا ڪجهہ ڍُڪ پيئتا ۽ سامهون ويٺل آفيسر کي ڏسڻ لڳي.

هڪدم جڻ ان جا حواس بحال ٿي ويا. آفيسر جي ڪجهہ پڇڻ کان اڳ ۾ ئي ان هٻڪندڙ ۽ وچڙندڙ آواز ۾ سڀ ڪجهہ ٻڌائڻ شروع

ڪري ڇڏيو. اها جهانزيب سان ڇو وئي؟ جهانزيب ڪير هيو. ان ڪان پوءِ ڇا ٿيو سڀ ڪجهہ اُن جو خيال هيو آفيسر ڪي ان جي ڳالهہ تي يقين ڪونہ ايندو. توقع جي خلاف آفيسر خاموش رهيو. ان جون سموريون ڳالهيون ٻڌڻ ڪان پوءِ ان گهنٽي وڄائي ٻاهر بيٺل فوجي ڪي اندر سڏيو.

”هن ڇوڪريءَ ڪان هن جي ايڊريس پڇي اتي ڇڏي اچ.“ ان ڪي پنهنجن ڪنن تي يقين ڪونہ آيو.

”اڳتي لاءِ توهان احتياط ڪجو اهڙي طرح رات جي وقت مڱيندي سان وڃڻ بہ مناسب ڪونهي هوندو.“

اها ڪجهہ چوڻ ڪان سواءِ بي يقيني جي حالت ۾ ٻاهر نڪري آئي. ”ڇا واقعي اهي مون ڪي ڇڏي رهيا آهن.“ اها هاڻي بہ شش و پنج ۾ مبتلا هئي. مگر فوج جي هڪڙي جيپ ۾ ويهاري اهو فوجي نہ صرف ان ڪي هاسٽل تي ڇڏي ويو پر ان چوڪيدار ڪان گيٽ کولرائي ان ڪي اندر بہ موڪلرايو.

عقيلہ پنهنجي ڪمري ۾ ان جي انتظار ۾ هئي. ان جي چهري تي ڪا اهڙي ڳالهہ ضرور هئي جو اها ڇرڪي وئي.

”ڇا ٿيو؟“ اُميد جواب ڏيڻ جي بجاءِ بستري تي ويهي پنهنجا جوتا لاٿا. پوءِ آهستي آهستي اها پنهنجا سمورا زيور لاهڻ لڳي.

”اُميد، ڇا ٿيو؟ سڀ ڪجهہ ٺيڪ تہ آهي؟“ اها اٿي ان وٽ اچي وئي. اُميد خالي نظرن سان ان جو چهرو ڏسن لڳي، پوءِ هڪدم عقيلہ سان چنبڙي ان وڏي آواز ۾ روئڻ شروع ڪيو. عقيلہ ان جي انهي حرڪت ڪان گهبرائي وئي.

ان ڪي پاڻ سان چنبڙائي دلاسو ڏيندي اها ان ڪان روئڻ جو سبب پڇندي رهي. گهڻي دير تائين روئڻ ڪان پوءِ ان سڏڪن ۽ هڇڪين جي وچ ۾ پاڻ سان ٿيڻ وارو سمورو واقعو ان ڪي ٻڌائي ڇڏيو. ان جو خيال هيو عقيلہ جهانزيب ڪي گهٽ وڌ ڳالهائيندي هن ڪي ان ڪان مڱڻو ٽوڙڻ لاءِ چوندي. ائين ڪونہ ٿيو هيو. ان جي سموري ڳالهہ ٻڌڻ ڪان پوءِ ان هن ڪي پاڻ ڪان پري ڪيو.

”تنهنجي بيوقوفي جي ڪري جهانزيب پڪڙجي ويو.“ اها بي يقيني مان ان جي جملي تي ان جو منهن تڪڻ لڳي.

”منهنجي بيوقوفي جي ڪري؟“

”ها، تنهنجي بيوقوفي جي ڪري، جڏهن ان توکي چيو هيو تہ تون سارجنٽ کي چئو تہ تون ان جي زال آهين تہ تون خاموش ٿي رهيئن ۽ بعد ۾ تو ملٽري پوليس جي هيڊڪوارٽر پهچي سڀ ڪجھ ٻڌايو.“

”عقيل! تون سمجهين ٿي، اهو مون سان ڇا ڪري رهيو هيو؟“

”ڇا ڪري رهيو هيو؟“ عقيل ان جي اکين سان اکيون ملائي پڇيو. اها ان جو چهرو ڏسندي رهي.

”اهو جيڪو ڪجھ بہ ڪري رهيو هيو فطري آهي. تنهنجي شادي ان شخص سان ٽٽي آهي ۽ اها بہ ڪجھ هفتن جي اندر. پوءِ ان جو اهو مطالبو ڪو اهڙو غير مناسب ڪونہ هيو.“

اها خوف مان عقيل جو چهرو ڏسندي رهي، اها هن کي ڇا چئي رهي هئي.

”توهان ٻئي جوان آهيو. اها ڪا اهڙي ڳالھ ڪونہ هئي جنهن تي توکي ايترو هنگامو ڪرڻو هيو. هاڻي ڪجھ سوچ، اهو ويچارو تہ ڦاسي ويو.“

عقيل اطمينان سان چئي رهي هئي. اها ڦڪي ٿيل چهري سان ان کي ڏسندي رهي.

”اُميد! مون کي اهڙي طرح نہ ڏس. مان ڪا اهڙي ڳالھ ڪونہ ڪري رهي آهيان جيڪا ناممڪن هجي. تون ٿي چوندي رهي آهين مون کي تہ تون ان سان محبت ڪرين ٿي ۽ اها محبت نَو سال پراڻي آهي، اهو بہ تو سان محبت ڪري ٿو. اهڙي طرح جهڙي طرح تون ....، تنهنجي لاءِ اهو ٻاهران واپس اچي ويو. ان جيڪڏهن توکان هڪڙو مطالبو ڪيو تہ مان نٿي سمجهان اهو غلط هيو.“

اُميد ٽپو ڏئي اٿي بيٺي ”جيڪڏهن منهنجي جاءِ تي تون هجين ها ۽ جهانزيب جي جاءِ تي شفيق هجي ها تہ تون ڇا ان جي ڳالھ مڃين ها.“ اها مشتعل ٿي وئي.

”ها، بلڪل مڃان ها. جنهن شخص سان محبت هجي، ان شخص جي ڳالھ مڃڻي پوندي آهي.“

”چاهي اها ڳالھ غلط هجي؟“

”ها، چاهي اها غلط هجي. مون چيو نہ، سچي ڳالھ محبت جي هوندي آهي. انسان کي محبت هجي تہ ان جي بدلي ۾ ڪجھ نہ ڪجھ تہ قربان ڪرڻو پوندو آهي.“ اها بي يقيني مان ان جو منهن ڏسندي رهي.

"ڇا، محبت جي بہ قيمت هوندي آهي؟" ان کي پنهنجو آواز ڪنهن کوھہ مان ايندي پڌرڻ ۾ آيو.

"محبت جي ئي تہ قيمت هوندي آهي." عقيلہ ان جي اکين ۾ اکيون وجهي چئي رهي هئي.

"توکي خبر آهي عقيلہ، تون ڇا چئي رهي آهين؟"

"ها، مون کي خبر آهي، مان ڇا چئي رهي آهيان."

"تنهنجو مطلب آهي مون کي ان شخص جي ڳالهہ مڃڻ گهرجي هئي."

"ها، بلڪل مڃڻ گهرجي هئي."

"مان اهو سڀ نٿي ڪري سگهان."

"ڇو نٿي ڪري سگهين، توکي تہ ڊپ نہ ڪرڻ گهرجي تہ ڪٿي اهو توکي ڇڏي نہ وڃي، اهو تہ توسان شادي ڪري رهيو آهي..... نَوَ سالن کان اهو شخص توسان گڏ آهي. تنهنجي هر تڪليف ۾ ان تنهنجو ساٿ ڏنو. مگر تون ان کي مصيبت ۾ ڦاسائي آئيئن. ڇوڪريون تہ پنهنجن دوست ڇوڪرن سان هليون وينديون آهن ۽ تون پنهنجي مڱيندي سان .... آخر اهو توسان شادي ڪري رهيو آهي..... پوءِ ڪهڙو مسئلو آهي."

"ڳالهہ شادي جي ڪونهي. ڳالهہ تہ گناھہ جي آهي. مان گناھہ نٿي ڪري سگهان. منهنجي مذهب ۾ اهو سڀ جائز ڪونهي." اها هيانءَ ڦاڙي روئڻ لڳي.

"مذهب کي زندگي کان الڳ ڪري ڏس ..... جيڪي اخلاق اسان کي مذهب سيکاري ٿو اهي معاشري ۾ لاڳو نٿا ٿين. زندگي ۾ گناھہ ۽ ثواب جي چڪر ۾ پئي هونديئن تہ توکي ڪجهہ بہ ڪونہ ملندو. اُمِيد! منهنجي ڳالهہ لکي ڇڏ. توکي ڪجهہ بہ ڪونہ ملندو گهٽ ۾ گهٽ محبت تہ ڪونہ. اسان ايڪيهين صدي ۾ رهون ٿا. عورت کي پنهنجي زندگيءَ جي فيصلن جي آزادي هجڻ گهرجي ۽ ان آزاديءَ جو استعمال ڪرڻ گهرجي. تون بہ اڄوڪي زماني جي عورت آهين. پنهنجو پاڻ کي انهن فضول رسمن ۽ رواجن کان آزاد ڪر. گهٽ ۾ گهٽ محبت کي گناھہ ۽ ثواب جي دائري مان ڪڍي ڇڏ. محبت کي محبت رهڻ ڏي."

اها وهندڙ لڙڪن سان ان جو چهرو ڏسندي رهي. اها سڀ ڪجهہ وڏي بي پرواهي سان چئي رهي هئي. اُمِيد سڄي رات پنهنجي بستري تي اوڪڙو ويني روئيندي رهي. ان جي سمجهہ ۾ ڪجهہ بہ نٿي آيو. ان

ڇا ڪيو؟ ڇو ڪيو. جهانزيب سان ڇا ٿيندو. ان کي ڇڏي ڏنو هونداءُون يا پوءِ اهو واپس هليو ويو هوندو ۽ جڏهن اهو ڇٽي ويندو تہ اهو ڇا ڪندو.

اها شديد مايوسي جو شڪار هئي. ٻئي ڏينهن جهانزيب فون ڪونہ ڪيو. ٻہ ڏينهن ٻيا بہ گذري ويا. ان کي ائين لڳي رهيو هيو ڄڻ اها ڦاسي جي ڦندي تي لڏي رهي آهي.

*******

چوٿين ڏينهن رات جو اٽڪل ڏهين بجي عقيلہ جي فون تي ان ڪال ڪئي.

"اُمِيد! جهانزيب جي فون آهي." عقيلہ دعا سلام ڪرڻ سان ئي فون ان کي ڏني. ڪنبندڙ هٿن سان ان فون ورتي.

"هيلو." ان هٻڪندڙ آواز ۾ چيو.

"سڀاڻي رات جو ائين بجي مان توکي وٺڻ ايندس ۽ سڀاڻي رات تون مون سان گڏ رهنديئن."

"جهانزيب! مان."

ان رُڪي آواز ۾ اُمِيد جي ڳالهہ ڪٽي ڇڏي.

"پهريان منهنجي ڳالهہ ٻڌ. پوءِ مان تنهنجي ٻڌندس. ائين بجي تون گيٽ تي اچي وڃجان ۽ جيڪڏهن سڀاڻي تون مون سان گڏ هلڻ لاءِ تيار نہ ٿي تہ پوءِ مان توسان شادي ڪونہ ڪندس. اسان جو رشتو ختم ٿي ويندو. هاڻي تون اهو طئي ڪري ڇڏجان تہ تون منهنجي ڳالهہ مڃينديئن يا پوءِ......"

"توکي خبر آهي تون مون کان ڪهڙو گناهہ ڪرائڻ ٿو گهرين." اها بي اختيار سڏڪا ڀرڻ لڳي.

"ها، ڪرائڻ ٿو گهران، پوءِ؟" ان جو لهجو گهڻو جارحاڻو هيو.

"جهانزيب! توکي ڇا ٿي ويو آهي؟"

"جيڪو بہ ٿيو آهي، ٺيڪ ٿيو آهي. مان ڏسڻ ٿو تہ گهران توکي مون سان ڪيتري سحبت آهي."

"توکي خبر آهي، مان توسان ڪيتري محبت ڪريان ٿي."

"پوءِ ٺيڪ آهي. منهنجي ڳالهہ مڃ."

"اسان جي مذهب ۾ اهو جائز ڪونهي. اهو حرام آهي."

"مون کي مذهب ۾ ڪائي دلچسپي ڪونهي ۽ پيهر مون سان مذهب جي باري ۾ ڳالهه نہ ڪجان."

"جهانزيب مان اهڙو ڪم ڪري الله جي سامهون ڪيئن ويندس...."

"تہ ٺيڪ آهي. منهنجي ڳالهہ نہ مڃ ۽ مون کي ڇڏي ڏي..... مون کان بغير رهي سگهين ٿي؟"

"نہ مان نٿي رهي سگهان." اها سڏڪا ڀرڻ لڳي.

"تہ ٺيڪ آهي پوءِ منهنجي ڳالهہ مڃ."

"نہ مان اها ڳالهہ نٿي مڃي سگهان."

"ان جي باوجود تہ مان توسان شادي ڪرڻ وارو آهيان، ڇا توکي اهو خوف آهي تہ مان توسان شادي ڪونہ ڪندس. جيڪڏهن انهي خوف جي ڪري تون......"

"مون کي ڪوبہ خوف ڪونهي. مون کي صرف الله جو خوف آهي. الله اهڙين ڳالهين کان نفرت ڪري ٿو مون کي اهڙو بي مانو نہ ڪر جو مان تنهنجي سامهون زندگي ۾ پيهر ڪڏهن نظرون کڻي نہ سگهان، نہ پنهنجي وجود تي نظر وجهي سگهان."

"تون جنهن هاسٽل ۾ رهين ٿي ان هاسٽل جي ڪنهن بہ ڇوڪري کي مان جيڪڏهن محبت جي ڄار ۾ ڦاسايان تہ مان جتي بہ چاهيان گهرائي سگهان ٿو. ايسٽائين جو تنهنجي انهي دوست عقيلہ کي بہ ۽ مونکي اهڙيون ئي ڇوڪريون پسند آهن جيڪي دلير (بولڊ) هجن، فيصلو ڪري سگهن. جنهن معاشري ۾ مان اٿان ويهان ٿو ان ۾ هلي سگهن. تو وانگر گناهہ ۽ ثواب جا رسا ڳچيءَ ۾ لٽڪائڻ واريون ڇوڪرين سان مونکي ڪابہ دلچسپي ڪونهي. انهيءَ ڪري مس اُميد عالم! اڄ اوهان اهو فيصلو ڪري ڇڏيو تہ توهان کي جهانزيب عادل جي محبت گهرجي يا توهان مذهب کي ڳچيءَ جو هار ڪري ڦرنديون، توهان کي زندگي مون سان گڏ گذارڻي آهي يا پنهنجن اخلاقي اقدارن (ڪوڊ آف ايٿڪس) کي ڪنيون ڦرندو رهڻو آهي. محبت ۽ مذهب مان هڪڙي شي جي چونڊ ڪر. ان سان گهٽ ۾ گهٽ منهنجي زندگي گهڻي اسان ٿي ويندي، فون بند ٿي ويو هيو.

عقيلہ سڄي رات ان کي سمجهائيندي رهي. ان کي ٻڌائيندي رهي تہ جهانزيب کان بغير زندگي ان جي لاءِ ڪيتري مشڪل ٿي ويندي ڇا

اها هڪڙي اهڙي شخص کان سواءِ زندگي گذاري سگهندي جيڪو ان سان محبت ڪندو آهي. نَوَ سال جنهن سان گڏ ان پنهنجي هر خواهش، هر خواب جو حال اوريو آهي. جنهن جو ساٿ ان جي گهر وارن جو مستقبل سنواري سگهي ٿو ۽ جيڪڏهن ..... اها ان شخص کي ڇڏي ٿي ته پوءِ ..... پوءِ ان کي ڪير ملي سگهندو. وچولي طبقي (مڊل ڪلاس) جي خاندان جي هڪڙي ڇوڪريءَ کي ان جي گهر وارن جي ذميواريءَ سان گڏ ڪير قبول ڪندو.

اها خالي نظرن سان ان جو چهرو ڏسندي رهي.

"جهانزيب ..... ها، جهانزيب کان سواءِ مان ڪيئن ٿي رهي سگهان. ڪيئن برداشت ڪري سگهنديس ته اهو شخص منهنجو نه رهي، جنهن کي نَوَ سال مون رات ڏينهن پنهنجن خوابن ۾ ڏٺو آهي ..... جنهن سان محبت ڪئي آهي ..... مان ته ان کان سواءِ زنده نٿي رهي سگهان. يا الله! مون کي خبر آهي ته اهو گناهه آهي مگر اهو هڪڙو گناهه منهنجي زندگي تباهه ٿيڻ کان بچائي سگهي ٿو. سڀ ڪجهه بچائي سگهي ٿو."

ان پنهنجي ڳچيءَ جي چوڌاري ويڙهيل رسي کي ڇڪڻ شروع ڪري ڇڏيو.

ٻئي ڏينهن شام جو عقيله پاڻ ان کي تيار ڪرڻ شروع ڪيو هيو. اها ڇهه ان جي هٿن ۾ ڪٺ پتلي هئي. ائين بجي عقيله جي فون جي گهنٽي وڄڻ لڳي. اُمِيد جي دل ٻڏڻ لڳي.

"ها، اها اچي ٿي." عقيله جهانزيب سان ڳالهائڻ کان پوءِ فون بند ڪري ڇڏيو.

"اهو گيٽ تي تنهنجو انتظار ڪري رهيو آهي، وڃ." اها پنهنجي ڪمري مان ٻاهر نڪري آئي. هاسٽل جا چپر وارا اڱڻ (لان) اونده ۾ ٻڏل هيا. ڪٿي ڪٿي ٻرندڙ بلب اونداهي کي مڪمل طور ختم ڪرڻ ۾ ناڪام ٿي رهيا هيا. پريرو هاسٽل جو گيٽ ان وقت ان کي هڪڙي ڀوت وانگر لڳي رهيو هيو. اها هلندي هلندي بيهي رهي.

"ڇا مون کي خبر آهي ته مان ڇا وڃائڻ وڃي رهي آهيان ۽ جيڪڏهن مان اهو گيٽ پار نٿي ڪريان ته ..... ته ڇا مان ان شخص کان بغير رهي سگهنديس."

ان قدم وڌائڻ جي ڪوشش ڪئي.

"تہ اُميد عالم! تون اڄ اهو ڪرڻ وڃي رهي آهين. جنهن جي ڪري تنهنجو پيءُ پنهنجي زندگي ۾ خودڪشي ڪري ڇڏي ها. ڇا سچي عمر اهو انهيءَ لاءِ تنهنجي آڳر پڪڙي توکي هلائيندو رهيو تہ سامهون کوهہ اچڻ تي تون اکيون بند ڪري ان ۾ ٽپو ڏئي ڇڏ. ڇا تنهنجي پيءُ جي آواز جو نقش ايترو ڪمزور هيو."

ان چپ پڪوڙي ڇڏيا. "مگر مون وٽ ڪوئي ٻيو رستو ڪونهي. مون ان شخص سان ايتري محبت ڪئي آهي جو هاڻي ان کان سواءِ رهڻ منهنجي لاءِ ممڪن ئي ڪونهي." ان پنهنجن ڳلن تي آلاڻ محسوس ڪئي.

"مسلمان ٿي ڪري تون اهو ڪرڻ وڃي رهي آهين جيڪو...... اُميد! ڇا تون الله کي منهن ڏيکاري سگهنديئن."

ان پنهنجي وجود مان سموري همت نپوڙجندي ڏٺي هئي. "مگر الله ڄاڻي ٿو مان مجبور آهيان ۽ اهو معاف بہ تہ ڪندو آهي، ڇا مون کي معاف ڪونہ ڪندو؟"

ان دل کي دليل سان سمجهائڻ گهريو.

"۽ جيڪڏهن الله ان گناهہ جي ڪري توکي معاف نہ ڪيو تہ؟"

ان کي پنهنجن پيرن ۾ زنجير لڳل محسوس ٿيا. "۽ پاڪيزگي تہ صرف الله ئي عطا ڪندو آهي."

پنهنجي پيءُ طرفان اڪثر پڙهايو ويندڙ هڪڙي آيت جي ترجمي ان کي ڏڪائي ڇڏيو.

"تہ ڇا مان پاڪيزگي کي ڇڏي پنهنجي وجود کي گندگي ۾ ڌڪڻ لاءِ وڃي رهي آهيان. مگر الله ڄاڻي ٿو مان مجبور آهيان." ان پنهنجي ملامت ڪندڙ ضمير کي هڪڙو ٻيو بهانو پيش ڪيو.

"توکي الله کان ڇو خوف نٿو اچي اُميد .....؟ گناهہ کي سمجهڻ جي باوجود تون ان طرف وڃڻ گهرين ٿي ۽ توکي آس آهي تہ اهو توکي معاف ڪري ڇڏيندو. دين ۾ صرف بہ رستا هوندا آهن، چڱائي جو يا برائي جو. گناهہ جو يا ثواب جو. تون ڪهڙو ٽيون رستو ڳولڻ وڃي رهي آهين. گناهہ ڪرڻ کان اڳ ۾ ئي پاڻ کي بخشرائڻ گهُرين ٿي. ڇا اهڙي طرح تنهنجو گناهہ ثواب ۾ بدلجي ويندو؟"

ان جي بيقراري وڌندي پئي وئي. سامهون نظر اچڻ وارو گيٽ هڪدم گهڻو پري ڏسڻ ۾ پئي آيو.

"ڇا مان به انهن ڇوڪرين منجهان ٿي وڃان جيڪي ..... هڪڙي طوائف ۽ مون ۾ ڪهڙو فرق ٿي ويندو. اهي دولت جي لاءِ ۽ مان، مان محبت جي لاءِ....."

ان جي لونڊڙين مان درد جي هڪڙي لهر گذري وئي.

"محبت جي ايتري وڏي قيمت ڏيڻ کان پوءِ مون وٽ ته پنهنجو وجود به ڪونه هوندو. ڇا مذهب، ڇا خدا، ڇا اخلاقيات، منهنجي حيثيت (اوقات) ته هڪڙي ڪوٺي سڪي جيتري به ڪونه رهندي. منهنجو پيءُ پنهنجي سڄي عمر جنهن وجود تي آيتون پڙهي شوڪاريندو رهيو ان ۾ مان گندگي ڪيئن ڀريان. ايترا سال پنج وقت نمازن ۾ پنهنجي لاءِ پاڪيزگي ۽ هدايت جون دعائون گهرندي رهڻ کان پوءِ هاڻي مان ڪيڏانهن وڃي رهي آهيان. ڇا الله منهنجي دل تي مُهر هڻي ڇڏي آهي يا، ان گيٽ کي پار ڪرڻ کان پوءِ مُهر هڻي ڇڏيندو."

ان کي ڏاڍو گهڻو خوف ٿيو. ان جو سمورو وجود زنجيرن ۾ قيد ٿيندو پئي ويو.

"ٻاهر اهو شخص آهي جنهن کان وڏيڪ مون ڪنهن سان محبت ڪونهي ڪئي، ته وري اندر عافيت آهي، امان آهي ۽ ايمان آهي. انهي چوديواري کي پار ڪرڻ کان پوءِ محبت ملي ويندي پر ايمان ....."

ان جون لونڊڙيون سور ڪري ڦاٽي رهيون هيون. خالي نظرن سان ان سامهون گيٽ کي ڏٺو پوءِ پنهنجي پٺيان ڦري هاسٽل کي ڏٺائين.

"جڏهن تون حيا نه ڪرين ته جيڪو وڻي ڪر."

پنهنجي پيءُ جي زباني گهڻائي دفعا ٻڌل حديث ان کي ياد آئي هئي.

ان گيٽ کي هڪڙو ڀيرو وري ڏٺو..... فيصلو ٿي ويو هيو..... بي جان وجود سان اها ڇپر واري اگهڻ (لان) جي هڪڙي اونداهي ڪنڊ ۾ وڃي ويهي رهي. هٿ وڌائي ان وارن ۾ لڳل بڪل ڪڍي ورتو. پرس مان ٽشو ڪڍي ان چپ صاف ڪيا. پنهنجن هٿن ۽ ڳچيءَ ۾ پاتل زيور هڪ هڪ ڪري لاهي ان پرس ۾ وڌا. پنهنجي هٿ ۾ پاتل مڱڻي واري منڊي کي ان آخري ڀيرو ڏٺو پوءِ ان کي به لاهي ڇڏيائين.

زندگي ۾ ڪڏهن ان ايتري خاموشي، ايتري اونداهي، ايتري پوست ڪونہ ڏٺي هئي جيتري ان رات لان جي ان اونداهي ڪنڊ ۾ ويهي ان محسوس ڪئي هئي. ان کي ياد ڪونهي اها اتي ڪيتري دير تائين ويٺي رهي هئي. خشڪ اکين ۽ خالي نظرن سان ان لان جي روشني تي هلندڙ چوڪرين کي آهستي آهستي غائب ٿيندي ڏٺو هيو. رات جي اونداهي وڌندي وئي هئي. پوءِ ان ۾ مڪمل ماٺ ڇانئجي وئي هئي.اها پنهنجي جاءِ تان اٿي بيٺي. پنهنجي ڪمري ڏانهن واپس وڃڻ جي بجاءِ اها گيٽ ڏانهن وئي هئي. ان کي خبر هئي تہ گيٽ جي ٻاهران اهو ڪونہ هوندو نہ ئي وري ڪڏهن ٻيهر ايندو. پري کان ڪنهن مورتي وانگر پنڌپاهڻ تي اها گيٽ کي ڏسندي رهي، پوءِ واپس پنهنجي ڪمري ۾ اچي وئي. ڪمري ۾ داخل ٿيڻ مهل عقيلہ جن نظرن سان ان کي ڏٺو هيو انهن ۾ ڇا هيو، ان کي خبر هئي. اها جهانزيب جي فون کان پوءِ ان کي پوري هاسٽل ۾ ڳوليندي رهي هوندي، اها ان ڳالهہ کان بہ واقف هئي ۽ هاڻي شايد اها اُميد جي شڪل بہ ڏسڻ نہ گهرندي هوندي، عقيلہ هٿ ۾ جهليل ڪتاب کي وري پڙهڻ ۾ مشغول ٿي وئي. اُميد خاموشي سان پنهنجا ڪپڙا تبديل ڪيا ۽ پنهنجي بستري تي وڃي سمهي پئي.

صبح جو فجر جي نماز کان پوءِ دعا گهرڻ لاءِ هٿ کڻڻ تي ان کي ياد آيو تہ هاڻي ان وٽ دعا گهرڻ لاءِ ڪجهہ ڪونہ رهيو هيو. سڀ ڪجهہ ختم ٿي ويو هيو. اها دعا گهرڻ کان سواءِ مصلي تان اٿي وئي. نماز پڙهڻ کان پوءِ آفيس وڃڻ لاءِ تيار ٿيڻ جي بجاءِ اها پنهنجي بستري تي ليٽي پئي. عقيلہ اٺين بجي معمول مطابق پنهنجي آفيس وڃڻ لاءِ اٿي هئي. ان وقت بہ ان اُميد کي جاڳندو ڏسڻ جي باوجود ان سان ڪونہ ڳالهايو. ان جي آفيس وڃڻ کان پوءِ اُميد اها بئگ ڪڍي جنهن ۾ نون سالن دوران ان جي طرفان مليل وارا سمورا خط ۽ ڪارڊ رکيل هيا. ڪمري ۾ موجود هيٽر کي ٻاري(آن ڪري) ان سمورا ڪاغذ ساڙي ڇڏيا. ڪمري جو پورو فرش خاڪ سان ڀرجي ويو هيو. اها ڪمري جي ڀت سان ٽيڪ لڳائي ٻنهي هٿن سان مٿو پڪڙي واري واري سان هر خط هر ڪارڊ کي سڙندو ڏسندي رهي. سڀ ڪجهہ سڙڻ کان پوءِ اها گهڻي دير تائين ڪمري ۾

پڪڙيل خاڪ تي نظرون ڄمايون اهڙي طرح ويٺي رهي. پوءِ ان ڪمري جو فرش صاف ڪري ڇڏيو.

*******

ايندڙ ٻه ڏينهن به ان اهڙي خاموشي سان گذاريا، عقيله ۽ ان جي وچ ۾ ڪا ڳالهه ٻولهه ڪونه ٿي. ٽئين ڏينهن شام جو عقيله موبائيل فون ان ڏانهن وڌايو.

”تنهنجي امان جو فون آهي.“ ان ڪجهه چوڻ کان سواءِ فون ورتو.

مائس روئي رهي هئي. ”جهانزيب جا گهر وارا رشتي کان انڪار ڪري ويا آهن. جهانزيب توسان شادي ڪرڻ لاءِ تيار ڪونهي. ان چيو آهي تہ ان کي جهڙي نموني جي ڇوڪريءَ جي ضرورت آهي، تون اهڙي ڪونہ آهين. اهو توسان گڏ گذاري نٿو سگهي. ان چيو آهي تہ ان تنهنجي سامهون ڪجهه شرط رکيا هيا جن کي مڃڻ کان تو انڪار ڪري ڇڏيو.“

ڪجهه چوڻ کان سواءِ ان فون بند ڪري ڇڏي. عقيله اندازو لڳائي چڪي هئي تہ ان کي ملڻ واري خبر ڇا ٿي سگهي ٿي. ان جي هٿ مان موبائيل وٺندي ان جهيڻي آواز ۾ چيو.

”ڇا مليو اُمِيد، اهو سڀ ڪجهه ڪري؟“ اها خالي نظرن سان ان جو منهن تڪيندي رهي.

”تو پنهنجو پاڻ تي ظلم ڪيو پنهنجن گهر وارن تي ۽ جهانزيب تي.“ اها هاڻي بہ ماٺ رهي.

”ٻن هفتن کان پوءِ تنهنجي شادي ٿيڻ واري هئي. پر هاڻي ..... هتي ڪنهن ڪنهن کي ٻڌائيندينءَ تہ تنهنجي شادي ڇو ملتوي ٿي وئي ..... اتي راولپنڊي ۾ تنهنجا گهر وارا ڪنهن ڪنهن کي صفايون ڏيندا تہ شادي جي تاريخ طئي ٿيڻ کان پوءِ مڱڻي ٽٽڻ جو ڪهڙو سبب آهي. اهو مڱڻو جيڪو نَوَ سال قائم رهيو. ماڻهو چوندا تہ ڇوڪريءَ ۾ ضرور ڪا اهڙي خرابي هوندي جو ڇوڪرو نَون سالن کان پوءِ انڪار ڪري ويو. توکي اندازو آهي تہ تنهنجي گهر ۾ هن وقت ماتم هوندو. هاڻي هڪڙي هٿ ۾ پنهنجا اخلاقي اقدار ۽ ٻئي هٿ ۾ پنهنجو مذهب کڻي سڄي عمر ڦرندي رهجان. ماڻهن کي اهي ئي آيتون ۽ حديثون ٻڌائي ٻڌائي

پنهنجون صفايون پيش ڪجان جيڪي تون مون کي ٻڌائيندي آهين، پوءِ ڏسجان ڪيترا ماڻهو تنهنجي پارسائي تي يقين ڪندا. تنهنجون نمازون ۽ تنهنجا اخلاقي اقدار تنهنجي نراڙ تي شرافت جو ڪو ٺپو ڪونه لڳائيندا. ماڻهو توکي اهڙي طرح ڏسندا جهڙي طرح هر ڇوڪريءَ کي ڏسندا آهن. تنهنجي باري ۾ به اهوئي چوندا جيڪو نوڪري ڪرڻ وارين ڇوڪرين لاءِ چوندا آهن. تنهنجي مقدر ۾ جيڪو هيو ان کي تو ٺڏو هڻي ڇڏيو. هاڻي ڏسجان تنهنجي لاءِ باقي ڇا رهجي ويو آهي.“

اها سخت ڪاوڙ واري لهجي ۾ مسلسل چئي رهي هئي. اُميد گهڻي دير تائين ان جو منهن ڏسندي رهي. پوءِ ان جي اکين ۾ پاڻي پرجڻ لڳو هيو.

ان رات اها وڏا وڏا سڏڪا ڀري ڇرين وانگر روئيندي رهي هئي. عقيل ڪمري ۾ وڏي آواز سان ٽيپ رڪارڊر وڃائي ڇڏيو هيو ته جيئن ان جي آهن ۽ سڏڪن جو آواز ٻڌي ڪوئي انهن ڏانهن نه اچي. ان کي چپ ڪرائيندي اها پاڻ به روئيندي رهي. ان جهانزيب کي سڏ تي ڪيا، پنهنجي پيءُ کي تي پڪاريو ۽ وري ٻئي هٿ مٿي تي رکي رڙيون ڪرڻ تي لڳي. رات جو ٻي بجي تائين اها ساڻي تي ڇڪي هئي. عقيل ٻي بجي ان کي ننڊ ڪرائڻ واري گوري ڪارائي سمهاري ڇڏيو.

ان رات ڪان پوءِ به اها گهڻا دفعا سڏڪا ڀري روئيندي رهي هئي، مگر عقيل جي سامهون نه. عقيل ڪجهه ڏينهن تائين ان کي سڪون پهچائڻ واريون دوائون کارائيندي رهي هئي، پوءِ ان کي نارمل ٿيندو ڏسي ان خدا جو شڪر ادا ڪيو.

*******

# باب ٻيون

ان کان پوءِ ڇا ٿيو هيو ان کي ڪجهه به چڱي طرح سان ياد ڪونه هيو. اها دنيا ۾ رهندي به ڄڻ دنيا کان ڪٽجي وئي هئي. ان کي صرف اهو ياد هيو ته ان کي صبح جو آفيس ويٺو آهي، پوءِ ٽيوشن پڙهائڻ لاءِ ويٺو آهي ۽ رات جو واپس هاسٽل تي اچٺو آهي، باقي هر شي ڄڻ ان جي ذهن مان نڪري وئي هئي. ان واقعي جي ٻن هفتن کان پوءِ هاسٽل نه ڇڏڻ تي هاسٽل جون ڇوڪريون ڇا سوچينديون هيون. وارڊن ان کي ڪيتري همدردي سان ڏٺو هيو. ان جي وجود تي هڪدم اهڙي طرح ڇانئجي ويڄڻ واري مائٽ ان جي وجود کي ٻين لاءِ ڪيترو قابل اعتراض بڻايو هيو. اها هر ڳالهه کان بيپرواهه ٿي چڪي هئي. ان آئيني ۾ پنهنجو چهرو ڏسڻ ڇڏي ڏنو هيو. ان ۾ آئيني جي سامهون وڃڻ لاءِ همت ڪونه هئي. اها نماز پڙهندي هئي ۽ دعا گهرڻ کان سواءِ اٿي ويندي هئي. رستي تي هلندي هئي ته ان کي هر طرف جهانزيب نظر ايندو هيو ۽ پوءِ اهو پاڇو هروقت ان سان گڏ رهڻ لڳو. ان کي ائين لڳندو هيو اهو ڄڻ ان جي پرسان هجي. هروقت، هر جاءِ..... رات جو سمهڻ کان اڳ ۽ صبح جو اٿڻ کان پوءِ ان جي ذهن ۾ ايرڻ وارو آخري ۽ پهريون تصور ان ئي شخص جو هوندو هيو. ڪيترائي دفعا ميس مان ماني وٺي پنهنجي ڪمري ڏانهن ويندي ان پنهنجي باري ۾ ڇوڪرين جي سس پس ٻڌي هئي.

"اڇا ته هي اها ڇوڪري آهي جنهن جي شادي ٿئي ٽيڻ کان پوءِ مڱيندي شادي کان انڪار ڪري ڇڏيو ..... اهوبه ٻه هفتا پهريان، ويچاري، مگر ٿيو ڇا هيو. ٿي سگهي ٿو مڱيندي کي ان جي باري ۾ ڪنهن ابتي سبتي ڳالهه جي خبر پئجي وئي هجي. آخر ايترن سالن کان هاسٽل ۾ رهندي پئي آئي ..... مون کي ڪنهن ٻڌايو ته گهڻا سال پراڻو مڱٿو ٿيل هيو. ان جو مڱيندو ڏاڍو خوبصورت هيو. هتي هڪ ٻه دفعا ملڻ آيو هيو..... ٻاهران پڙهي آيو هيو..... مون کي ترس اچي رهيو آهي..... ان تي ڪيترو ظلم ٿيو آهي..... اسان کي حقيقت جي ڪهڙي

خبر، ان ۾ ٿي ڪا برائي هجي ورنہ ايترو پراڻو مڱڻو ڪير ٽوڙيندو آهي ۽ اهوبہ شادي جي تاريخ طئي ڪرڻ کان پوءِ..... مگر اهڙي لڳي تہ ڪونہ ٿي. ڇهري مان ڪهڙي خبر پوندي، اصليت جي خبر تہ خدا کي ئي هوندي آهي يا وري ان کي جنهن سان واسطو پوي“

ايندڙ ڪجهہ مهينا اها گفتگو جو موضوع بڻي رهي. ميس مان ماني وٺڻ مهل اها سس پسس ٻڌندي هئي. ان کي ڪجهہ بہ خراب ڪونہ لڳندو هيو. ڪا طنز ڪوئي طعنو ڪنهن جي ٽوڪ واري ڪِل، شڪ واريون نظرون، هڪ ٻئي کي ڏيندڙ اشارا، اها ڪنهن بہ ڳالهہ تي مشتعل ڪونہ ٿيندي هئي. شايد ان کي اڄاتائين يقين ڪونہ آيو هيو تہ اهو سڀ ان سان ٿيو آهي. شروع ۾ ان کي سڀ ڪجهہ خراب لڳندو هيو. هڪڙو پوائتو خواب. مگر اهو خواب ڪونہ هيو ۽ خواب کي حقيقت مڃڻ جي ڪوشش ڪندي اها مڪمل طور تي ذهني انتشار جو شڪار ٿي وئي هئي. هاسٽل ۾ رهندڙ ڇوڪرين جا ٽهڪ، انهن جي ڇهرن جون مسڪراهٽون ان کي عجيب لڳنديون هيون. اها ننڍپڻ کان باقاعدگي سان نماز پڙهندي آئي هئي. هاڻي آهستي آهستي اها نماز ڇڏڻ لڳي. جيڪڏهن نماز پڙهندي بہ هئي تہ دعا گهرندي اها گهڻي دير تائين ماٺ ڪيون ويٺي هوندي هئي. ان کي سمجهہ ۾ ڪونہ ايندو هيو تہ اها خدا کان هاڻي ڇا گهري. هفتيوار موڪل ڏينهن راولپنڊي ويندي هئي تہ ماءُ ان سان ڳالهائيندي روئڻ شروع ٿي ويندي هئي. اها تڏهن بہ ماٺ ڪيون ان کي ڏسندي رهندي هئي. هن وٽ نہ ان کي دلاسو ڏيڻ لاءِ ڪجهہ هيو نہ لڙڪ اگهڻ لاءِ همت. اها هن تي ٻڌائڻ لاءِ زور ڀريندي هئي تہ آخر ان ڪهڙا شرط مڃڻ لاءِ چيو هيو جنهن کان هن انڪار ڪيو. اها ڪجهہ ٻڌائڻ کان سواءِ ساڳي خاموشي اختيار ڪري رکندي هئي. ان جي اندر ڇاڇا بدلجي ويو هيو ان جو ان جي ماءُ کي اندازو ڪونہ ٿيو. انهن کي صرف ان جي خاموشي گهبرائي ڇڏيندي هئي.

"اهڙي طرح گونگو ٿي وڃڻ سان ڇا تنهنجي تڪليف گهٽ ٿي وئي آهي يا گهٽجي ويندي..... مگر جيڪو ٿي ويو آهي ان تي پڇتائڻ جي بجاءِ سڀ ڪجهہ وساري ڇڏ. ڪوشش ڪري پنهنجي زندگي کي نئين سر شروع ڪر. حالانڪ تون جيڪو ڪجهہ ڪري چڪي آهين ..... خير پنهنجو پاڻ کي انهي خول مان ڪڍ. تو ڪڏهن پنهنجين اکين

ڪي ڏٺو آهي، انهن ۾ ڪڏهن ڪيتري چمڪ ۽ شوخي هوندي هئي ۽ هاڻي مان توکي ڏسان ٿي تہ مون کي خوف ٿيڻ لڳندو آهي. ايتري اداسي ۽ ايتري خاموشي آهي تنهنجين اکين ۾ جو....“

عقيلہ هاسٽل ۾ ان کي چوندي رهندي هئي. اها ان کي بہ بي تاثر خاموشي سان ڏسندي رهندي هئي.

”محبت اونداهي جهنگل وانگر هوندي آهي، هڪڙو پيرو ان جي اندر هليا وڃو پوءِ اها ٻاهر اچڻ ڪونہ ڏيندي آهي..... ٻاهر اچي بہ وڃو تہ اکيون جهنگل جي اونداهي جون ايتريون عادي ٿي وينديون آهن جو روشني ۾ ڪجهہ بہ ڏسي ڪونہ سگهنديون آهن، اهوبہ نہ جيڪو بلڪل صاف، چٽو ۽ روشن هوندو آهي.“

ان ڏينهن بہ عقيلہ جي گهڻين ئي نصيحتن جي جواب ۾ ان اهوئي چيو هيو.

”مان بہ هاڻي ڪجهہ ڏسي نٿي سگهان. بس مون کي اهو اندازو ڪونهي تہ مان جهنگل جي اندر آهيان يا ٻاهر.“

عقيلہ ان کي پنهنجي مٿان چادر وجهندو ڏسي همدردي مان ان جي مٿي تي هٿ گهمايو.

*******

ايندڙ ڪجهہ سالن ۾ ان جي پيڻ جي شادي ٿي وئي. ثاقب انٽر ڪرڻ کان پوءِ فوج ۾ ڀرتي ٿي ويو ۽ معين بہ ڪم ڪرڻ کان پوءِ هڪڙي موبائيل فون جي ڪمپني ۾ سيلز ايگزيڪيوٽو طور ڪم ڪرڻ لڳو. ان جي ڪلهن تي پيل ذميواريون گهٽبيون ويون هيون ۽ خاموشي ڪجهہ وڌيڪ مضبوطيءَ سان ان کي پنهنجي شڪنجي ۾ جڪڙي ورتو هيو.

عقيلہ هڪ ٻئي پنيان ڪيترا مڱڻا ٽوڙي ڇڏيا ۽ ڪجهہ ڏينهن روئڻ پٽڻ کان پوءِ اها بلڪل نارمل ٿي ويندي هئي ۽ نئين سر ڪنهن ڇوڪري سان سنگت رکڻ لاءِ تلاش شروع ڪري ڇڏيندي هئي مگر اُميد جي تلاش جهانزيب تي ختم ٿي چڪي هئي. عقيلہ هڪڙي ننڍي شهر سان تعلق رکندي هئي ۽ لاهور ۾ پنهنجي تعليم مڪمل ڪرڻ کان پوءِ اها واپس ڪونہ وئي. وقت گذرڻ سان گڏ ان جا والدين فوت ٿي ويا. بہ ڀائر شادي ڪرڻ کان پوءِ پنهنجن الڳ الڳ گهرن ۾ رهندا هيا جڏهن

تہ اها مستقل طور تي هاسٽل ۾ رهندي هئي. ڇا خوش رهڻ جي لاءِ رشتا ضروري بہ آهن يا نہ. جيڪڏهن اها پوري زندگي هتي گذاري سگهي ٿي تہ ڇا مان بہ ..... ها ڪهڙو فرق ٿو پوي هتي رهڻ سان ..... شايد گهر جي ضرورت ان کي هوندي آهي جنهن کي خوش رهڻو هجي ۽ مون کي تہ صرف زنده رهڻو آهي، ڇاهي هن هاسٽل ۾ يا ڪٿي ٻئي هنڌ ..... خوشي منهنجي ضرورت آهي ئي ڪونہ.

هاسٽل ۾ رهڻ واري هڪڙي ڇوڪري هڪڙي فاسٽ فوڊ ريسٽورنٽ ۾ ڪم ڪندي هئي، اها پنهنجي نوڪري ڇڏي واپس وڃي رهي هئي.

"تون جيڪڏهن گهرين تہ مان تنهنجي لاءِ ڳالهائي سگهان ٿي. نوڪري سٺي آهي ڪائي پريشاني ڪونهي، وري پگهار بہ گهڻي بهتر آهي."

ان هڪڙي ڏينهن اُميد کي چيو. اُميد انهن ڏينهن ۾ پنهنجي ڪمپني جي بند ٿيڻ جو ٻڌو هيو ۽ اتي ان جو آخري مهينو هيو. شايد عقيلہ ان جي باري ۾ هاسٽل جي ڪجهہ ڇوڪرين سان ڳالهہ ڪئي هئي اهوئي سبب هيو تہ ان ڇوڪري اُميد کي ان نوڪري جي باري ۾ ٻڌايو. اُميد ڪجهہ بہ چوڻ کان سواءِ هائوڪار ۾ ڪنڌ ڏوڻي ڇڏيو. ڪمپني مان فارغ ٿيڻ کان پوءِ ان وٽ ڪوبہ آمدني جو ذريعو نہ هجي ها ڇوتہ ڪجهہ وقت اڳ اها ٽيوشن پڙهائڻ ڇڏي چڪي هئي. ان تي هاڻي گهر وارن جي مدد ڪرڻ جي ذميواري ڪونہ هئي پر ان جي باوجود ان کي پنهنجن خرچن لاءِ رقم جي گهرج هئي. گهٽ ۾ گهٽ ان وقت تائين جيستائين اها واپس راولپنڊي نہ هلي وڃي. ايندڙ ڪجهہ ڏينهن ۾ هن ان ڇوڪريءَ سان گڏجي فاسٽ فوڊ جي انتظاميہ سان ملاقات ڪئي، پوءِ ان پنهنجي نوڪري تان استعيفا ڏني. ڪجهہ ڏينهن اها اتي پنهنجي ڪم جي سکيا وٺندي رهي.

*******

ان کي اتي فاسٽ فوڊ ريسٽورنٽ ۾ ڪم ڪندي ڪافي ڏينهن ٿي ويا هيا. ان کي احساس ٿي رهيو هيو تہ بي مقصد هر ڪنهن جي لاءِ مرڪڻ ڪيترو مشڪل هوندو آهي جو ڪڏهن اهو ڪم اڪين ۾ لڙڪ پيري ڇڏيندو آهي. آرڊر وٺندي ۽ آرڊر مطابق گراهڪ کي ان جي ٽري ڏيندي اها هر پيري مرڪندي هئي. سڄو ڏينهن ان جي سامهون

گهٽائي ڇهرا گذرندا رهندا هيا. ان سان گڏ ڪم ڪرڻ وارين ڇوڪرين جو خيال هيو تہ اها ضرورت کان وڌيڪ خاموش رهندي آهي. اها خاموشي سان انهن جو تبصرو ٻڌندي هئي ۽ انهن وٽان اٿي ويندي هئي.

ان کي ياد ڪونهي تہ ان کي اتي ڪم ڪندي گهڻا ڏينهن ٿيا هيا. مگر هڪڙي ڏينهن ان اتي جهانزيب کي ڏٺو هيو. ان کي يقين ڪونہ آيو.

"شايد اهوبہ اهڙوئي خيالي پاڇو آهي جنهن سان مان ايتري عرصي کان رهندي پئي اچان."

ان پاڻ کي دلاسو ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي مگر ان ڏينهن اهو خيالي پاڇو ڪونہ هيو. اهو واقعي جهانزيب هيو. اها ڪائونٽر جي ڪنڊ ۾ بيٺي بي حس و حرڪت ان تي نظرون ڄمايون پئي هئي. اهو هڪڙي ڇوڪري سان ڪلندو ڪائونٽر وٽ بيهي پنهنجو آرڊر نوٽ ڪرائي رهيو هيو. اُميد جي دل گهريو تہ اها ڊوڙي وڃي ان وٽ پهچي، ان کان پڇي تہ ڇا اها ان کي ياد آهي. ان ئي وقت ان وٽ هڪڙي ڇوڪري اچي پنهنجو آرڊر نوٽ ڪرائڻ لڳي. جهانزيب هاڻي ان ڇوڪري سان گڏ هڪڙي ٽيبل تي ويٺو ڳالهيون ڪري رهيو هيو. اها ان ڇوڪريءَ جو آرڊر ڪٽي اندر هلي وئي. واپس اچڻ ۾ ان کي ڏهہ منٽ لڳا هيا ۽ ..... اهو ..... اهو اتي ڪونہ هيو..... ان کي يقين ڪونہ آيو..... هاڻي تہ اهو هتي ..... ۽ هاڻي .....

"اُميد! تون ٺيڪ آهين؟" ان سان گڏ ڪم ڪرڻ واري فيروزه پڇي رهي هئي.

"ها." ان جڻ ڪنهن کاهيءَ مان جواب ڏنو هيو.

"مگر تنهنجو چهرو ايترو ڦڪو ڇو ٿي رهيو آهي؟" اها هاڻي ان جي مٿي کي ڇهي رهي هئي.

"تون هيئن ڪر، ڪجهہ دير اندر ويهي آرام ڪر، پوءِ اچي ويجان."

اها ان کي ٻانهن کان پڪڙي اندر وٺي آئي. اها گهڻي دير تائين ماٺ ڪيون اندر ويٺي رهي. ان کي پنهنجي اندر ڪٽي ٽيسون اڀرندي محسوس ٿي رهيون هيون.

"اها ڇوڪري ڪير ٿي سگهي ٿي؟" هاڻي اها سوچي رهي هئي.

"شايد ان جي زال يا سنگتياڻي (گرل فرينڊ)؟"

"زال." ان کي هڪڙو پيرو وري وٺ پئجي رهيا هيا. "جيڪڏهن مان چار سال پهريان.... تہ اڄ ان سان گڏ مان هجان ها.... اهڙي طرح هتي."

ان جي اندر ۾ هڪدم گهڻو شور ٿيڻ لڳو هيو. اها بي اختيار روئڻ لڳي. گهڻي دير تائين روئڻ کان پوءِ اها منهن ڌوئي واپس ڪائونٽر تي اچي وئي. ان جي شفٽ ختم ٿيڻ ۾ اڃا هڪ ڪلاڪ باقي هيو.

ان وقت ئي ان وٽ هڪڙو غيرملڪي آيو هيو. اتي غيرملڪين جو اچڻ ڪا حيرت جي ڳالهہ ڪونہ هئي. انهن جو اتي گهڻو اچڻ وڃڻ هيو مگر ان غيرملڪي انگريزي جي بجاءِ صاف اردو ۾ پنهنجو آرڊر نوٽ ڪرايو. هميشهہ وانگر ان هڪڙي مرڪ سان ان جو آرڊر نوٽ ڪيو ۽ پوءِ ڪجهہ دير کان بعد آرڊر ڏنل ڪاڌي جي ٽري ان جي حوالي ڪئي. شفٽ ختم ٿيڻ کان پوءِ اها اتان واپس اچي وئي.

ان رات اها دير تائين ويٺي روئندي رهي هئي. عقيلہ ڪجهہ دير ان کي ماٺ ڪرائڻ جي جاکوڙ ۾ مصروف رهي پوءِ تنگ ٿي اها سمهڻ لاءِ ليٽي پئي.

"انسان ۾ ايتري همت هجڻ گهرجي تہ اهو پنهنجي لاءِ فيصلو ڪري سگهي. جنهن وقت تون ان کي حاصل ڪري پئي سگهيئن ان وقت توکي اخلاقي اقدار ياد اچي رهيا هيا. ايمان ۽ اسلام جو فڪر کائي رهيو هيو ۽ هاڻي ان کي ڪنهن ٻي ڇوڪريءَ سان ڏسي روئي رهي آهين. آخر تون ان جي لاءِ ڪيترو روئندي رهنديئن. اهو تماشو ڏسندي چار سال ٿي ويا آهن. چار سال تہ ڪير ڪنهن مرڻ واري لاءِ بہ ڪونہ روئيندو آهي ۽ تون هڪڙي زندهہ شخص جي لاءِ..... ايتروئي ياد اچي ٿو تہ ان وٽ هلي وڃ..... ان جي ڳالهہ مڃ..... تنهنجي چوڻ مطابق اهو توسان محبت ڪري ٿو. جڏهن توهان ٻنهي جي وچ ۾ محبت آهي تہ مسئلو ڪهڙو آهي؟ ان وٽ هلي وڃ، جيڪڏهن ان اڃاتائين شادي ڪونهي ڪئي تہ پوءِ تہ ڪو مسئلو ڪونهي..... فرض ڪر شادي ڪئي بہ آهي تہ ٻي شادي ڪري سگهجي ٿي ۽ جيڪڏهن اهوبہ ممڪن ڪونهي تہ ڪا ڳالهہ ڪونهي، شادي ئي تہ سڀ ڪونهي هوندي. جيڪڏهن ماڻهو ڪنهن سان محبت ڪندو آهي تہ شادي کان سواءِ بہ ان سان گڏ رهي ٿو سگهجي بلڪ وڌيڪ چڱي طريقي سان رهي سگهجي ٿو."

عقيل پنهنجي بستري تي ستي ٿي گهڻي دير تائين ڳالهائيندي رهي هئي. اها خاموشي سان لڙڪ هاريندي ان جون ڳالهيون ٻڌندي رهي.

ان کي ياد ڪونهي، ايندڙ ڪيترا ڏينهن اها هر سڙڪ، هر رستي، هر گاڏي، هر ڇهري ۾ ان کي ڳوليندي رهي هئي. ان کي لڳندو هيو اهو هڪڙو ڀيرو وري ان جي سامهون اچي ويندو. بلڪل اهڙي طرح جهڙي طرح ان ڏينهن آيو هيو. ڪائونٽر تي ويٺي، شيشي کان ٻاهر جهاتي پائيندي، هر گاڏي جي کلندڙ دروازي مان اها ان جي نڪرڻ جي آس ڪندي هئي.

ان ڏينهن اها ڪائونٽر تي هڪڙي گراڪ کان آرڊر وٺي رهي هئي جڏهن ان غيرملڪي آرڊر ڏيڻ کان پوءِ اوچتو ان کان ان جو نالو پڇيو. هن حيراني مان ان جو چهرو ڏٺو. اهو چئي رهيو هيو ته اهو روزانو هتي ايندو آهي ۽ اهائي ان کان آرڊر وٺندي آهي، انهيءَ ڪري ان هن جو نالو معلوم ڪرڻ تي گهريو. اها حيران ٿي.

”مان ان کان آرڊر وٺندي آهيان ..... روزانو؟“ ان سوچيو. ”مگر مونکي ياد ڪونهي ته اهو .....“ اها منجهيل نظرن سان ان کي ڏسڻ لڳي.

”مون کي جهانزيب کان علاوه ڪنهن ٻئي شخص جو چهرو ياد رهي نٿو سگهي.“

ان دل ۾ پنهنجين ڪمزورين جو اعتراف ڪيو. آرڊر ڏئي ڪاڏي جي ٽري وٺندي ان شخص هڪڙو ڀيرو وري ان کان نالو پڇيو. ان پنهنجو نالو ٻڌائي ڇڏيو. ان ڏينهن هاسٽل وڃي اها ان ماڻهوءَ جي باري ۾ سوچيندي رهي ۽ پوءِ ان کي ياد آيو ته هڪڙو مهينو اڳ ان ماڻهوءَ جي اردو ٻڌي اها پهريون ڀيرو چرڪي هئي.

ٻئي ڏينهن منجهند جي ماني (لنچ) وقت اهو شخص وري اتي موجود هيو. اڄ هن ان کي سڃاڻي ورتو. پوءِ ان کي ياد آيو ته اهو واقعي روزانو اتي ايندو هيو ۽ هاڻي اهو روزانو ان سان ڪا نه ڪا ڳالهه ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو هيو. اها جواب ڏيڻ جي بجاءِ خاموشي سان پنهنجو ڪم ڪندي رهندي هئي. اهڙا رابطا وڌائڻ وارا ڪيترا سطحي هوندا آهن، ان کي چڱي طرح خبر هئي.

پوءِ ان پنهنجي شفٽ تبديل ڪرائي ۽ ان هاڻي ان غيرملڪي کي شام جي وقت ايندي ڏٺو. هاڻي اها غور ڪرڻ لڳي ۽ ان جون سرگرميون

ڀهريون پيرو هن جي نظر ۾ آيون. اهو شام کان رات تائين اتي ويٺو رهندو هيو. وقت بہ وقت ڪا نہ ڪا شي وٺندو رهندو هيو مگر اتان ويندو ڪونہ هيو. اها جڏهن بہ ان کي ڏسندي هئي تہ ان جو ڌيان هن ڏانهن هوندو هيو ۽ اُميد کي پنهنجي طرف ڏسندو ڏسي اهو پنهنجون نظرون ڪنهن ٻئي پاسي ڪري ڇڏيندو هيو. اهو صرف اُميد جي نظرن ۾ ڪونہ آيو هيو. ان سان گڏ ڪم ڪرڻ واريون ٻيون ڇوڪريون ۽ ڇوڪرا بہ ان جي موجودگي کي ڌيان ۾ آڻي رهيا هيا.

*******

هڪڙي هفتيوار موڪل (ويڪ اينڊ) ڏينهن اها گهر آئي. راولپنڊي اچي اها سدائين گهٽين ئي عجيب ڪيفيتن کي منهن ڏيندي هئي. ڪڏهن ڪڏهن ان کي ائين لڳندو هيو ڄڻ اها وڏي غلط جاءِ تي اچي وئي هجي ۽ ڪڏهن ڪڏهن ان کي ائين لڳندو هيو ڄڻ اها ڪنهن غلط جاءِ تان اچي وئي هجي.

"منهنجي مرضي آهي تہ تون هاڻي لاهور کان هميشھ لاءِ هتي اچي وڃ ..... هاڻي ضرورت ڪونهي تہ توکي ڪمائڻو پوي. تنهنجا ٻائر هاڻي ايترو ڪمائڻ لڳا آهن جو توکي اهڙي طرح ٻئي شهر ۾ رهڻو نہ پوي."

ان رات ماءُ ان کي چيو هيو. ان حيراني مان ماءُ جو چهرو ڏٺو.

"اڇا، تہ ڇا منهنجي جدوجهد ختم ٿي وئي؟" ان سوچيو.

"هاڻي تون هتي راولپنڊي ۾ رهہ. مان تنهنجي لاءِ ڪجهہ رشتا ڳولي رهي آهيان. مان گهران ٿي تہ جلدي تنهنجي شادي ڪرايان."

اها بلڪل ماٺ ڪيون ويٺي رهي. ماٺس ڪجهہ دير کان پوءِ اتي هلي وئي.

"شادي! ڇا مان شادي ڪنديس؟ ..... جهانزيب کان علاوه ڪنهن ٻئي سان ..... هاڻي جڏهن سڀ ختم ٿي چڪو آهي ..... هاڻي ڇاجي لاءِ؟ پاڻ کي دوکو ڏيڻ جي لاءِ يا ڪنهن ٻئي کي." ان جو ذهن ڄڻ ان ڳالهہ کي قبول ئي ڪونہ ڪري رهيو هيو.

"ڇا آزمائشون ڪڏهن ختم ٿي سگهن ٿيون؟" اها سوچي رهي هئي.

"۽ اهي بہ منهنجون آزمائشون، لاهور مان واپس اچي وڃان ..... ڪٿي، هتي راولپنڊي ..... ۽ هتي وري ٻيهر رشتا ناهڻ جي ڪوشش

ڪريان ..... ڇا امان محسوس نٿي ڪري سگهي تہ جهانزيب ڪان علاوه ڪنهن ٻئي سان گڏ رهڻ منهنجي لاءِ ممڪن ڪونهي.“

اها ٻن ڏينهن لاءِ لاهور ڪان راولپنڊي آئي هئي مگر اها ٻن ڏينهن جي بجاءِ هڪڙو هفتو اتي رهي. واپسي تي هڪڙو پيروان خاموشي سان ماءُ جي گفتگو ٻڌي مٿو لوڏيو.

”ڪاش مان ان کي ٻڌائي سگهان تہ هاڻي شهر بدلائڻ سان ڪجهہ بہ ڪونہ بدلجندو. گهر هجي يا نہ هجي، منهنجي لاءِ ڪو فرق ڪونہ ٿو پوي، سڀ ڪجهہ چار سال اڳ ختم ٿي ويو هيو. هاڻي تہ صرف خاڪ ۽ کنڊر آهن، خاڪ ۽ کنڊرات تي ٻيهر عمارت تعمير ڪرڻ مشڪل هوندو آهي.“ ان گهر مان موٽڻ وقت سوچيو هيو.

*******

ان رات لاهور پهچي ان عقيلہ کي ٻڌايو هيو تہ اها هاڻي جلدي واپس راولپنڊي هلي ويندي.

”ڇو؟“ ان حيران ٿيندي پڇيو.

”منهنجي امان جي مرضي آهي تہ مان واپس اچي وڃان. ٻئي پائر پنهنجن پيرن تي بيهي ويا آهن هاڻي منهنجي نوڪري ڪرڻ جي ضرورت ڪونهي. اها منهنجي شادي ڪرڻ گهري ٿي.“ ان جهيڻي لهجي ۾ پنهنجا ڪپڙا استري ڪندي ٻڌايو هيو.

”اهو ..... تہ تون شاديءَ لاءِ وڃڻ گهرين ٿي، جهانزيب ڪان علاوه ڪنهن ٻئي سان شادي ..... خير سنو آهي، مگر ڇا تون خوش رهي سگهنديئن؟“ عقيلہ سنجيدگيءَ سان پڇيو.

”خبر ڪونهي، شايد ها يا پوءِ نہ.“ اها منجهي پئي

”تنهنجي خوبي اها آهي تہ تون سمجهوتو (”ڪمپرومائيز“) ڪري ويندي آهين ..... حالات سان ..... ماڻهن سان، زندگي سان ۽ پنهنجو پاڻ سان، مونکي لڳي ٿو تہ خوش رهين يا نہ رهين مگر تون زندگي گذاري وينديئن.“ عقيلہ ان جو تجزيو ڪيو. اها ماٺ ڪيون ڪپڙا استري ڪندي رهي.

”سمجهوتو (”ڪمپرومائيز“)؟ نہ، ڪمپرومائيز ڪرڻ ئي تہ ڪونہ آيو ..... ورنہ مان پاڻ سان ۽ پنهنجي زندگي سان اهو سڀ ڪجهہ نہ

ڪريان ها. ڇئن سالن کان جهانزيب جي خيالي پاڇي سان گڏ زندگي نہ گذاري رهي هجان ها.“ ان ڏک مان سوچيو.

*******

ٻئي ڏينهن تي اها ريسٽورنٽ تي وئي هئي. صبح جو هاسٽل مان نڪرڻ وقت چوڪيدار ان کي ٻڌايو تہ ان جي غيرموجودگيءَ ۾ هڪڙو غيرملڪي ان جي باري ۾ پڇڻ آيو هيو. اها اهو معلوم ٿيڻ تي حيران ٿي وئي تہ اهو ان جي ريسٽورنٽ تان آيو هيو. ريسٽورنٽ پهچي ان پاڻ سان گڏ ڪم ڪرڻ وارن کان ان باري ۾ پڇيو مگر ڪنهن بہ اهو ڪونہ چيو تہ ڪوئي ان جي پٺيان ان جي نہ اچڻ جو سبب معلوم ڪرڻ ويو هيو. اها هڪڙو ڀيرو وري پنهنجي ڪم ۾ مصروف ٿي وئي.

شام جو ڊينئل ايڊگر نالي اهو غيرملڪي هڪڙو ڀيرو وري اتي آيو هيو ۽ هميشهہ وانگر سڌو ان وٽ آيو هن رسمي مرڪ سان ڪائونٽر تي ان جو آڌرڀاءُ (استقبال) ڪيو. مگر اها مسڪراهٽ ان وقت ان جي چهري تان غائب ٿي وئي جڏهن ان ڊينئل جو اڳيون جملو ٻڌو. اهو ان کان ان هڪڙي هفتي جي غيرموجودگيءَ جي باري ۾ پڇي رهيو هيو.

هن حيراني مان ان جي سوال تي ان کي ۽ ان سان گڏ موجود هڪڙي ٻئي شخص کي ڏٺو هيو جنهن هڪدم ان جي تاثرات مان ظاهر ٿيڻ واري ناگواري کي ڏسي آرڊر نوٽ ڪرائڻ شروع ڪيو. آرڊر نوٽ ڪرڻ جي ڪجهہ دير کان پوءِ هن ان ئي خاموشي ۽ سنجيدگيءَ سان آرڊر ڏنل شين جي ٽري کڻي اچي انهن جي حوالي ڪئي. هن جو خيال هيو تہ ان جي انهي خاموشي مان ان ماڻهوءَ کي اندازو ٿي ويندو تہ اها سوال جواب جي سلسلي کي پسند نٿي ڪري مگر ان کي خبر ڪونہ هئي تہ ان شام جو وڃڻ کان اڳ اهو ماڻهو ان کان ڪهڙو سوال ڪرڻ وارو هيو.

اها ان جي اتي مستقل ويهڻ ڪري مونجهہ جو شڪار هئي. ان ڏينهن ڀيريون دفعو ان اندازو لڳائڻ جي ڪوشش ڪئي هئي تہ اهو شخص جيڪو روزانو اتي اچي ويٺو رهي ٿو ان جو سبب ڪهڙو ٿي سگهيو ٿي. ”ڇا مان؟“ ان سوچيو ۽ ان جي وحشت ۾ اضافو ٿي ويو. ”اهڙ دفع ڇو نٿو ٿئي؟“ ڀيريون ڀيرو ڪائونٽر تي بيٺي ان کي ڊينئل جون نظرون چڀي رهيون هيون.

ان جي شفٽ ختم ٿيڻ کان ٿورو اڳ اهو ان وٽ آيو ۽ اُمِيد ان کي چوندي ٻڌو.

"ڇا توهان مون سان شادي ڪنديون؟"

"ڇا، ان شخص جو دماغ خراب آهي؟" ان جي ذهن ۾ سڀ کان پهريان اچڻ واري ڳالهه اها هئي.

"ڇا منهنجي اوقات هاڻي اها رهجي وئي آهي ته هن ڪائونٽر تي بيهي ڪوبه ماڻهو اچي مون کي شاديءَ جي لاءِ چئي سگهي؟" ان ڏکندڙ دل سان سوچيو ۽ ان کي جواب ۾ ڪجهه چوڻ کان سواءِ ڪائونٽر کان پري ٿي وئي.

ان رات هاسٽل تي واپس ويندي هڪڙي جهٽڪي سان ان جي ذهن ۾ اهو خيال آيو ته ان جي پنيان هاسٽل تي اچڻ وارو ڊينئل ايڊگر ئي ٿي سگهي ٿو ۽ ان خيال ان کي اجا وڌيڪ ڊيڄاري ڇڏيو. "ان کي اهو ڪيئن معلوم ٿي ويو ته مان هتي رهندي آهيان ۽ اهو پنيان ڇو آيو. مون کي هاڻي ڇا ڪرڻ گهرجي."

*******

اها سڄي رات جاڳندي رهي ۽ ايندڙ صبح جو اها فيصلو ڪري چڪي هئي. گيٽ تي موجود چوڪيدار کي ان هدايت ڪئي ته هاڻي جيڪڏهن ڪوئي غيرملڪي ان جي باري ۾ پڇڻ اچي ته اهو ان کي ٻڌائي ڇڏي ته اُمِيد هاسٽل ڇڏي وئي آهي.

هن ان ئي ڏينهن فون ڪري پنهنجي نوڪري ڇڏڻ جي باري ۾ فاسٽ فوڊ ريسٽورنٽ جي انتظاميه کي اطلاع ڪري ڇڏيو. ايترن سالن کان مان هاسٽل ۾ رهي پئي آهيان ڪڏهن به مون کي اهڙي طرح جي صورتحال کي منهن ڏيڻو ڪونه پيو آهي، ۽ هاڻي ..... اهڙي طرح صرف هڪڙي ماڻهوءَ جي ڪري مون کي پڃڻو ۽ لڪڻو پئجي رهيو آهي ..... آخر مان ڊنل ڇو آهيان ۽ ڪهڙي ڳالهه کان ڊنل آهيان؟ ..... اهو منهنجي مرضي کان سواءِ ته مون سان شادي نٿو ڪري سگهي ..... مون کي ان جي سامهون انڪار ڪرڻ گهربو هيو ..... دڙڪا ڏيڻ گهربا هيا." اها سوچيندي هئي ۽ حيران ٿيندي هئي.

اها ايندڙ ڪجهه ڏينهن اتي ئي ترسي هئي ..... اهو سوچيندي هئي ته هاڻي ان کي ڇا ڪرڻ گهرجي. ڇا هڪڙو پيرو وري نوڪري جي

تلاش ڪرڻ گهرجي. ٽيوشن پڙهائڻ گهرجي يا پوءِ واپس راولپنڊي هليو وڃڻ گهرجي. اها ڪيترائي ڏينهن سوچ ويچار ڪندي رهي ۽ پوءِ ڇڻ ڪنهن فيصلي تي پهچي وئي هئي.

”ها، مون کي هاڻي واپس پنهنجي شهر، پنهنجي گهر هليو وڃڻ گهرجي ..... آخر مان هتي رهي ڇا ڪرڻ تي گهران ..... هتي ڇا آهي جنهن جي لاءِ رهڻ گهران ٿي؟ ڇا جهانزيب ....“ اها اڳتي ڪجهه سوچي ڪونه سگهي هئي.

ان کي چڱي طرح ياد ڪونه هيو ته ان ڪيترا سال هاسٽل ۾ گذاريا هيا. ان هتي پنهنجي زندگيءَ جو سڀ کان سٺو وقت گذاري ڇڏيو هيو. هتي ان خواب ڏٺا هيا .....

هتي ان چار سال اڳ هميشه جي لاءِ خواب ڏسڻ بند ڪري ڇڏيا هيا. هتي ان پنهنجي زندگيءَ جا چار بدترين سال گذاريا هيا. چار سال پهريان جيڪو ڪجهه ٿيو هيو ان کي ان جو هڪڙو هڪڙو لمحو ياد هيو. پوءِ ان کان بعد چار سال ان ڪهڙي طرح گذاريا هيا. اها ڪوشش ڪندي به هئي ته ان کي ڪجهه ياد ڪونه ايندو هيو. ان کي بس ائين لڳندو هيو ڄڻ آخري ڇئن سالن کان اها ڄڻ ڪنهن اهڙي ڪنڊ ۾ پهچي وئي آهي جتي اونداهي کان سواءِ ڪجهه به ڪونه هيو.

اها وڃڻ کان اڳ هڪڙو ڏينهن هاسٽل ۾ ڦرندي رهي هئي. اتان جي هر شي سان ان جون يادون وابسته هيون. اهڙيون يادون جن کي ان وسارڻ گهريو ٿي.

سردين جون اهي راتيون جڏهن ان پنهنجي زندگيءَ کي دوزخ ٿيندي ڏٺو هيو..... گرمين جون اهي راتيون جڏهن ان جو جسم برف جو پهاڙ ٿي ويندو هيو.....

ان جي لڙڪن، ان جي خوابن، ان جي خواهشن سيني جون قبرون اتي هيون ۽ ان کي ائين لڳندو هيو ڄڻ اها انهن قبرن جي مجاور ٿي چڪي هجي.....

ان قبرستان ان جي وجود کي کائي ڇڏيو هيو.....

هاڻي جڏهن اها ٻاهر نڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهي هئي ته ان جو پورو وجود وڌجي رهيو هيو.

❋ ❋ ❋

راولپنڊي اچڻ کان پوءِ ڪجهه ڏينهن اها گم سم لڳي پئي هوندي هئي. ان کي ائين لڳندو هيو ڄڻ اها نئين دنيا ۾ اچي وئي آهي. اهڙي دنيا جيڪا نه ان جي هئي نه ان جي لاءِ هئي. نَوَ سال گهر کان ٻاهر رهڻ کان پوءِ هاڻي پيهر اتي رهڻ.

"ها، منهنجي لاءِ ته بس اهوئي ڪافي هيو ..... ٽن ويلن جي ماني، مٿي لڪائڻ لاءِ اهڙي جاءِ جنهن جي مون کي مسواڙ ڏيڻي نه پوندي هجي ۽ جسم لڪائڻ لاءِ ڪجهه وڳا. منهنجو اثاثو ته بس اهي ئي شيون هيون ..... پنج سال هڪڙي شخص جو انتظار ڪرڻ ۽ چار سال ان کي وڃائڻ کان بعد حواس برقرار ڪرڻ ۾ لڳائڻ کان پوءِ منهنجي حصي ۾ اچڻ واري زندگي ڪا ايتري خراب ڪونهي ..... بس صرف اهو ٿيو آهي ته زندگي ڪجهه وڌيڪ مائيٽي ٿي وئي آهي. اکيون هاڻي خواب ڪونه ٿيون ڏسن ۽ دل يقين وڃائي چڪي آهي. مگر باقي سڀ ڪجهه ته آهي."

اها سڄو ڏينهن گهر جي اڱڻ ۾ لڳل ٻوٽن جي پرسان ويهي سوچيندي رهندي هئي. "گهر مان وڃڻ وقت مان ارڙهن سالن جي هيس، واپس اچڻ وقت ستاويهن سالن جي ٿي وئي آهيان ۽ نَوَن سالن ۾ مون پنهنجي لاءِ ڇا وڃايو ڇا حاصل ڪيو..... شايد صرف وڃايو.

"حاصل ڪرڻ جي ته مون ۾ همت ئي ڪونه هئي." اها سوچيندي هئي ۽ اذيت هڪڙو ڀيرو وري ان کي وڪوڙي ويندي هئي.

ماءُ ان جي گهر اچڻ تي گهڻي خوش ۽ مطمئن هئي ۽ اهوئي حال ان جي ڀائرن جو هيو. شام جو انهن سان گڏجي ماني کائيندي انهن جا پرسڪون ۽ مطمئن چهرا ڏسي حيراني مان سوچيندي رهندي هئي.

"ڇا زندگي ايتري سٺي آهي جو ان جي لاءِ مرڪڻ گهرجي؟"

*******

# باب ٽيون

ان جي اچڻ کان ڪجهه ڏينهن بعد ان پنهنجي گهر ۾ عورتن ۽ هڪڙي مرد کي ايندي ڏٺو هيو. انهن سان ملڻ کان پوءِ ماٿس ڪنهن سوچ ۾ گم ٿي وئي هئي. اُميد ڪي ائين محسوس ٿي رهيو هيو ڄڻ اها ان کي گهڻو غور ڪري ڏسي رهي آهي. رات جو هن ان کي پنهنجن پاٿرن سان گفتگو ڪرڻ ۾ مصروف ڏٺو هيو. ان جو انداز بہ گهڻو پراسرار هيو.

"تون ڊينئل ايڊگر کي سڃاڻندي آهين؟" فرج مان پاڻي ڪڍندي اها بلڪل سُڪي وئي هئي. پوءِ ان پنهنجن هٿن کي ڏڪندي ڏٺو.

"منهنجا خدا ..... ڇا مون کي هاڻي پنهنجن گهر وارن جي سامهون پنهنجي صفائي ڏيڻي پوندي ..... اهابہ ڊينئل ايڊگر جي حوالي سان؟" اها مشڪل سان موٽي هئي. ماٿس ميز تي سبزي ڪاٽيندي ان جي جواب جي انتظار ۾ هئي.

"مان جنهن ريسٽورنٽ ۾ ڪم ڪندي هيس، اتي ماني کائڻ جي لاءِ ايندو هيو." ان آواز کي قابو ۾ رکندي حتي الامڪان نارمل لهجي ۾ چيو.

"چڱو ..... ڪهڙو ماڻهو آهي؟" اها ان جي سوال تي هڪڙو ڀيرو وري سُن ٿي وئي.

"مون کي ڪهڙي خبر؟ ..... مگر توهان ڇو پڇي رهيون آهيو؟" ماٿس ڪنڌ مٿي ڪري ان کي ڏسندي چيو.

"ان تنهنجي رشتي لاءِ چورايو آهي." ان جي هٿ مان پاڻي جو گلاس ڪري پيو.

"اهو ماڻهو هتي بہ ڪيئن پهچي ويو..... ۽ ڇو؟ ..... جڏهن مان."

اها بي اختيار خوفزده ٿي وئي. ماٿس ان جي هٿ مان ڪرندڙ گلاس کي ڏٺو. پوءِ ان جي منهن ڏانهن ڏٺائين.

"اسان سوچي رهيا هياسين شايد تون ان کي سڃاڻندي آهين ۽ تنهنجي پسند جي ڪري ئي ان اسان کي رشتي لاءِ چورايو آهي."

"نہ. مان ان کي بس ايتروئي سڃاڻان ٿي ۽ پسند جوتہ سوال ٿي پيدا ڪونہ ٿو ٿئي. مان هڪڙي غيرمسلم سان شادي ڪيئن ٿي ڪري سگهان. " ان تڪڙ ۾ وضاحت ڪئي.

"اهو اسلام قبول ڪري چڪو آهي. هاڻي ان جو نالو ايمان علي آهي. " ماڻس آهستڙي چيو. اها ڪجهہ دير ماٺ ڪيون ان کي ڏسندي رهي.

"پوءِ بہ مان ان سان شادي نٿي ڪري سگهان. اهڙي طرح مذهب تبديل ڪرڻ وارن تي ڪو اعتبار نٿو ڪري سگهجي. توهان انڪار ڪري ڇڏيو. "

ماڻس ان جي ڳالهہ تي هڪڙو مطمئن ۽ ڊگهو ساهہ کنيو.

اها ايندڙ ڪجهہ ڏينهن پريشان رهي. "منهنجا گهر وارا ڇا سوچيندا هوندا تہ مان لاهور ۾ ڇا ڪندي رهي آهيان. "

اها پنهنجن پائرن جي چهرن تي ملامت ۽ ڪاوڙ تلاش ڪندي رهي. مگر انهن جا چهرا پهريان وانگر ئي هيا. ڪجهہ ڏينهن ڪان پوءِ هڪڙو پيرو وري ان انهن ئي ماڻهن کي ايندي ڏٺو هيو.

پوءِ جڻ هڪڙو معمول ٿي ويو اهي هفتي ۾ هڪ بہ پيرا ضرور ايندا هيا. ماڻس جي انڪار جي باوجود انهن جو اصرار ختم ڪونہ ٿي رهيو هيو. ان جي بيچيني ۽ پريشاني وڌندا پئي ويا.

"توهان انهن کي چئوتہ اهي اسان جي گهر نہ اچن. اسان کي اهو رشتو پسند ڪونهي تہ پوءِ اهڙي طرح بحث جي ڪهڙي تُڪ آهي. "

ان ڏينهن انهن جي وڃڻ کان پوءِ ان پنهنجي ماءُ کي چيو.

"مان انهن کي گهڻا پيرا چئي چڪي آهيان پر اهي ضد تي آهن. "

ان جي ماءُ پنهنجي مجبوري ظاهر ڪئي. اها ان جو منهن تڪيندي رهي.



ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ معين ان وٽ آيو. ڪجهہ دير هيڏانهن هوڏانهن جون ڳالهيون ڪرڻ کان پوءِ ان چيو.

"منهنجو دوست سڪندر ايمان علي کي گهڻو چڱي طرح سان سڃاڻندو آهي. ان جي دوست سعود ارتضيٰ جو ننڍو ڀاءُ ان جو دوست آهي، ان ٻڌايوتہ ايمان علي گهڻو سٺو ماڻهو آهي. " ڪجهہ هبڪندي ان ڳالهہ شروع ڪئي.

”مگر مون کي ڪنهن غير ملڪي سان شادي ناهي ڪرڻي.“

”ادي! ان سان ڪهڙو فرق ٿو پوي؟ اهو مسلمان آهي. گهڻي سٺي عهدي تي آهي. ان جو پنهنجو ڪٽنب گهڻو سٺو آهي ۽ ان کان علاوه ڪيترن سالن کان هتي آهي ..... توهان کي خبر آهي ان توهان جي ڪري مذهب تبديل ڪيو آهي.“

”مگر مون کي پوءِ به شادي ناهي ڪرڻي. صرف شاديءَ جي لاءِ مذهب تبديل ڪرڻ وارو شخص ڪڏهن به قابل اعتبار نٿو ٿي سگهي.“

”ادي! اها ڳالهه ڪونهي. مون امان سان به ڳالهايو آهي، اها به راضي ٿي وئي آهي. سڪندر چيو پئي ته سعود جا گهر وارا هر قسم جي ضمانت ڏيڻ لاءِ تيار آهن. مون ايمان علي جي تصوير ڏٺي آهي. اهو مون کي ڏسڻ ۾ گهڻو سٺو لڳو آهي. توهان کي ان کا سٺو رشتو (پروپوزل) ڪونه ملي سگهندو.“ اهو هاڻي گهڻي حجت سان ڳالهه ڪري رهيو هيو.

”تون مون سان انهي باري ۾ ڪا ڳالهه نه ڪر. مان ان سان شادي نٿي ڪرڻ گهران بلڪ مان شادي ڪرڻ ئي نٿي گهران. تون منهنجي جان ڇڏ.“ اها هڪدم ڪاوڙ ۾ اچي وئي. معين اٿي هليو ويو.

پوءِ ايندڙ ڪجهه هفتن تائين اهو تماشو هلندو رهيو. سعود ارتضيٰ خبر ڪونهي ڪهڙي ڪهڙي ڄاڻ سڃاڻ واري جي معرفت انهن تي زوربار ڪرائيندو رهيو. ان جي پاڙي وارا، رشتيدار ماڻس جا ڪجهه سڃاڻپو ماڻهو. اهو خبر نه آهي ڪيئن سرنگون ڪوٺي رهيو هيو. ڪجهه هفتن کان پوءِ گهر ۾ ان کان سواءِ سيئي گهرياتي ان رشتي تي راضي هيا، صرف اها هئي جيڪا پنهنجي ڳالهه تي ضد ڪيون بيٺي هئي.

”مون کي ڪنهن غير ملڪي نومسلم سان شادي ناهي ڪرڻي ۽ ان شخص سان ته ڪنهن به صورت ۾ نه.“ اها هر ڳالهه جي جواب ۾ اهو چوندي هئي.

”مان شادي ئي نٿي ڪرڻ گهران. توهان مون کي اهڙي طرح پريشان نه ڪيو ورنه مان هتان هلي وينديس.“

اها بيزار ٿي وئي هئي. اها پنهنجي گهر آيل سعود ارتضيٰ جي ماءُ ۽ زال سامهون وڃي به هڪڙو ڀيرو انڪار ڪري چڪي هئي. ان کان پوءِ اهي انهن جي گهر ڪونه آيا مگر پوءِ ڪنهن وسيلي مختلف ماڻهن جي

ذريعي اهي ان تي زوربار ڪرائي رهيا هيا. ان کي انهي زوربار ۽ اصرار کان اڳا وڏيڪ چڙ اچي وئي هئي. شايد ان جو اهو ضد اهڙي طرح جاري رهي ها جيڪڏهن ان جي ڊاڪٽر خورشيد سان ملاقات نہ ٿئي ها.

*******

جنهن ڏينهن اهو انهن جي گهر آيو هيو ان ڏينهن ان جي ماءُ اچي ان کي ان سان ملڻ لاءِ چيو هيو. اُميد سوچيو هيو تہ شايد اهو ان جي پيءُ جي ڪنهن دوست جو والد آهي ڇوتہ ان جو پيءُ ئي ان کي پنهنجي گهر وٺي آيو هيو. اها حيران ٿي وئي تہ امان هن کي ان سان ملائڻ ڇوٿي گهري. ان حيراني ۾ اها مهمان خاني (ڊرائنگ روم) ۾ هلي وئي. ڊاڪٽر خورشيد ڪمري ۾ ان جي داخل ٿيڻ سان ئي اٿي بيٺو. هن کي پنهنجي لاءِ ان جو اٿي بيهڻ ڪجهہ عجيب لڳو. اها خاموشي سان ڪجهہ چوڻ کان سواءِ سلام ڪرڻ کان پوءِ صوفي تي ويهي رهي. ان جي پيءُ ڊاڪٽر خورشيد جي باري ۾ ڪجهہ ٻڌايو. اها ماٺ ڪيون ٻڌندي رهي. ان کي ڪا دلچسپي ڪونہ هئي تہ سامهون ويٺل شخص وٽ ڪيتريون ڊگريون ۽ ڪيترو علم آهي. اهو ڪيترن ملڪن مان تعليم حاصل ڪري آيو آهي يا ڪيتريون ٻوليون ڳالهائي سگهندو آهي. ان جو انهن جي گهر اچڻ انهن لاءِ ڪيترو وڏو اعزاز هيو ان کي ان سان بہ ڪا غرض ڪونہ هئي. ان صرف ڪجهہ وقت اتي ويهي اتان واپس هليو وڃڻ ٿي گهريو.

"توهان جي پيءُ منهنجي ڪجهہ زياده تعريف ڪري ڇڏي ..... مان صرف هڪڙي يونيورسٽي ۾ پڙهائيندو آهيان. ان کان علاوه منهنجي ۾ ڪابہ قابليت ڪونهي." ان جي پيءُ جي خاموش ٿيڻ کان پوءِ ڊاڪٽر خورشيد چيو. اها هاڻي بہ ماٺ رهي.

"يا هاڻي اهو سمجهوتہ هڪڙو اعزاز اسان کي اهو حاصل ٿي ويو آهي تہ هڪڙي اهڙي ڇوڪريءَ کي ڏسي رهيو آهيان جنهن جي لاءِ ڪوئي ايمان حاصل ڪري وڃي."

اها ان جي آخري جملي تي سُن ٿي وئي.

"ڊينئل ايڊگر جو هڪڙو ٻيو حمايتي." ان ڪاوڙ مان سوچيو. بيزاري ۽ ڪاوڙ جي هڪڙي لهر ان جي اندر ۾ ڊوڙي وئي. "هاڻي مون کي ڏاريا ماڻهو اچي منهنجي زندگيءَ جي سڀ کان اهم فيصلي جي باري ۾ مشورا ڏيندا ۽ منهنجا گهر وارا انهن جي مدد ڪندا."

اها اوپرين اکين سان ڊاڪٽر خورشيد کي ڏسندي رهي.

"اُميد عالم! توهان جو نالو ڏاڍو خوبصورت آهي. توهان پنهنجي نالي کان بہ وڌيڪ خوبصورت آهيو ۽ توهان جي قسمت انهن ٻنهي ڳالهين کان بہ وڌيڪ روشن آهي." اهو هاڻي ان کي نرم آواز ۾ چئي رهيو هيو.

"منهنجي قسمت ڪيتري روشن آهي. ڇا مون کان سواءِ ڪير اها ڳالهہ ڄاڻي سگهي ٿو." هڪڙو پيرو وري ان ڪاوڙ مان سوچيو. ان جو پاءُ هڪدم ڇانهہ ڪٽي اچڻ لاءِ اٿي هليو ويو.

"مون کي هڪڙي ڳالهہ ٻڌايو. توهان ايترا وڏا اسڪالر آهيو. توهان تہ گهڻو علم رکو ٿا. دنيا جوبہ تہ دين جوبہ. توهان ٻڌايو صرف شاديءَ جي لاءِ مذهب تبديل ڪرڻ وارو شخص ڪيترو قابل اعتبار ٿي سگهي ٿو ۽ ڪا مسلمان ڇوڪري اهڙي شخص سان شادي ڪرڻ جي جُوا ڇو کيڏي، جنهن جي عقيدي جي باطل ٿيڻ جو ان کي شڪ هجي ۽ مون کي اهوبہ ٻڌايوتہ جڏهن توهان جهڙا اسڪالر وچي مسلمان ڇوڪرين کي اهڙي ڪم لاءِ مجبور ڪن تہ هدايت ۽ رهنمائي جي لاءِ ڪيترا دروازا کليل رهجي ويندا."

جيتري سخت لهجي ۾ ان سان ڳالهائي ٿي سگهي، هن ڳالهايو. ان جي مسڪراهٽ ۾ گهٽتائي ڪونہ آئي. اهو کلندي خوش ٿيندي ان جي ڳالهہ ٻڌندو رهيو.

"مان هتي ڪنهن اسڪالر طور ڪونہ آيو آهيان. مان هتي هڪڙي مسلمان طور آيو آهيان."

"هڪڙي ٻئي مسلمان کي مجبور ڪرڻ لاءِ تہ اهو ڪنهن نام نهاد مسلمان سان شادي ڪري."

"اُميد بيبي! نام نهاد مسلمان مان توهان جي ڪهڙي مراد آهي؟ جيڪڏهن ايمان علي نام نهاد مسلمان آهي تہ ڇا اسان سڀ نام نهاد مسلمان ڪونہ آهيون. جن جا عمل ۽ ڪم اسلام جي ٻڌايل ڪنهن بہ اصول سان مطابقت ڪونہ ٿا رکن. جن جا ايمان ڪمزور هوندا آهن، جيڪي سموري زندگي صرف انهي ڳالهہ جو فائدو وٺندا رهندا آهن تہ انهن کي پيدائشي طور تي مسلمان گهراڻي ۾ پيدا ڪيو ويو ورنہ جيڪڏهن دين لاءِ قرباني ڏيڻي پوي تہ مسلمانن جو انهي فهرست ۾ تمام

گهٽو تعداد گهٽ ٿي ويجي ٿو باقي صرف دعوا ڪرڻي هجي ته هر مسلمان پاڻ کان سواءِ ڪنهن ٻئي کي مسلمان تسليم ئي نٿو ڪري،" هاڻي اهو سنجيدو ٿي ويو هيو.

"مان انهن مسلمانن مان ڪونه آهيان. مون پنهنجي دين ۽ ايمان جي لاءِ ڇا ڇڏيو آهي توهان ان جو اندازو نٿا لڳائي سگهو. مون پنهنجين خواهشن ۽ خوابن کي ماري ڇڏيو آهي. انهيءَ ڪري منهنجي ڪمن ۽ عملن جي باري ۾ ڳالهه نه ڪيو. منهنجو ايمان ڪمزور هجي ها ته اڄ مون وٽ ڇا ڇا هجي ها توهان ان جو اندازو نٿا لڳائي سگهو. دين جي لاءِ مون سِر مٿان تاڻيل ڇتي ڇڏي اگهاڙي پيرين اس ۾ هلڻ قبول ڪيو آهي. مون کي حق آهي ته مان پاڻ کي انهن ماڻهن کان بهتر سمجهان جيڪي اس ۾ هلڻ جي بجاءِ ڇانو لاءِ هر شي جو سودو ڪري ڇڏيندا آهن."

اها ان جي ڳالهه تي اهڙي طرح ٻر ٿي ويندي، ان جو اندازو نه ڊاڪٽر خورشيد کي هيو نه ئي خود اُميد کي.

"اُميد بيبي! الله پاڻ تي ڪو احسان ڪونه رکندو آهي. جيڪڏهن توهان ان جي لاءِ ڪا شي ڇڏي آهي ته اهو توهان کي ان کان بهتر شي سان نوازي ڇڏيندو."

"نه، ڪجهه شين کان پوءِ انهن کان وڌيڪ ۽ انهن کان بهتر ڪا شي ڪونهي ملندي ڇوته دل کي ڪا شي بهتر ڪونهي لڳندي."

ڊاڪٽر خورشيد ان جي اکين ۾ پرجي اچڻ واري آلاڻ ۽ ان کي لڪائڻ لاءِ جهڪيل ڪنڌ کي ڏٺو.

"دين جي لاءِ ڪوبه سودو گهاٽي جو سودو ڪونهي هوندو ۽ دنيا ۾ هر شي جو متبادل هوندو آهي، مگر ان ڳالهه تي توهان کي ايستائين يقين ڪونه ايندو جيستائين متبادل توهان ملي نه ويندو."

"۽ جيڪڏهن انسان کي متبادل جي خواهش ئي نه هجي ته؟" اها پنل اکين سان مٿو ڪٽي ڪُهري لهجي ۾ ان کان پڇي رهي هئي.

"الله کي انسان جي خواهشن سان دلچسپي ڪونهي. اهو ان جي تقدير پنهنجي مرضي سان ٺاهيندو آهي. ان کي ڇا ملڻو آهي ۽ ڇا ناهي ملڻو ان جو فيصلو اهو پاڻ ڪندو آهي. جيڪا شي توهان کي ملڻي آهي توهان ان جي خواهش ڪيو يا نه ڪيو اها توهان جي ئي آهي. اها ڪنهن ٻئي وٽ ڪونه ويندي، مگر جيڪا شي توهان کي ملڻي ڪونهي

اها ڪنهن وٽ به هلي ويندي مگر توهان وٽ ڪونه ايندي. انسان جو مسئلو اهو آهي ته اهو ويجهڙ واري شي جي ارمان ۾ هوندو آهي اچڻ واري شي جي خوشي ان کي مسرور ڪونهي ڪندي.“

”مان توهان کان اهو ڪونه پڇندس ته توهان دين جي لاءِ ڇا ڇڏيو. مان صرف اهو پڇندس ته توهان ڇو ڇڏيو ۽ اهو سوال انهيءَ ڪري ڪندس ته خدا جي لاءِ ڪيل ڪم تي فخر جي بجاءِ توهان کي پڇتاءُ آهي ۽ اهو پڇتاءُ شر کان به وڌيڪ خطرناڪ هوندو آهي. اهو انسان جي هر سٺي عمل کي به تباهه ڪري ڇڏيندو آهي. خدا جي لاءِ ڪيل ڪم تي شُڪر ۽ فخر ڪرڻ کپي ته ان توهان کي آزمايو ۽ توهان ثابت قدمي ۽ استقامت ڏيکاري. پر جيڪڏهن توهان کي پڇتاءُ هيو ته پوءِ توهان اها قرباني نه ڏيو ها. توهان به ڇانو جي چونڊ ڪريو ها. توهان وٽ رستا ته ٻئي هيا ۽ يقينن توهان کي ڪنهن مجبور به ڪونه ڪيو هوندو. گهٽ ۾ گهٽ الله ته ڪونه. ان ته توهان کي اختيار ڏنو ته چونڊ جو حق استعمال ڪيو. پوءِ توهان پنهنجي اختيار کي استعمال ڪيو. هاڻي اهو پڇتاءُ ڇو؟“

”مان نه توهان جي اسلام جي شاهدي ڏيڻ آيو آهيان نه توهان جي ايمان جي مضبوطي جو جائزو وٺڻ. مان اهي ٻئي ڪم ايمان علي جي لاءِ ڪرڻ آيو آهيان. مان شاهدي ڏيان ٿو ته اهو مسلمان آهي ۽ مان شاهدي ڏيان ٿو ته اهو هميشهه مسلمان ٿي رهندو. تمام گهٽ عورتون هونديون آهن جن جي ڪير ايتري خواهش ڪندو آهي، جيتري ايمان علي توهان جي ڪري رهيو آهي. اُميد بيبي، توهان جي خوش بختي آهي ته توهان جي لاءِ هڪڙو اهڙو شخص جهولي ڦيلايون پيو آهي جيڪو گپ ۾ ڦُتل ڪنول آهي ۽ ڪنول کي ڪير به صرف گپ ۾ ڦُٽڻ جي ڪري گل چوڻ کان انڪار ڪونه ڪندو آهي. ماڻهو ان جي خوشبو کان به متاثر ٿيندا آهن ۽ حُسن کي به تسليم ڪندا آهن.“

اها خاموشي سان ان جو چهرو ڏسندي رهي.

”مون توهان کي ٻڌايو ته الله انسان کي هر شي جو متبادل ڏئي ڇڏيندو آهي ۽ هر انسان کي ڏيندو آهي. اڄ ايمان علي توهان جي خواهش ڪري رهيو آهي. توهان ان کي نٿيون ملو ته ڇا ٿيندو. الله ان جي لاءِ توهان کان بهتر ۽ وڌيڪ سٺو ڪوئي متبادل پيدا ڪندو. الله کي نوازڻ ايندو آهي مگر جڏهن ڪوئي ايترو چاهه ڪري ته ان جي محبت

ڪي اهڙي طرح رد نہ ڪرڻ گهرجي. توهان هڪڙي اهڙي شخص کي رد ڪري رهيون آهيو جنهن جي زندگيءَ ۾ صرف هڪڙي عورت آئي آهي ۽ اها عورت توهان آهيو. اهو توهان جو نالو ايترو محبت ۽ عزت سان وٺندو آهي جو مون کي توهان تي رشڪ ايندو آهي. عورت سان گهٽائي مرد محبت ڪندا اهن مگر محبت سان گڏوگڏ عزت تمام گهٽ مرد ڪندا آهن."

اها ڏڪي وئي. ان کي ڪجهه ياد آيو. ان کي لڳو اها زمين ۾ اندر وڃي رهي هجي.

"مون کي لڳي ٿو تہ توهان جو ڪو عمل خدا کي گهڻو پسند آيو آهي جنهن جي ڪري ان توهان کي ايترو خوش بخت بڻائي ڇڏيو تہ هڪڙو ماڻهو توهان جي لاءِ توهان جو دين اختيار ڪرڻ تي تيار ٿي ويو. هاڻي توهان سوچيو تہ توهان جو ساٿ ان شخص کي اڳيا ڪيتري ثابت قدمي ۽ استقامت ڏيندو."

ان جي اکين ۾ انڌيرو ڇانئجڻ لڳو.

"اسان جي دين جو امتيازي اهو آهي تہ ان ۾ ڪنهن ذات پات جي ڳالهہ ڪونهي. نئين ۽ پراڻي مسلمان جو ڪو تصور ڪونهي. اسان کي انصار وانگر ٿيڻ گهرجي. اڄڻ واري کي ڀاڪر پائڻ گهرجي. انهن جي عقيدن ۽ حسب نسب کي جاچڻ جوچڻ شروع نہ ڪرڻ کپي. جيڪو پاڻ کي زبان سان مسلمان چوي ٿو اهو مسلمان آهي. اسان جي ميڄڻ يا نہ ميڄڻ سان ان جي ايمان ۾ فرق ڪونہ پوندو. اسان جي پنهنجي ايمان ۾ فرق پئجي ويندو."

ان پنهنجين ٻانهن سان پنهنجو چهرو صاف ڪيو.

"توهان مقدر تي يقين رکو ٿيون تہ اهو سمجهي ڇڏيو تہ توهان ايمان علي جي مقدر ۾ لکجي ويون آهيو. توهان کي نہ ڪوئي اڳ ۾ مليو هيو نہ بعد ۾ ملندو. توهان کي ڏسي مون کي محسوس ٿي رهيو آهي تہ توهان منهنجا لفظ ٻڌي ميڻ ٿيو يا نہ ٿيو مگر ايمان علي توهان جي لاءِ ڪا اهڙي دعا ضرور ڪئي آهي جو اهو توهان کي حاصل ڪري ويندو. هاڻي ان ۾ ڪيترو وقت لڳندو اهو خدا ٿو ڄاڻي."

ان پنهنجي چهري کي ٻنهي هٿن ۾ لڪائي ڇڏيو.اها ڊاڪٽر خورشيد کي ڪونہ سڃاڻندي هئي مگر ان شخص جي زبان ۾ ڪجهه

اهڙي ڳالهہ ضرور هئي جيڪا هين کي چرڪائي ڇڏينديي هئي. انهن کي بيوس ڪندو هيو پوءِ انهن کي قائل ڪري وٺندو هيو. اها قائل ڪونہ ٿي هئي مگر بيوس ضرور ٿي وئي هئي.

*******

ان رات ان پنهنجي پوري زندگيءَ کي هڪڙي فلم وانگر اکين جي سامهون گذرندي ڏٺو. هر ياد هر تصور جهانزيب تي اچي ختم ٿي ويو هيو.

ڇا منهنجي لاءِ ڪنهن ٻئي شخص سان شادي ڪرڻ ممڪن آهي جڏهن مان هر خواب ڪنهن ٻئي شخص جي حوالي سان ڏسي چڪي آهيان. مون پنهنجي پوري زندگيءَ کي هڪڙي ٻئي شخص جي حوالي سان ڏٺو آهي. ايمان علي کي مان ڇا ڏئي سگهنديس. منهنجا سڀ اکر، سڀ لفظ سيئي جذبا، سيئي احساس صرف جهانزيب جي لاءِ آهن. ڪنهن ٻئي شخص لاءِ تہ مون وٽ ڪجهہ آهي ئي ڪونہ.“

ان جو ساهہ منجهڻ لڳو. ”ڊاڪٽر خورشيد چون ٿا تہ ان مون سان ايتري محبت ڪئي آهي، منهنجي لاءِ ايتريون دعائون ڪيون آهن جو خدا مونکي ان جي مقدر ۾ لکي ڇڏيو. مون بہ تہ جهانزيب سان محبت ڪئي هئي. گهڻيون ئي دعائون گهريون هيون، پوءِ الله ان کي منهنجي مقدر ۾ ڇو نہ لکيو. ايمان علي تہ مون کي هرهڪ کان گهرندو وتي ٿو مون تہ جهانزيب کي صرف الله کان گهريو هيو.“

ان جو ساهہ منجهڻ لڳو. ”جنهن شخص کي مون چاهيو اهو مون کي ڪونہ مليو پوءِ مان ان شخص کي ڇو ملان جيڪو مون کي چاهي ٿو. مگر مون کي ان شخص سان هڪڙو دفعو ڳالهائڻ گهرجي. مون کي ڏسڻ گهرجي. ان جي ڳالهائڻ ۾ ڪيتري صداقت آهي.“

*******

اها ڊاڪٽر خورشيد جي گهر ان سان ملڻ وئي. اها جيترو رُڪائي سان ان سان ڳالهائي سگهي ٿي هن ڪيو مگر اهو خفي ڪونہ ٿيو. هن ايمان علي کي پنهنجي مڱڻي جي باري ۾ ٻڌايو. هن جو خيال هيو تہ شايد اهو پنهنجي فيصلي تي نظرثاني ڪري. اهو هاڻي بہ اهڙي طرح هيو. اُمِيد کي ان تي ڪاوڙ آئي. پوءِ هن کي ايمان تي ترس آيو. هن جي دل گهريو تہ ان کي چوي تہ مون کي پنهنجي زندگي ۾ شامل نہ ڪر، پنهنجي زندگي برباد نہ ڪر، ڪنهن اهڙي ڇوڪريءَ سان شادي ڪر

جنهن جي زندگيءَ ۾ ڪو جهانزيب نہ آيو هجي، جيڪا تنهنجي محبت تي يقين ڪري، تنهنجن جذبن جو قدر ڪري، مگر مان اها ڇوڪري ڪونہ آهيان."

هن شرط رکيو هيو تہ اهو هڪ سال تائين نہ ان سان ملي ۽ نہ ڪو رابطو رکي ۽ اسلامي تعليمات تي ڪاربند رهي. جيڪڏهن ان اهو شرط پورو ڪيو تہ اها هڪ سال کان پوءِ ان سان شادي ڪندي.

هن سوچيو هيو تہ هڪ سال تائين ايمان علي جي محبت ۾ گهٽتائي اچي ويندي. اها ان جي نظر کان اوجهل ٿي ويندي تہ شايد ان جي انهي جنون ۾ بہ گهٽتائي ٿي وڃي. شايد اهو انهن ڳالهين تي غور ڪرڻ لڳي جن تي اها غور ڪري رهي هئي.

ايمان علي ان جو شرط قبول ڪري ورتو هيو.

"هڪڙي سال ۾ 365 ڏينهن ٿيندا آهن. 365 ڏينهن جيڪڏهن ڪنهن ماڻهوءَ کي نہ ڏٺو وڃي، نہ ان سان ڳالهايو وڃي، نہ ان سان ڪو رابطو رکيو وڃي تہ محبت گهٽ ٿي ويندي آهي. مان بہ اها دعا ڪنديس تہ ايمان علي سان اهوئي ٿئي."

هن پنهنجن گهر وارن کي پنهنجي فيصلي جو اطلاع ڏيندي سوچيو هيو. اها گهڻو مطمئن ٿي وئي هئي. ان کي جهانزيب جي پاڇي سان گڏ رهڻ لاءِ هڪڙو ٻيو سال ملي ويو هيو. هڪڙو سال ٻيو گذري وڃي ها. ماڻس ان جي لاءِ ڪو رشتو تلاش نہ ڪري ها. هڪڙي سال کان پوءِ اها اناويهہ سالن جي ٿي ويندي. تڏهن ايمان علي جي انڪار جي صورت ۾ ماڻس کي هڪڙو ٻيرو وري ان جي لاءِ رشتي جي تلاش ڪرڻي پوي ها. وڌندڙ عمر سان اها ڳالهہ گهڻي ڏکي ٿي وڃي ها. شايد هن جي شادي نہ ٿي سگهي. اها ان عذاب کان بچي وڃي.

ان جي هر توقع، توقع ئي رهي هئي. هڪڙي سال جي دوران هر گهڙي گهر ۾ ايمان علي جو ذڪر نڪرڻ تي اها موضوع بدلائي ڇڏيندي هئي. اها اتان اٿي هلي ويندي هئي ۽ ڪنهن ٻئي ڪم ۾ مصروف ٿي ويندي هئي. هڪڙي سال جي دوران هن کي ڪڏهن بہ ان جو خيال ڪونہ آيو هيو. جيڪڏهن ان جو خيال ايندو بہ هيو تہ هڪڙي خوف وانگر. هڪڙي سال جي دوران بہ ان جي ذهن تي اهوئي هڪڙو چهرو ڇانيل رهيو هيو جيڪو گذريل گهڻن سالن کان ان جي دل ۽ دماغ تي

قابض هيو. هڪڙي سال جي دوران بہ ان پنهنجي چوڌاري لهرائيندڙ پاڇن ۾ جهانزيب کي ئي تلاش ڪيو هيو. پنهنجي چوڌاري گونجندڙ آوازن ۾ ان جوئي آواز ڳوليو هيو.

✲✲✲✲✲✲✲

هڪڙو سال پورو ٿيڻ جو سڀ کان گهٽو انتظار ماٹس کي هيو. اها سال ختم ٿيڻ کان ڪجهہ هفتا اڳ ئي شادي جي تيارين ۾ مصروف ٿي وئي هئي. اُميد کي ائين لڳندو هيو جڻ اها ڪنهن ڏاڍي سان ٻڌل هئي. ان گهريو ٿي تہ ايمان علي مدت پوري ٿيڻ کان پوءِ بہ ان سان ٻيهر ڪو رابطو نہ ڪري، ان جو خيال هيو اهو رابطو ڪونہ ڪندو. چوتہ پورو هڪ سال ان ائين ڪونہ ڪيو هيو. ان جو خيال غلط ثابت ٿيو. سال ختم ٿيڻ جي ٻئي ڏينهن ان کي تڪڙي ٽپال (ڪوريئر سروس) جي ذريعي هڪڙو ڪارڊ مليو. ڪارڊ هٿ ۾ وٺڻ سان ئي ان جو ساهہ رڪجي ويو هيو. لفافي جي پٺيان لکيل ايمان علي جو نالو ان کي ڪنهن نانگ جي ڏنگ وانگر لڳو. ساهہ منجهائي ڌڪندڙ هٿن سان ان ڪارڊ کوليو.

"دي ييئر از اوور. ايمان علي رمينس ايمان علي. واٽ اباٿوٽ يوئر پرامس؟" The year is over. Iman Ali remains Iman Ali. What about your prmise? (سال ختم ٿي چڪو آهي. ايمان علي هاڻي بہ ايمان علي آهي,توهان جو واعدو ڪيئن آهي؟)

ان جي هٿ مان ڪارڊ ڪري پيو. ان جو واعدو ان جي نڙيءَ ۾ ڦاهو ٻڻجي اٽڪڻ لڳو. "ڇا واقعي مان ان شخص جي مقدر ۾ آهيان، تہ پوءِ جهانزيب عادل..... ان اکيون بند ڪري ڇڏيون.

✲✲✲✲✲✲✲

# باب چوٿون

ٽن ڏينهن کان پوءِ سادگيءَ سان ايمان علي سان ان جو نڪاح ٿي ويو. اهو اُميد جو ضد هيو ته شاديءَ جي ڪابه رسم ادا نه ڪئي وڃي. پنهنجي گهر وارن جي زور ڀرڻ تي به اها ضد تي قائم رهي. نڪاح نامي تي صحي ڪرڻ کان پوءِ به گهڻي دير تائين ان جو هٿ ڏڪندو رهيو. ها. سچي ڳالهه تقدير جي ئي هوندي آهي ۽ تقدير اها شي آهي جيڪا اسان جي اکين ۾ مٽي پَري ڇڏيندي آهي. نَوَ سال جڏهن به مون ان ڪاغذ جو سوچيو هيو منهنجن ڪنن ۾ صرف جهانزيب جو نالو ئي گونجندو رهيو هيو. گذريل پنج سال مون اهوئي سوچيو هيوته مان زندگيءَ ۾ ڪڏهن به ڪنهن به شخص سان شادي ڪونه ڪنديس. منهنجي زندگيءَ ۾ جهانزيب ڪونهي ته ڪو ٻيو به ڪونه ايندو ۽ هاڻي هتي ان ڪاغذ تي صحي ڪندي منهنجو ڪوئي فيصلو ڪابه خواهش رڪاوٽ ڪونه بڻيا ..... ڊاڪٽر خورشيد توهان سچ چيو هيو ته مان ايمان علي جي مقدر ۾ لکجي وئي هيس. منهنجي لاءِ ممڪن ئي ڪونه هيوته منهنجي ڪائي تدبير منهنجي تقدير کي بدلائي ها.



"مون کي يقين ڪونه ٿو اچي ته تون منهنجي گهر ۾ هتي منهنجي ڪمري ۾ آهين. اهو دنيا جو سڀ کان حيرت انگيز واقعو آهي ۽ مان خوش انهيءَ ڪري آهيان ڇوته اهو حيرت انگيز واقعو منهنجي زندگيءَ ۾ ٿيو آهي. گذريل ڪيترن سال ۾ مون توکي گهڻا ڀيرا هن ڪمري ۾ ڏٺو آهي. گهڻا ڀيرا ..... ۽ هاڻي جڏهن تون واقعي هتي آهين ته مان سمجهي نٿو سگهان ته اهو خواب هيو يا هي خواب آهي مگر ..... جيڪو به آهي مون کي ان خواب سان محبت آهي. تون منهنجي جاني جگر ("سائول ميٽ" Soulmate ) آهين. اُميد.....! منهنجي زال ڪونه آهين. مون کي ڪنهن ڇوڪريءَ سان محبت جو اظهار ڪرڻ هميشهه گهڻو مشڪل لڳندو رهيو آهي، مگر اڄ توسان محبت جو اظهار ڪندي ڪا ڏکيائي

ڪونہ ٿي ٿئي. مون وٽ تنهنجي لاءِ ايترا لفظ آهن جو توکي اندازوئي ڪونهي."

صبح ڏهين بجي ان جو نڪاح ٿيو هيو. شام جو اها ان سان گڏ لاهور ۾ موجود هئي. سعود ارتضيٰ جي زال ٿوري دير اڳ وئي هئي ۽ هاڻي اهي ٻئي گهر ۾ اڪيلا هيا. اها برٿ پريل سوٽي وڳي ۾ ان جي سامهون ويٺي هئي ۽ اهو ٻارڙن جهڙي شفاف مسڪراهٽ سان جهيڻي لهجي ۾ ان کي ٻڌائي رهيو هيو تہ ان پهريون پيرو ان کي ڪٿي ڏٺو هيو. ڪيترو عرصو اهو ان جي لاءِ اتي ويندو رهبو هيو. ڪيئن اهو هاسٽل تائين ان جو پيڇو ڪندو رهيو هيو. اها بي يقيني سان ان جو منهن ڏسندي رهي. پوءِ ان جي اکين ۾ لڙڪ پرجي آيا. "محبت تہ جهانزيب بہ مون سان ڪئي هئي ۽ اهڙي ئي محبت هئي. نَو سال اهو محبت ڪندو رهيو هيو پوءِ سڀ ڪجهہ ڦوڪ سان ختم ٿي ويو. هي شخص گهري ٿو تہ مان ان جي هڪ ڏيڍ سال جي محبت تي يقين ڪريان."

اهو ان جي لڙڪن کان پريشان ٿي ويو هيو. ان انهيءَ جو سبب معلوم ڪرڻ تي گهريو. هن سڀ ٻڌائي ڇڏيو هيو. هن ان کي ٻڌايو هيو تہ هن کي ان جا لفظ ڪوڙا لڳن ٿا. هن کي ايمان علي جي ڳالهين تي يقين ڪونہ ٿو اچي.

اهو گهڻي دير تائين خاموش ويٺو ان جو چهرو ڏسندو رهيو.

"تنهنجو يقين نہ ڪرڻ منهنجي محبت کي گهٽ نٿو ڪري سگهي نہ ئي منهنجن لفظن کي ڪوڙو ڪري سگهي ٿو." گهڻي دير کان پوءِ ان چيو هيو.

*******

ايمان علي ان جي زندگيءَ ۾ اچڻ وارو عجيب ترين مرد هيو. ان کي حيرت ٿيندي هئي تہ ڇا ڪوئي مرد انا کان بغير ٿي سگهي ٿو ۽ ايمان علي اهڙوئي هڪڙو مرد هيو. اهو گهٽ ڳالهائو ۽ مائيٽو ("رِزرو" Reserve) هيو. ان جو اندازو ان کي شاديءَ جي ڪجهہ ڏينهن اندر ئي ٿي ويو هيو. ان کي ايمان جي سرگرمين ۽ مصروفيتن تي حيرت ٿيندي هئي. گهر، آفيس، جيمخانو ۽ وري گهر ..... شاديءَ جي ٽئين چوٿين ڏينهن ان پنهنجون مصروفيتون ٻڌايون هيون تہ اُميد مرڪندي چيو هيو.

"تون پنهنجي زندگيءَ مان گهڻو مطمئن ۽ خوش هئين، هي شادي ڪٿان اچي وئي. سُنو ڪونہ هيو تہ تون ائين ئي رهين ها..... آزاد....."

"ها، سُنو هجي ها ..... جيڪڏهن مون توکي نہ ڏٺو هجي ها. تڏهن شايد منهنجو اطمينان سدائين ائين ئي برقرار رهي ها." ان گهڻي سادگي سان جواب ڏنو هيو.

اها ماٺ ڪري ان جو منهن تڪيندي رهي. اهو ماني کائي رهيو هيو.

"ايمان، جيڪڏهن مان تنهنجي زندگيءَ مان نڪري وڃان تہ ڪهڙو فرق پوندو؟"

اهو ماني کائيندي رڪجي ويو. "مون وٽ اهڙي ڪنهن سوال جو جواب ڪونهي جيڪو ممڪن نہ هجي."

"دنيا ۾ سڀ ڪجهہ ممڪن هوندو آهي."

"ٿيندو هوندو ..... مگر اهو نہ" ان پنهنجي ڳالهہ تي زور ڏئي چيو. "تون مون کي ان وقت ڇڏي وينديئن جڏهن مان توکي ڪو ڏک ڏيندس. مگر مان توکي ڪوبہ ڏک ڪونہ ڏيندس، انهيءَ ڪري تنهنجي ڇڏي وڃڻ جو سوال ئي پيدا ڪونہ ٿو ٿئي."

ان کي بي اختيار ڪو ٻيو ياد آيو. اها ڊائننگ ٽيبل تان اٿي وئي.

اها ان سان خوش ڪونہ هئي تہ ناخوش بہ ڪونہ هئي، مگر ايمان علي جي وجود جهانزيب عادل جي پوٽ کي ختم ڪونہ ڪيو هيو. ايمان علي هرلحاظ کان جهانزيب کان بهتر هيو. مگر اهو جهانزيب ڪونہ هيو. اهو اُميد سان محبت جو اظهار ڪندو هيو تہ ان کي جهانزيب ياد اچڻ لڳندو هيو. ان جي لهجي جي نرمي، ان جي مسڪراهٽ، ان جي هر ڳالهہ ان کي جهانزيب جي ياد ڏياريندي هئي ..... اها سوچيندي هئي جيڪڏهن مان ايمان علي سان گڏ نہ پر جهانزيب سان گڏ هجان ها تہ ..... تہ ڇا ٿئي ها. ڇا زندگي هڪدم خوبصورت ۽ دنيا مڪمل نہ ٿي وڃي ها. ايمان علي جي محبت ۽ خلوص جهانزيب جو بدل نٿا ٿي سگهن.



شادي جي هڪڙي هفتي کان پوءِ اهو ان کي پنهنجي پيءُ ماءُ سان ملائڻ لاءِ جرمني وٺي ويو. اها ان جي پيءُ ماءُ سان بہ ٽي پيرا فون تي ڳالهہ ٻولهہ ڪري چڪي هئي. اها ان ڳالهہ جوبہ اندازو لڳائي چڪي هئي تہ

ايمان پنهنجي ماءُ سان گهڻو مانوس ("اٽئچڊ" attached )هيو ۽ اُن جي ڳالهين ۽ خيالات تي ان جي ماءُ جي نظرين جي گهڻي گهري ڇاپ هئي. هن کي پوءِ بہ ان ڳالهہ تي حيرت هئي تہ ماءُ کان ايترو متاثر هجڻ جي باوجود ان عيسائي (ڪرسچين) ٿيڻ جي ڪوشش ڇو نہ ڪئي. باقاعده طور تي ڪنهن بہ مذهب کي اختيار ڪرڻ کان اهڙي طرح پاسو ڇو ڪيو. سُبل سان ملي ان کي خوشي ٿي هئي. اها واقعي گهڻو مختلف قسم جي عورت هئي. ان مغربي عورت جي باري ۾ جيڪو ڪجهہ پڙهيو هيو اها ان کان ابتڙ هئي.

"مون کي اڄاتائين يقين ڪونہ ٿو اچي تہ ڊينئل شادي ڪئي آهي ۽ تون واقعي ان جي زال آهين." جرمني پهچڻ جي ٻئي ڏينهن ان منجهند جي ماني کائيندي اُميد کي چيو. "هن تہ هاڻي شادي ڪرڻ ئي نٿي گهري مگر مان خوش آهيان تہ هن کي آخرڪار اهڙي زال ملي وئي جهڙي ان کي گهربي هئي."

"هن ڪهڙي زال گهري ٿي؟" اُميد ايمان کي ڏسندي دلچسپي سان پڇيو.

"اهڙي ڇوڪري جنهن جو ڪڏهن ڪو ڇوڪرو دوست ("بواءِ فرينڊ") نہ رهيو هجي، جيڪا گهڻو مشرقي هجي بلڪ تنگ نظر ۽ قدامت پرست. يقينن تون اهڙي ئي ڪنهن گهراڻي سان تعلق رکندي هونديئن جتي مردن سان گهڻو ملڻ جلڻ ڪونہ ٿيندو هوندو..... مگر پوءِ ڊينئل سان تنهنجي ملاقات ڪيئن ٿي وئي ۽ شادي ..... عجيب ڳالهہ آهي نہ" اُميد جي چهري جي مسڪراهٽ هڪدم غائب ٿي وئي.

"نہ امان ("ممي")! اُميد هڪڙي ريسٽورنٽ ۾ ڪم ڪندي هئي. مون ان کي پهريون دفعو اتي ڏٺو." اهو مرڪندي جهڻي آواز ۾ ماءُ کي ٻڌائي رهيو هيو.

اُميد عجيب نظرن سان ان کي ڏٺو.

"۽ توکي انهي ڳالهہ تي ڪوئي اعتراض ڪونہ ٿيو تہ اها اهڙي طرح جي نوڪري ڪري رهي آهي؟"

"ممي! توهان منهنجي باري ۾ ڪجهہ زياده ئي غلط سوچڻ لڳيون آهيو. مان ايترو قدامت پرست بہ ڪونہ آهيان."

ان ماءَ جي ڳالهہ تي ڪجهہ چپ هئي اُميد کي ڏنو جيڪا بي تاثر چهري سان ماني کائڻ ۾ مصروف هئي.

"چو اُميد! ڇا تنهنجو ڪو ڇوڪرو دوست ("بواءِ فرينڊ") ڪونہ رهيو آهي؟" سُنبل وڏي بي تڪلفي سان اُميد کان پڇيو.

اُميد جي چهري جو رنگ بدلجي ويو.

ممي، پليز!" ايمان هڪدم احتجاج ڪيو.

"اڙي، ان ۾ اهڙي ڪهڙي ڳالهہ آهي؟" سُنبل ڪجهہ حيراني مان چيو.

"نہ، توهان ان ڳالهہ کي ڇڏيو. توهان اهو ٻڌايوتہ اها مڇي توهان ڪيئن پچائي آهي. مون کي اڳ ۾ تہ توهان ڪڏهن اهڙو ٻوڙ ("ڊِش") ڪونہ کارايو آهي." اهو وڏي مهارت سان موضوع بدلائي ويو.

*******

"توکي خبر هئي منهنجو مڱڻو ٿيو هيو. اهاٻہ خبر اٿئي تہ مان اڄ تائين جهانزيب کي وسارڻ ۾ ڪامياب ڪونہ ٿي آهيان پوءِ ٻہ مون سان شادي ..... تنهنجي امي چئي رهي هئي تہ تو اهڙي ڇوڪري گهري ٿي جنهن جو ڪو بواءِ فرينڊ نہ هجي پوءِ توکي انهي ڳالهہ تي اعتراض ڇو ڪونہ ٿيوتہ منهنجو هڪڙو مڱيندو هيو جنهن سان مان محبت ڪيان ٿي." ان رات اُميد سمهڻ کان اڳ ۾ ايمان سان ڳالهائيندي ان کي جتايو هيو.

"اهو تنهنجو بواءِ فرينڊ ڪونہ هيو." ان ڇڻ بحث شروع ڪرڻ کان لنوايو.

"منهنجي لاءِ اهو ڪنهن بواءِ فرينڊ کان وڌيڪ هيو." ان وڏي بيخوفي سان ان سان اکين ۾ اکيون ملائيندي چيو.

ايمان جي چهري جو رنگ بدلجي ويو. ڪجهہ چوڻ کان سواءِ ان اکيون بند ڪندي ٽيبل لئمپ وسائي ڇڏي

"مان توکان پڇي رهي آهيان، توکي مون تي اعتراض ڇو ڪونہ ٿيو؟" اُميد ڊيٺپائي سان پنهنجي ڳالهہ ورجائي.

"اُميد، مون کي ننڊ ٿي اچي." پنهنجين اکين کي ٻانهن سان ڍڪيندي ان بي تاثر لهجي ۾ جواب ڏنو.

اها ڪجهہ دير تائين ان کي ڏسندي رهي، پوءِ ان بہ ٽيبل لئمپ وسائي ڇڏي، نائيٽ بلب جي هلڪي روشني ۾ اها ڪُجهہ دير تائين ڇت کي گهوريندي رهي.

"هن شخص جي خواهش هئي تہ ان جي زندگي ۾ اها ڇوڪري اچي جنهن ان کان اڳ ڪنهن سان محبت نہ ڪئي هجي ۽ ان جي زندگي ۾ مان آيس. اُميد عالم جنهن جي زندگي ۾ جهانزيب عادل کان علاوه ٻيو ڪجهہ آهي ئي ڪونہ" ان کي بي اختيار ايمان تي ترس آيو.

"ڇا اهو شخص اهڙي سلوڪ جو حقدار آهي جيڪو مان ان سان ڪيان ٿي. ڇا ان کي تڪليف نٿي ٿئي. جڏهن مان جهانزيب جو نالو اهڙي طرح ان جي سامهون وٺان ٿي ...... ۽ مان ..... مان اهو سڀ ڇوٽي ڪريان ..... جڏهن تہ مان ان سان شادي ڪري چڪي آهيان. ان سان گڏ زندگي گذاري رهي آهيان ..... ان شخص سان جيڪو منهنجي هر خواهش پوري ڪرڻ جي ڪوشش ڪري ٿو جنهن پنهنجي زندگي گهڻي ديانتداري سان گذارڻ جي ڪوشش ڪئي هئي. پوءِ مان اها ڳالهہ ڇو تسليم نٿي ڪري ڇڏيان تہ هاڻي مون وٽ هن شخص کان علاوه ٻيو ڪوئي رستو ڪونهي. اهو شخص ايترو حقدار آهي تہ مان ان جي جذبن جو قدر ڪريان. اهڙي طرح ان کي تڪليف پهچائي مان ڪهڙي جذبي جي تسڪين چاهيان ٿي."

اها خبر ڪونهي ڪهڙي لهري ۾ اچي سوچي رهي هئي. ذهني ابتري جي جنهن ڏکهي دور مان اها گذري رهي هئي، اهو چند گهڙين لاءِ چرڻ ختم ٿي ويو هيو. ڪجهہ گهڙين لاءِ ان پنهنجي اندر ۾ ڪنهن سڪون ۽ ساٿت کي محسوس ڪيو. گهڻو آهستڙي ان ايمان جي اکين تان ان جي ٻانهن هٽائيندي ڇيو.

"ڇا واقعي ئي سمهي ويا آهيو؟"

"مان ڪوشش ڪري رهيو آهيان." ايمان اکيون کولي اوندهہ ۾ ان کي ڏسڻ جي ڪوشش ڪئي.

"ڳالهہ ٻارڻ لاءِ اکيون بند ڪرڻ جي ضرورت ڪونهي هوندي." اها هاڻي اطمينان سان ان جي ڪلهي تي مٿو رکي اکيون بند ڪيون پئي هئي.

ايمان گهڻي حيرت مان پنهنجي ڪلهي تي رکيل ان جي مٺي کي ڏٺو پوءِ ان جي نظر پنهنجي سيني تي رکيل ان جي هٿ تي وئي. اها اکيون بند ڪيون پرسڪون انداز ۾ سمهڻ جي ڪوشش ڪري رهي هئي. اهو بي اختيار مرڪيو. پنهنجو هٿ ان جي هٿ تي رکي ان پاڻ به اکيون بند ڪري ڇڏيون.

*******

ايندڙ ڪجهه ڏينهن ان پوري طرح جهانزيب عادل کي پنهنجي ذهن مان ڪڍڻ جي ڪوشش ڪئي. اها ايمان سان گڏ ان جي مختلف مائٽن (فيملي ميمبرز) وٽ دعوتن ۾ شرڪت ڪندي رهي. هر جاءِ تي ان کي ايمان جي باري ۾ ڪجهه نه ڪجهه ضرور معلوم ٿيندو رهيو. ان کي اندازو ٿي ويو هيوته اهو پنهنجين عادتن جي ڪري پنهنجي خاندان ۾ گهڻو پسند ڪيو ويندو هيو ۽ اها پسنديدگي صرف ان جي لاءِ ئي نه بلڪ سُبل ۽ پيٽر جي لاءِ به هئي. اها ان سان پنهنجي رشتي کي مضبوط ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهي هئي. ان جو هٿ پڪڙي رستن تي هلندي، ان جي ڳالهين تي کِلندي، ان سان ڳالهيون ڪندي ان هر دفعي جهانزيب جي پوت کان فرار حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. جرمني ۾ رهائش دوران ان ايمان سان گڏ پنهنجي زندگي جي ڏاڪڻ تي پيهر چڙهڻ ۽ قدم ڄمائڻ جي ڪوشش ڪئي ..... مگر اها هڪڙو دفعو وري ڪري.....

*******

جرمني مان واپس اچڻ کان به ڏينهن اڳ اها ايمان سان گڏجي ڪجهه خريداري (شاپنگ) ڪرڻ وئي ۽ اتي اسٽور تي خريداري ڪندي ان اوچتو ايمان کي اتي ڪونه ڏٺو. تلاش ڪندڙ نظرن سان ان اسٽور جي هر حصي ۾ ان کي ڳولڻ جي ڪوشش ڪئي پر اهو اتي ڪونه هيو. اها ڪجهه پريشان ٿي دخل (ڪائونٽر) تي آئي.

"توهان سان جيڪو گڏ آيو هيو اهو پنهنجن ڪپڙن جي ادائگي ڪري وڃي چڪو آهي."

دخل (ڪائونٽر) تي بيٺل ڇوڪريءَ جي ڳالهه ٻڌي ان جي پيرن هيٺان زمين نڪري وئي.

"ڇامطلب! اهو ڪيڏانهن وڃي سگهي ٿو. اهو منهنجو مڙس آهي ۽....."
"تہ پوءِ توهان انتظار ڪريو. شايد اهو ڪنهن ضروري ڪم سان ٻاهر ويو هوندو."

ان ڇوڪريءَ پنهنجي اڌوگابري انگريزي ۾ هن کي سمجهايو. اها ڪجهہ چوڻ کان سواءِ اسٽور جي دروازي تي وڃي ويهي رهي. شاپنگ مال مان نڪرندڙ ماڻهن جي انبوهہ ۾ اهو ان کي ڪٿي بہ نظر ڪونہ آيو. وقت آهستي آهستي گذري رهيو هيو ۽ ان جي بيچيني ۽ پريشاني ۾ اضافو ٿي رهيو هيو. "ائين مون کي ڇڏي اهو ڪيئن وڃي سگهي ٿو؟" ان جا هٿ هاڻي ڏڪڻ لڳا هيا. ان گهر جي ايڊريس ياد ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي مگر اها ناڪام ٿي وئي. جرمن زبان ۾ گهر جي دروازي تي لکيل ڏس اها ڪنهن طرح بہ ياد نہ ڪري سگهي هئي. ان وٽ پرس ڪونہ هيو اها بلڪل خالي هٿين هئي. ان جي سمجهہ ۾ ڪجهہ بہ ڪونہ ٿي آيو تہ اها ڇا ڪري، ڏهہ منٽ گذري ويا. اهو ڪونہ آيو.

اُميد پاڻ کي ان خوف جي پڪڙ ۾ ڏٺو جنهن پنج سال اڳ ان رات ان کي پنهنجي گرفت ۾ ورتو هيو جڏهن جهانزيب جي ويڃڻ کان پوءِ اها گيٽ وٽ آئي هئي. ان کي پنهنجو پاڻ هڪڙو ڀيرو وري ڪنهن انڌي کوهہ جي تري ۾ محسوس ٿيڻ لڳو هيو.

"ڇا ايمان مون کي ڄاڻي واڻي ڇڏي هليو ويو آهي؟ مگر ڇو..... ۽ اهڙي طرح، او خدا ....." ان جي دماغ ۾ سُرسُر ٿيڻ لڳي.

"۽ جيڪڏهن اهوبہ مون کي جهانزيب وانگر ڇڏي ويو آهي تہ مان ..... مان ڇا ڪنديس ..... هتي اهڙي نموني ..... خالي هٿين ..... مگر مون ايمان سان اهڙو ڇا ڪيو آهي جو اهو ائين ڪندو. مان ان جي زال آهيان، ڪوبہ زال کي ائين ڇڏي وڃي نٿو سگهي. مگر اهو شايد مون کي ڇڏي هليو ويو هجي. جهانزيب بہ تہ هليو ويو هيو."

اها بي اختيار اسٽور مان ٻاهر نڪري آئي. پاڳلن وانگر ماڻهن جي ڀيڙ کي چيريندي اها هڪ هڪ چهري کي ڏسي رهي هئي. پنهنجي اڳيان ويندڙ هر شخص ان کي ايمان لڳي رهيو هيو. ان کي اندازو ٿي نہ سگهيو تہ اها شاپنگ مال جي ڪهڙي حصي ۾ پهچي چڪي هئي. ان کي صرف اها خبر هئي تہ اهو ان کي ڪونہ مليو هيو. ان جو ذهن بلڪل

مائوف ٿي رهيو هيو. پنهنجي ڀر سان لنگهندڙ هڪڙي عورت کي روڪي ان انگريزي ۾ پنهنجو مسئلو ٻڌايو هيو. ان عورت جي بجاءِ ان سان گڏ ويندڙ هڪڙي مرد ماڻهوءَ ان کي پبلڪ ايڊريس سسٽم تي ايمان جو توجهہ ڇڪائڻ لاءِ چيو. ان کي انتظاميہ جي آفيس جي رستي جي خبر ڪونہ هئي. اهو شخص ۽ ان جي ساٿي عورت ان کي اتي ڇڏي ويا. آفيس ۾ موجود هڪڙي ڇوڪري ۽ ٻن مردن وڏي همدردي سان ان جي ڳالهہ ٻڌي ۽ پوءِ گهڻي معمول جي انداز ۾ ان کي تسلي ڏيڻ کان پوءِ پبلڪ ايڊريس سسٽم تي ايمان علي جو نالو ورجائڻ لڳا. اها ڪوماڻل ڇهري سان انهن کي ڏسندي رهي.

”هتي اڪثر ماڻهو هڪٻئي کان الڳ ٿي ويندا آهن. اها اهڙي پريشاني جي ڳالهہ ڪونهي.“

اعلان ڪرڻ دوران ان ڇوڪري شايد ان جي مرجهايل ڇهريَ کي ڏسندي ان کي تسلي ڏني. اها بي تاثر ڇهري سان ان کي ڏسندي رهي. ان کي خبر هئي تہ هتي اهي ئي ماڻهو هڪٻئي کي ڳولي ويندا هوندا جيڪي ڳولڻ جي ڪوشش ڪندا هوندا. باقي جيڪڏهن ڪو ڄاڻي واڻي ڪنهن کي.....

ڇوڪري هڪڙو دفعو وري ايمان جي نالي پيغام ڏئي رهي هئي. هن کي پنهنجو پورو وجود گهڻو ٿڌو محسوس ٿي رهيو هيو. ”ان کان پوءِ اڳتي مون کي ڇا ڪرڻو آهي ..... هتان پاڪستان ايمبيسي فون ڪيان ..... انهن کي ٻڌايان تہ مون سان ڇا ٿيو آهي. پوءِ اهي ان کي ڳولڻ جي ڪوشش ڪن ۽ ڳولڻ کان پوءِ بہ ڇا ٿيندو. جيڪڏهن ان مون سان پنهنجي شادي کان انڪار ڪري ڇڏيو يا ان چيو تہ اهو مون کي رکڻ نٿو گهري تہ ..... تہ ڇا ٿيندو. مان واپس ڪيئن ويندس ايتري بي عزتي سان.....“

ان کي پنهنجو پورو وجود ڪنهن سو پيري (آڪٽوپس) جي گرفت ۾ محسوس ٿي رهيو هيو. ”پهريان جهانزيب ..... هاڻي ايمان. مون اهڙو ڪهڙو گناهہ ڪيو آهي جو مون کي اهڙي طرح سزا ملي رهي آهي. آخر مون هن شخص سان شادي ڇو ڪئي. مون کي شادي نہ ڪرڻ گهرجي ها. ڊاڪٽر خورشيد ..... اهو غلط چوندو هيو. اهوبہ هن ماڻهوءَ کان ڌوڪو کائي ويو.“

ان کي پنهنجو جسم پٿر وانگر ڳورو محسوس ٿيڻ لڳو هيو.

اعلان ڪندي پنج منٽ گذري ويا هيا. اهو ڪونہ آيو هيو. ڇوڪريءَ هاڻي اعلان ڪرڻ بند ڪري ڇڏيو.

"توهان هاڻي گهر هليون وڃو. ٿي سگهي ٿو اهو هتان هليو ويو هجي." ان ڇوڪريءَ چيو. اها گم سم ان جو منهن ڏسندي رهي. اها ان ڇوڪريءَ کي ٻڌائي نہ پئي سگهي تہ ان سان ڇا ٿيو هيو. تڏهن ئي ڪوئي هڪڙي جهٽڪي سان دروازو کولي اندر آيو هيو ۽ اُميد جو دماغ هڪدم اُڏي ويو. ان جي دل گهريو هيو تہ اها ايمان کي ايترو ماري ۽ اهڙي خراب نموني ماري جو اهو.....

اهو..... اهو بي اختيار ان ڏانهن آيو هيو. ان کي خبر نہ پئي ان کي هڪدم ڇا ٿي ويو. اها بس ان تي رڙيون ڪرڻ لڳي، پوءِ ان کي بي تحاشا روئڻ آيو. ايمان لٿل منهن سان ان کي روئيندو ڏسندو رهيو. گهڻي دير تائين اهو ان کان معافيون وٺندو رهيو مگر اها ان سان گڏ وڃڻ لاءِ تيار ڪونہ هئي.

"مون کي هاڻي توسان گڏ ڪونهي وڃڻو پاڪستان وڃڻو آهي. مون کي پنهنُجو پاسپورٽ گهرجي."

اها روئيندي صرف هڪڙي ئي ڳالهہ ڪري رهي هئي. ان کي خبر ڪونهي اهو ان جي روئڻ کان تنگ ٿيو يا ان جي ڳالهين کان مگر گهڻي دير تائين ان وٽ ويٺو رهڻ کان پوءِ ان هڪدم رڙ ڪئي هئي.

"مان تنهنجو مڱيندو ڪونہ آهيان جو توکي ڇڏي هليو ويندس. مان تنهنجو مڙس آهيان."

ان کي يقين ڪونہ آيو تہ اهي لفظ ايمان علي ان کي چيا هيا.

ڇا اهو شخص هاڻي مون کي جهانزيب جي حوالي سان طنز جو شڪار بڻائيندو.

ان کان هڪدم روئڻ وسري ويو.

"هاڻي هلون؟" ان اهڙي طرح وڏي آواز ۾ رڙ ڪئي. ڪجهہ چوڻ کان سواءِ ان جي اڳيان هلندي اها ڪمري مان ٻاهر اچي وئي.

"مان پنهنجي هڪڙي سوٽ (ڪزن) کي ڏسي دوڪان مان نڪتو هيس. ان سان ڳالهائيندي مون کي ڪجهہ منٽ لڳا ۽ تون اتان غائب ٿي

وئينء. مان ميجان ٿو مون کي اتان اهڙي طرح توکي پڌائڻ کان سواءِ نہ وڃڻ گهرجي ها پر توکي بہ اتي ترسي منهنجو انتظار ڪرڻ گهرجي ها. توکي اندازو ڪونهي تنهنجي ڪري مان ڪيترو پريشان ٿيو آهيان، ۽ هاڻي ٻارن وانگر تو روئڻ رڙڻ شروع ڪري ڇڏيو. مان توکي چو ڇڏي ويندس، اهوبہ اهڙي طرح ....."

ان سان گڏ هلندي اهو هاڻي صفايون پيش ڪري رهيو هيو مگر اها ان جي ڪنهن بہ ڳالهہ کي ٻڌي ڪونہ پئي سگهي. ان جي ذهن تي هاڻي بہ ڪجهہ دير پهريان وارو جملو سوار هيو.

"هي شخص ڪير ٿيندو آهي مون کي جتائڻ وارو تہ منهنجو مڱيندو مون کي ڇڏي هليو ويو. آخر ان کي اها ڳالهہ چوڻ جو ڪهڙو حق ٿو پهچي."

ان جون وضاحتون صرف اتي نہ پر گهر اچي بہ جاري رهيون هيون ۽ شايد هن جي خاموشي ان کي پريشان ڪري رهي هئي. انهيءَ ڪري اهو معافيون وٺندو رهيو مگر اها بلڪل ماٺ ٿي رهي، هن کي اهو ان کان پهريان ڪڏهن بہ ايترو خراب ڪونہ لڳو هيو جيترو ان وقت لڳو هيو.

ان رات گهڻن ڏينهن کان پوءِ هڪڙو دفعو وري اها جهانزيب جي پوت جو شڪار ٿي هئي. ان کي اهو تمام گهڻو ياد آيو هيو. ايمان علي ڪڏهن بہ جهانزيب بڻجي نٿو سگهي. رات جو ٽين بجي تائين جاڳندو رهڻ کان پوءِ ان پلنگ تي ٻي ڪنڌ تي گهري ننڊ ستل ايمان علي کي ڏسي پنهنجي آلي ڇهري کي صاف ڪندي سوچيو. پوت وارو سلسلو هڪڙو ڀيرو وري شروع ٿي ويو هيو.

*******

جرمني کان واپس اچڻ بعد اها هڪڙي هفتي جي لاءِ راولپنڊي رهي. ايمان علي ان دوران ان کي باقاعدگي سان فون ڪندو رهيو. هتي اچي ان کي احساس ٿيو هيوتہ ان جي زندگي ۽ مستقبل هاڻي ڪنهن حد تائين ايمان علي سان وابستہ ٿي چڪو هيو. اُميد جي ڪابہ ڳالهہ ايمان جي حوالي کان سواءِ ڪونہ ڪٽي ويندي هئي. ان جي ماءُ، ان جا ڀائر، ان جي ڀيڻ، ان کي انهن جون ڳالهيون ٻڌي احساس ٿيندو هيوتہ ايمان علي ان گهر ۾ ان جي زندگيءَ جي لاءِ ڪيتري اهميت اختيار ڪري چڪو آهي.

”۽ مان ڪيترو وقت اهڙي طرح ناراض رهي زندگي گذاري سگهان ٿي.“ ان بيوسيءَ مان سوچيو.

هڪڙي هفتي کان پوءِ اهو ان کي وٺڻ آيو هيو ۽ اها خاموشي سان بلڪل نارمل طريقي سان ڪنهن بيزاري جو اظهار ڪرڻ کان سواءِ ان سان گڏجي هلي آئي.

ايمان علي آفيس دخلڪاري (جوائن) ڪري چڪو هيو. آفيس کان اچڻ بعد اهو باقاعدگي سان رات جو ڊاڪٽر خورشيد وٽ ويندو رهندو هيو. اُميد کي حيراني ٿيندي هئي تہ اهو ان وٽ ڇاجي لاءِ ويندو هيو ۽ وري اهڙي طرح باقاعدگي سان. انهن ٻنهي جا تعلقات آهستي آهستي وري سٺا ٿي ويا هيا. مگر جهانزيب جو پوٽ هاڻي بہ ان جي زندگي مان اوجهل ڪونہ ٿيو هيو. جڏهن اهو ان جي حواس تي سوار ٿيندو هيو تڏهن ان کي ٻيو ڪوبہ نظر ڪونہ ايندو هيو.

ايندڙ ڪجهہ مهينن کان پوءِ ان پنهنجي زندگي ۾ هڪڙو ٻيو نئون موڙ ڏٺو هيو.

*******

”منهنجو ٻار.....؟“ ان ڊاڪٽر جي ڳالهہ ڏاڍي بي يقيني مان ٻڌي هيو ۽ پوءِ گهر اچڻ تائين اها ان بي يقيني جو شڪار رهي هئي. اها ڪيفيت ايندڙ ڪجهہ هفتن تائين رهي مگر ايمان علي جو ردعمل بلڪل مختلف هيو. اهو گهڻو خوش هيو. ان جرمني فون ڪري پنهنجي پيءُ ماءُ کي بہ انهي باري ۾ ٻڌائي ڇڏيو هيو. غيرمحسوس طور تي انهن جي وچ ۾ ٿيڻ واري گفتگو جو موضوع بدلجي ويو هيو. هاڻي انهن وٽ ڳالهہ ڪرڻ جو صرف هڪڙوئي موضوع هيو. باقي هر شي ڄڻ هڪدم پس منظر ۾ هلي وئي هئي. ايستائين جو جهانزيب بہ. ساڍن پنجن سالن کان پوءِ پهريون ڀيرو ان خوشي محسوس ڪئي هئي. پهريون دفعو ان دنيا کي هڪڙو ڀيرو وري رنگين ٿيندي ڏٺو.

”مان ايمان علي ۽ پنهنجي ٻار سان گڏ گهڻي خوش رهي سگهان ٿي. شايد مان سڀ ڪجهہ وساري ويندس. پنهنجو اهو ماضي جنهن کان مان اڄ ڏينهن تائين جان ڇڏائي ڪونہ سگهي آهيان، جيڪو هڪڙي هولناڪ پوٽ جي صورت ۾ منهنجو پيڇو ڪندو رهندو آهي.

ان کي ڪڏهن ڪڏهن ڪِل اچي ويندي هئي.

"واقعي ايمان علي مون کي ڪٿي ڇڏي سگهيو ٿي ۽ هاڻي ته شايد ڪڏهن به نه ۽ مان ..... مان هر وقت ان بي يقيني ۾ قائل رهندي هيس ته مون کي ڇڏي سگهي ٿو. منهنجا سمورا خدشا ڪيترو بي بنياد ثابت ٿيا آهن."

اها پنهنجي هر پراڻي سوچ کي ذهن مان ڪيڻ لڳي.

"ها، مون کي هاڻي سڀ ڪجهه وساري نئين سر زندگي شروع ڪرڻ گهرجي. پنهنجن وهمن کي هميشه جي لاءِ دفنائي ڇڏڻ گهرجي."

ان کي هرشي سٺي لڳڻ لڳي هئي. منهنجو گهر، ايمان ..... ايمان علي جي لاءِ ڪم ڪرڻ ..... آفيس هليو وڃڻ کان پوءِ ان جو ڏينهن ۾ به ٽي پيرا فون تي هن سان ڳالهائڻ، رات جو ان سان گاڏي ۾ ويهي گهمڻ لاءِ ويندي مستقبل جي باري ۾ منصوبا ٺاهڻ، زندگي جڻ ان جي لاءِ نئين سر شروع ٿي هئي ۽ اتي پري پري تائين ڪنهن جهانزيب عادل جو پاڇو ڪونه هيو ۽ شايد اها ان جي ڀل هئي.

*******

ان رات اها ايمان علي سان گڏجي هڪڙي هوٽل ۾ ماني کائڻ وئي. ماني کائڻ کان پوءِ واپس ايندي هوٽل جي لنگهه ("اينٽرنس")وٽ ان جنهن شخص کي ڏٺو هيو ان جي وجود هن کي ڄمائي ڇڏيو هيو. اها هر چهري کي وساري سگهي ٿي مگر ان چهري کي نه. ان کي لڳو اها هڪڙو ڀيرو وري ڪنهن ڀوت جي گهيري ۾ هئي. هن ڀيري ڪو به ڀوت ڪونه هيو. اهو هڪڙي ڇوڪريءَ سان کِلندو ڏاڪا چڙهندو ان ڏانهن اچي رهيو هيو. پوءِ جهانزيب به ان کي ڏسي ورتو هيو. ڪجهه گهڙين لاءِ ان جا پير (قدم) به رڪجي ويا، پوءِ اهو تڪڙو تڪڙو ان جي ڀر مان گذري ويو. اُميد جي دل گهريو ته اها ڀڄندي ان جي پنيان هلي وڃي. ان ڇوڪريءَ کي ان جي ڀر مان هٽائي پاڻ ان جي جاءِ وٺي.

ان کي خبر ڪونهي، ايمان علي ان وقت ان کي ڪهڙين نظرن سان ڏسي رهيو هيو. ان کي ائين لڳي رهيو هيو اها هڪڙو دفعو وري ساڍا پنج سال اڳ واري ان جهنگل ۾ پهچي وئي آهي. جهانزيب کان علاوه دنيا ۾ هاڻي به ڪجهه ڪونه هيو. ان جا هٿ هاڻي به خالي هيا. زندگي هاڻي به

هڪڙو ڪستو (ڪشڪول) هئي. اهو هال ۾ ڪٿي گم ٿي چڪو هيو. ان کي نظر ڪونہ ٿي آيو. ان کي هڪدم پنهنجي ڪلهي تي هلڪو دٻاءُ محسوس ٿيو. اها چرڻ هڪدم پنهنجي حال ۾ موٽي آئي هئي. ڪنڌ ورائي ان ايمان علي کي ڏٺو. هن جي ڪلهي تي ان جو هٿ هيو.

"جهانزيب؟" ان ايمان علي جي زبان مان صرف هڪڙو لفظ ٻڌو. هوٽل جي بند دروازي کي ڏسندي ان هائوڪار ۾ مٿو لوڏيو.

ايمان علي هڪدم ڪجهہ چوڻ کان سواءِ تيزي سان ڏاڪا لهي ويو. هن بيچيني مان ان کي ويندي ڏٺو ۽ هن کي احساس ٿي ويوتہ ايمان علي کي ڇا ٿيو آهي. هوٽل جي دروازي مان نظر اچڻ وارن ماڻهن جي چهل پهل تي آخري نظر وجهندي اها ان جي پٺيان ڏاڪا لهي وئي.

ايمان علي گاڏي ۾ ان جو انتظار ڪري رهيو هيو. اُمِيد جي ويهڻ سان ئي ان گاڏي هلائي ڇڏي. اهو گهڻي محتاط ڊرائيونگ ڪندو هيو. پهريون دفعو اها ان کي ايتري تيز ("رَئش") ڊرائيونگ ڪندي ڏسي رهي هئي. ٽن جاين تي ان سگنل ٽوڙيو ۽ ٻہ پيرا ان غلط موڙ ڪاٽيو. ٻہ پيرا ان غلط طريقي سان اڳ ڪڍيو(اوور ٽيڪ ڪيو). ان جو چهرو بي تاثر هيو مگر ان جي هر حرڪت مان ان جي پريشاني ظاهر ٿي رهي هئي. اُمِيد کي احساس ٿي رهيو هيو تہ اهڙي طرح بي اختيار ٿي ان ڪيتري وڏي غلطي ڪئي هئي. مگر گهر وڃي ان سان معذرت ڪنديس. ڪوئي بهانو ٺاهي وينديس. ان پاڻ کي تسلي ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي.

گهر پهچي ان سان ڳالهائڻ جو ڪوشش گهڻي ناڪام ٿي وئي هئي. اهو هن جو هٿ اڇلي ڪائي معذرت ٻڌڻ کان سواءِ مطالعي (اسٽڊي) واري ڪمري ۾ هليو ويو. اها پريشاني جي عالم ۾ سمهڻ واري ڪمري (بيڊ روم)۾ ويهي رهي. گهڻي عرصي کان پوءِ ان پاڻ کي اهڙي طرح بيوس محسوس ڪيو هيو. اها ايمان علي سان محبت ڪونہ ڪندي هئي پر ان جي باوجود هن ان سان معذرت ڪرڻ گهري ٿي، ڇوتہ اهو هن جو مڙس هيو. هن جي ٻار جو پيءُ هيو. هن ان سان پنهنجي ڪنهن رشتي کي ان ڏاڪي (اسٽيج) تي ختم ڪرڻ نٿي گهريو. اها ختم ڪري ئي نٿي سگهي.

گهڻي دير کان پوءِ اها اٿي مطالعي (اسٽڊي) واري ڪمري ۾ وئي. ايمان علي ڪمپيوٽر تي پنهنجي ڪم ۾ مصروف هيو. اها ان جي ويجهو وڃي ويهي رهي. هڪڙو ڀيرو وري ايمان علي سان معذرت ڪرڻ جي ڪوشش ڪيائين مگر اهو ڏمرجي ويو هيو.

"جڏهن توکي خبر آهي تہ تون هڪڙو غلط ڪم ڪري رهي آهين تہ ڇو ٿي ڪرين؟ هڪڙي اهڙي شخص جي لاءِ جنهن نَوَ سال توکي پنهنجي مڱيندي رکڻ کان پوءِ بہ توسان شادي ڪونہ ڪئي، ان جي لاءِ تون ڇو پريشان آهين؟ جيڪو شخص توسان محبت ڪونہ ٿو ڪري ان جي پٺيان ڇوٿي ڀڄين. جنهن شخص توکي ڏوکو ڏنو....."

ان مشتعل ٿي ايمان علي جي ڳالهہ ڪٽي ورتي.

"ان مون کي ڪوبہ ڏوکو ڪونهي ڏنو. مون ان کي ڏوکو ڏنو. ان مون کي ڪونہ ڇڏيو. مون ان کي ڇڏيو."

اهو ان کي حيراني مان ڏسي رهيو هيو. اها ايترو اشتعال ۾ هئي جو ساهي کڻڻ کان سواءِ ان کي سڀ ڪجهہ ٻڌائيندي وئي هئي.

"جهانزيب کان وڌيڪ ڪنهن بہ ماڻهوءَ جا مون تي احسان ڪونہ آهن. ليڪن ان جي اهو جيڪا قيمت گهري رهيو هيو. مان نٿي ڏئي سگهيس. مون ان سان گهڻي محبت ڪئي هئي. نَوَ سال گهڻو وڏو عرصو ٿيندو آهي مگر محبت جي باوجود مان ان جي ڳالهہ مڃي نٿي سگهيس. مان ٻڃي وئي هيس. منهنجي پيءُ سورنهن سال منهنجي ڪنن ۾ ايتريون نصيحتون پُري ڇڏيون هيون جو مان ٻيو ڪجهہ ٻڌڻ جي قابل ئي ڪونہ رهيس. تون جيڪي آيتون مون کي ٻڌائيندو آهين، منهنجي لاءِ ڪا نئين ڳالهہ ڪونهي. جڏهن تون آزمائش ۾ پوندين تڏهن توکي احساس ٿيندو تہ اخلاقيات ("مارلٽي")ڪنهن تيزڌار خنجر کان گهٽ ڪونہ هوندي آهي.

مون پاڻ پنهنجن هٿن سان پنهنجي هر خوشي کي باهہ ڏني آهي. ان واقعي کان پوءِ چار سال مون ڪيئن گذاريا آهن مون کي ياد ڪونهي. مون ڇا کاڌو ڇا پهريو ڪٿي ويس مون کي ڪجهہ ياد ڪونهي. مون کي صرف ايترو ياد آهي تہ منهنجي چوڌاري جهانزيب هيو. ان کان علاوه مون کي ڪوبہ چهرو نظر ڪونہ ايندو هيو. ان جي آواز کان علاوه مون

ڪي ڪو بيو آواز ٻڌڻ ۾ ڪونه ايندو هيو. چار سال مون کي خبر ڪونه پئي مون ڇا ڪيو؟ ڇو ڪيو؟ صحي ڪيو يا غلط ڪيو. مون پنهنجو هر خواب ان شخص جي حوالي سان ڏٺو هيو ۽ پوءِ اهو منهنجي زندگيءَ مان نڪري ويو. تون چوين ٿو مان ان جي لاءِ ڇو پريشان آهيان. ان کي ڏسي ڇو ششدر ٿي ويجان ٿي. ڪجهه بہ منهنجي اختيار ۾ ڪونهي. مون کي ان شخص سان ڪيتري محبت آهي تون ان جو اندازو نٿو لڳائي سگهين. مگر پوءِ بہ مون ان کي ڇڏي ڏنو ڇوتہ ان مون کان هڪڙو غلط ڪم ڪرائڻ ٿي گهريو. مگر مون کي ان کان نفرت ڪونهي. مون کي ان کان ڪڏهن بہ نفرت نٿي ٿي سگهي."

اها روئيندي ان کي سڀ ڪجهه ٻڌائيندي رهي. اهو هاٿي ان جا لڙڪ اگهي رهيو هيو ان کي تسلي ڏئي رهيو هيو.

*******

# باب پنجون

ايندڙ ڪجهہ ڏينهن تائين انهن جي وچ ۾ هڪڙي عجيب ديوار حائل رهي. ايمان علي هڪدم گهڻو وڌيڪ سنجيدو ۽ مائيٽو ٿي ويو هيو. اُميد لاءِ ان جي رويي ۾ تبديلي ڪونہ آئي هئي. اهو اڳ وانگر هاڻي بہ ان جو گهڻو خيال رکندو هيو مگر اُميد کي محسوس ٿيندو هيو ڄڻ اهو ڪنهن بيچيني جو شڪار هجي. اها ان کان ان بيچيني جو سبب پڇڻ جي همت نٿي ڪري سگهي. ان کي خبر هئي تہ ان جو تعلق خود هن جي ذات سان آهي. ان کي پڇتاءُ ٿيندو هيو تہ ان ايمان علي کي هر ڳالهہ کان ڇو آگاهہ ڪيو..... اهو ضروري ڪونہ هيو..... ڪڏهن ڪڏهن اها شرمندگي بہ محسوس ڪندي هئي.

انهن ئي ڏينهن ۾ ان جي ياءُ جي شادي طي ٿي وئي. اها شادي ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ راولپنڊي هلي آئي. ايمان علي لاهور ۾ ئي هيو. اها بہ هفتا اتي رهي ۽ انهن ٻن هفتن ۾ هڪڙو ڀيرو وري ان کي ان ڳالهہ جو احساس ٿيو تہ اها پنهنجي گهر جي عادي ٿي چڪي آهي. ڪٿي ٻئي هنڌ رهڻ هاڻي ان جي لاءِ گهڻو مشڪل آهي ۽ اها صرف گهر جي ڪمي محسوس ڪونہ ڪري رهي هئي. ايمان علي جي ..... بہ گهڻي کوٽ محسوس ڪري رهي هئي. اهو شادي ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ راولپنڊي آيو اُميد کي تڏهن بہ اهو سنجيدو لڳو هيو. ان جي انهي خاموشي ۽ سنجيدگي کي سيني بہ محسوس ڪيو هيو. اُميد جي پريشاني اجا وڌي وئي.

لاهور واپس اچڻ کان پوءِ ڏينهن پنهنجي مخصوص رفتار سان گذرڻ لڳا. ايمان علي هاڻي ڊاڪٽر خورشيد وٽ اڳ کان وڌيڪ وقت گذارڻ لڳو هيو. اها ان جي معمول ("روٽين") ۾ اچڻ واري واحد تبديلي هئي. جن ايڪڙ ٻيڪڙ دعوتن ۾ اهو اُميد کي وٺي ويندو هيو هاڻي اتي بہ ان کي ڪونہ وٺي ويندو هيو. ٻهريان ونگر ان سان محبت جو اظهار بہ ڪونہ ڪندو هيو. ان جو سماجي دائرو (سوشل سرڪل) ڪجهہ وڌيڪ محدود ٿي ويو هيو. اُميد کي ڪڏهن ڪڏهن ان جي سرگرمين تي

حيرت ٿيندي هئي. ان ڪڏهن بہ ڪنهن ماڻهوءَ کي اهڙي نموني جي محدود زندگي گذاريندي ڪونہ ڏٺو هيو. ڪڏهن ڪڏهن هن کي محسوس ٿيندو هيو تہ جڻ ان جو مرڪز ("نيڪليس") صرف گهر آهي. ٻي ڪنهن شي ۾ ان کي ڪائي دلچسپي آهي ئي ڪونہ. اهو گهر جي لاءِ ڪجهہ نہ ڪجهہ خريد ڪري ايندو هيو. اچڻ واري ٻارڙي لاءِ ڪجهہ نہ ڪجهہ آڻيندو رهندو هيو. هن کي حيراني ڪونہ ٿيندي هئي. ان کي خبر هئي تہ ڪجهہ حوالن سان اهو گهڻو جذباتي آهي ۽ پنهنجي ٻار جو حوالو بہ انهن ئي حوالن مان هڪ هيو. اها پاڻ کي محفوظ محسوس ڪرڻ لڳي هئي. اچڻ وارو ٻارڙوان جي گهڻن ئي خدشن کي ختم ڪري ڇڏڻ وارو هيو.

"مون کي ڪمپني جي ڪنهن ڪم سان جرمني وڃڻو آهي." ان رات اهو اُميد کي ٻڌائي رهيو هيو.

"هڪ بہ هفتا لڳي ويندا. هاڻي مان سوچي رهيو آهيان تہ تون هتي اڪيلي ڪيئن رهي سگهندينءَ. ڇا اهو بهتر ڪونهي تہ تون راولپنڊي هلي وڃ."

"نہ مان اڪيلي رهي سگهان ٿي. اهو ڪو مسئلو ("پرابلم") ڪونهي."

"نہ. پوءِ بہ منهنجي مرضي آهي تہ تون راولپنڊي هلي وڃ. هاڻي تنهنجي لاءِ اڪيلو رهڻ مناسب ڪونهي." ايمان علي هڪڙو دفعو وري زور ڪيو مگر ان ٻيهر انڪار ڪري ڇڏيو.

"مان رهي سگهان ٿي. صرف ٻن هفتن جي ڳالهہ آهي پوءِ تون واپس اچي ويندين."

ايمان علي جي گهڻي زور ڀرڻ تي بہ اها راولپنڊي وڃڻ لاءِ راضي ڪونہ ٿي. ايمان علي ڪجهہ ناراض ٿي ويو.

بہ ٽي ڏينهن اهو پنهنجن ڪجهہ ڪمن ۾ مصروف رهيو پوءِ ان جي وڃڻ جو ڏينهن اچي ويو.

"توکي هوائي اڏي (ايئرپورٽ) تي هلڻ جي ضرورت ڪونهي. ڊرائيور مون کي ڇڏي ايندو." ان پنهنجو بريف ڪيس چيڪ ڪندي اُميد کي چيو.

"نہ. مان ايئرپورٽ تائين هلڻ گهران ٿي." اُميد ضد ڪيو.

"رات ٿي رهي آهي. واپسي تي اچا وڏيڪ دير ٿي ويندي. تون مون کي هتي خدا حافظ چئي سگهين ٿي." اهو هاڻي به ميز جي خاني مان ڪجھ ڳولي رهيو هيو. اُميد ماٺ ڪيون ان کي ڏسندي رهي. اهو هاڻي صابر کي پنهنجو سامان کڻڻ لاءِ چئي رهيو هيو. صابر ان جون ٻئگون کڻي ڪمري کان ٻاهر نڪري ويو.

ايمان علي پنهنجو بريف ڪيس کڻي اٿي بيٺو ۽ اُميد ڏانهن ڏسي مرڪيو. ان کي آهستي ياڪر پائڻ کان پوءِ اهو اهڙي طرح پنهنجي ٻانهن ان جي ڪلهي تي رکي ڳالهيون ڪندو ان سان گڏ لائونج ۾ اچي ويو.

"پنهنجو خيال رکجان. مان فون ڪندو رهندس."

لائونج جي دروازي مان نڪرندي ان اُميد کي تاڪيد ڪيو. ان مرڪي مٿو لوڏيو. اهو گاڏي ڏانهن وڌي ويو. اُميد اتي لائونج جي دروازي ۾ بيهي ان کي ڏسندي رهي. گاڏي جو پوين دروازو کولي ان بريف ڪيس اندر رکيو ۽ پوءِ ڪنڌ ورائي اُميد کي ڏٺو. اُميد ان کي تڪڙيون وکون پرينديِ هڪڙو پيرو وري واپس ايندي ڏٺو.

"يار! مان توکان سواءِ اپاڻڪو ٿي ويندس. وڃڻ تي منهنجي دل ئي ڪونه ٿي چوي."

ان جي ويجهو اچي ايمان علي جڻ ته اعتراف ڪيو. اها مرڪي. اهو ڪجھ گهڙيون ڪجھ چوڻ کان سواءِ ماٺ ڪيون ان جو چهرو ڏسندو رهيو. پوءِ هڪڙو ڊگهو ساهه کڻي موٽي ويو. اُميد گاڏي کي گيٽ کان ٻاهر نڪرندو ڏٺو پوءِ اها اندر اچي وئي.

"ڪجھ ڪلاڪن کان پوءِ ايمان علي موبائيل تان ان کي فون ڪئي هئي. ڪجھ دير ڳالهيون ڪرڻ کان پوءِ ان فون بند ڪري ڇڏي-- مني پهچڻ کان پوءِ به ان اُميد کي فون ڪئي هئي. پوءِ اهو جڻ معمول ٻڻجي ويو. اهو ڏينهن ۾ ٻه ٽي ڀيرا ان کي فون ڪندو هيو. هڪڙو هفتو ائين گذري ويو. پوءِ هڪڙي ڏينهن ان فون ڪونه ڪئي. اُميد کي حيراني ٿي جڏهن ان ڏينهن ۾ هڪڙو ڀيرو به ان کي فون ڪونه ڪئي.

"شايد اهو پنهنجي ڪنهن مصروفيت جي ڪري وسري ويو هوندو يا ان کي واندڪائي ڪونه ملي هوندي." ان پاڻ کي تسلي ڏني.

هئي ڏينهن بہ ايمان ان کي فون ڪونہ ڪئي. ان ڏينهن اها ڪجهہ بيچين رهي. ان بيچيني ۾ ان وقت اضافو ٿي ويو جڏهن ٽئين ڏينهن بہ ايمان علي جي طرفان مڪمل خاموشي رهي ۽ اها حقيقي طور پريشان ٿي وئي. "خبر ڪونهي ايمان علي جي طبيعت ٺيڪ آهي يا نہ. ورنہ اهو ايترو لاپرواهہ تہ ڪونهي جو....."

ان ايندڙ ڪجهہ ڏينهن اڃا انتظار ڪيو ۽ جڏهن ان کي رابطو ڪئي هڪڙو هفتو ٿي ويو تہ اها گهڻو فڪرمند ٿي وئي. ان وٽ ايمان علي جي موبائيل جو نمبر هيو ليڪن گهڻا دفعا ڪوشش ڪرڻ جي باوجود بہ موبائيل تي رابطو نہ ٿي سگهيو. ان جو موبائيل مسلسل بند (آف) هيو. ان تنگ ٿي ايمان علي جي پي ماءُ جي گهر فون ڪيو. اتان بہ ڪنهن فون ڪونہ کنئي. هئي ڏينهن بہ ائين ئي ٿي رهيو هيو. ان کي اوچتو خيال آيو تہ ايمان علي جو پنهنجي آفيس سان تہ لازمي رابطو هوندو ۽ انهن وٽ ايمان جو ڪو رابطي جو (ڪانٽيڪٽ) نمبر ضرور هوندو. پريشاني جي عالم ۾ ان ايمان علي جي آفيس فون ڪيو.

"هتي ڪوبہ ايمان علي ڪم ڪونہ ڪندو آهي."

ٽيليفون آپريٽر ان جي معلوم ڪرڻ تي جواب ۾ چيو. اها سڪتي ۾ اچي وئي. بي يقيني جي عالم ۾ ان آپريٽر کي ايمان علي جي عهدي جي باري ۾ ٻڌايو.

"نہ! ان عهدي تي ايمان علي ڪم ڪونهي ڪندو بلڪ اسان جي ڪمپني ۾ ايمان علي نالي ڪو ماڻهو ڪونهي."

ان جي سمجهہ ۾ ڪونہ آيو تہ اها آپريٽر کي ڇا چوي. ان کي چڱي طرح ياد هيو تہ ايمان علي ان ڪمپني ۾ ان ئي عهدي تي ڪم ڪندو هيو. اها ڪڏهن ان جي آفيس ڪونہ وئي هئي ۽ نہ ئي ان..... ڪڏهن ان جي آفيس فون ڪيو. اها جيڪڏهن ان کي ڪڏهن بہ فون ڪندي هئي تہ ان جي موبائيل تي ۽ هاڻي اها عورت چئي رهي هئي تہ اهو اتي ڪم ڪونهي ڪندو. هڪدم ان جي ذهن کي هڪڙو جهٽڪو آيو.

"توهان، توهان ڊينئل ايڊگر کي سڃاڻندا آهيو؟"

"ها، جنهن عهدي جو توهان ذڪر ڪري رهيون آهيو ان تي ڊينئل ايڊگر ئي ڪم ڪندا آهن."

ان پيري آپريٽر جواب ڏنو. ان جي ذهن ۾ هڪڙو پيرو وري سناٽو ڇانئجي ويو. ان کي چڱي طرح ياد هيو ته اهو آفيس ۾ سيني کي پنهنجي مذهب جي تبديلي کان آگاهه ڪري چڪو آهي ۽ پنهنجي نئين نالي جي باري ۾ به ٻڌائي چڪو آهي ۽ اتي هاڻي ان جو نئون نالو ئي استعمال ٿيندو آهي. ان جي ڇهين حس ان کي ڪنهن خطري کان آگاهه ڪرڻ لڳي.

"چڱو ٺيڪ آهي. توهان مون کي ڊينئل ايڊگر جو رابطو (ڪانٽيڪٽ) نمبر ڏيو جرمني ۾ جتي اهو ڪمپني جي ڪم سان ويو آهي."

"ڪمپني جي ڪم سان؟ مگر اهي ته تقريبن ٽي هفتا اڳ استعيفا ڏئي چڪا آهن. ان جون ڪجهه موڪلون باقي هيون ۽ آفيس طرفان (آفيشلي) اهي هن وقت موڪل تي آهن ليڪن اهي اطلاع (انفارم) ڪري چڪا آهن ته موڪل پوري ٿيڻ کان پوءِ اهي ٻيهر جوائن ڪونه ڪندا. اهي ۽ ان جي سنگتياڻي (گرل فرينڊ) ٻنهي گڏ نوڪري ڇڏي آهي."

ان کي پهريون پيرو احساس ٿيو ته پيرن جي هيٺان زمين ڪيئن کسڪندي آهي. رسيور هاڻي ان جي هٿ ۾ ڏڪي رهيو هيو. "گرل فرينڊ؟" ان جي نڙيءَ مان خبر نه آهي ڪيئن آواز نڪتو.

"ها، اها ان جي سيڪريٽري هئي ليڪن جرمني ..... منهنجو خيال آهي اهي جرمني نه آمريڪا ويا آهن ڇو ته انهن ويزا جي لاءِ اپلاءِ ڪيو هيو. مان ئي آمريڪن ايمبيسي ۾ ان لاءِ فون ملائيندي رهي هيس."

اها ڇوڪري ان کي سموري معلومات فراهم ڪندي پئي وئي. اُميد ڳالهه ٻڌندي ٻڌندي فون بند ڪري ڇڏي.

"ايمان علي مون سان ائين ڪيئن ٿو ڪري سگهي. اهو اهڙي طرح ته نٿو ڪري سگهي." اها گهڻي دير تائين صدمي جي حالت ۾ ويٺي رهي پوءِ بي اختيار اٿي ايمان علي جي ڪپڙن جي الماري (وارڊروب) ڏانهن هلي وئي. ايمان جون سڀ شيون اتي موجود هيون. ان پاڻ کي ڪجهه تسلي ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي. ميز جي خاني ۾ ان جو چيڪ بوڪ به پيو هيو. ڪجهه مقامي ۽ غير ملڪي ڪرنسي به پئي هئي.

ان واري واري سان سڀ خانا کولڻ شروع ڪيا. سڀني کان هيٺيون خانو کوليندي ئي اها دنگ رهجي وئي. اهو خانو خالي هيو. ايمان علي ان

۾ پنهنجا سمورا ڪاغذپٽ (ڊاڪيومينٽش) رکندو هيو. اها ڊڪندي مطالعي (اسٽڊي) واري ڪمري ۾ هلي وئي. اسٽڊي ٽيبل جي سمورن خانن مان بہ ان جا ضروري ڪاغذ گم هيا. بيڊ روم ۾ واپس اچي مايوس ٿيري سان ان بئنڪ ۾ فون ڪئي. ايمان علي پنهنجو بئنڪ اڪائونٽ بند ڪرائي چڪو هيو. ان آمريڪي ايمبيسي فون ڪيو اتان ان کي معلوم ٿيو تہ ايمان علي کي ڪجهہ مذهبي رسمن جي ادائگي لاءِ ويزا ڏني وئي آهي. اهو ان جي زندگيءَ جو سڀ کان گهٽو پيانڪ ۽ هولناڪ ڏينهن هيو.

ڪجهہ ڪلاڪن ۾ اها هڪڙو پيرو وري آسمان مان زمين تي اچي وئي هئي. شايد زمين تي نہ پاتال ۾.....

هن دفعي ذلت ۽ خواري ان جو پيڇو ڪري رهي هئي. ان انهن سيني ماڻهن کي فون ڪري ان جي باري ۾ ڪجهہ معلوم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي جيڪي ايمان علي کي سڃاڻندا هيا ۽ جن سان اها ملي چڪي هئي. ايمان علي ڪنهن کي بہ ڪجهہ ٻڌائي ڪونہ ويو هيو. ڪراچي ايمان علي جو هڪڙو پري جي رشتي جو چاچو بہ ڪنهن ڪمپني ۾ مقرر ٿيل (پوسٽيڊ) هيو. ان کي بہ ايمان جي باري ۾ ڪا خبر ڪونہ هئي. سعود کان سواءِ ڪنهن ٻئي کي ان جي مذهب متاثڻ جي خبر ڪونہ هئي ۽ ايمان گذريل ڪجهہ عرصي کان ان کي ٻڌائي رهيو هيوتہ اهو سيني کي انهي باري ۾ ٻڌائي چڪو آهي، ايستائين جو پنهنجي چاچي کي بہ..... مگر ان جي چاچي (انڪل) ان جي سوالن تي حيرت جو اظهار ڪندي ان جي مذهب جي تبديلي جي باري ۾ لاعلمي جو اظهار ڪيو.

"ڊينئل ٻڌايو هيوتہ توهان ٻنهي پاڻ ۾ ڪو سمجهوتو (ايڊجسٽمينٽ) ڪيو آهي تہ توهان ٻئي پنهنجي پنهنجي مذهب تي ڪاربند رهندا."

هن فون بند ڪري ڇڏي. ايمان علي مالڪ مڪان کي بہ آگاهہ (انفارم) ڪري چڪو هيوتہ هن مهيني کان پوءِ اهو مڪان خالي ڪري ڇڏيندو.

راهداري ("پورچ") ۾ بيٺل گاڏي ڪمپني طرفان ڏنل هئي. گهر ۾ موجود سمورو سامان بہ مالڪ مڪان جي ملڪيت هيو. پوءِ ان وٽ ڇا رهيو هيو.

"ليڪن ايمان علي مون سان اهو سڀ ڇو ڪيو؟" اها پنهنجي مائوف ذهن سان صرف هڪڙي ئي ڳالهه سوچي رهي هئي. اها سڄي رات جاڳندي رهي. اڳتي ان کي ڇا ڪرڻ گهرجي؟ ان کي ڪجهه به سمجهه ۾ ڪونه ٿي آيو. مان ڪهڙي منهن سان راولپنڊي وڃي پنهنجن گهر وارن کي ٻڌايان ته مون سان ڇا ٿيو آهي. مان ذلت جي ڪهڙي پاتال ۾ وڃي ڪري آهيان، مسلمان سمجهي هڪڙي يهودي سان زندگي گذاريندي رهي آهيان ۽ جنهن ٻار جي ماءُ بنجڻ واري آهيان اهو..... او خدا! مان زندگيءَ ۾ گهڻا پيرا منهن ڀر ڪرنديس. آخر اڃا گهڻا پيرا..... مون زندگيءَ ۾ هر دفعي گناهه کان بچڻ جي ڪوشش ڪئي آهي هر پيري..... ۽ ان جو صلو مون کي ايمان علي جي صورت ۾ مليو..... مون کان ڪٿي غلطي ٿي، مان ڪهڙي ڏاڪي تان ڪري آهيان."

ان کي ياد آيو اهو جرمني وڃڻ کان ڪجهه ڏينهن اڳ آمريڪا ۾ ٿيڻ واري يهودين جي ڪنهن ساليانی اجتماع جو ذڪر ڪري رهيو هيو جنهن ۾ پيٽرڪ وڃڻ ٿي گهريو. ان کي هاڻي معلوم ٿيو ته اهو پاڻ اتي ويو هيو. ان اُميد کي مجبور ڪيو هيو ته اها پنهنجي گهر هلي وڃي. شايد ان اهو انهي ڪري ٿي گهريو ته اهو گهر خالي ڪري سگهي. وڃڻ کان اڳ ان جو عجيب انداز ۾ ان جو سامهون ويهڻ، ڇا ان وقت ان اهو چوڻ ٿي گهريو ته اهو ان کي ڇڏي وڃي رهيو آهي، مگر ائين ڀڄڻ جي ڪهڙي ضرورت هئي. ان کي اُميد کي چوڻ گهربو هيو ته اهو ان کي ڇڏڻ ٿو گهري. ان کي ٻڌائڻ گهربو هيو ته ان جي مذهب جي تبديلي صرف هڪڙو ڍوڪو هيو. ڇا ان جي اهڙي طرح ڀڄي وڃڻ جو سبب هي ٻار هيو. ڇا ان انهي ٻار کي پنهنجو ڪرڻ نٿي گهريو. ڇا انهي لاءِ ان اُميد تي ظاهر ڪيو هيو ته ان جو سماجي دائرو (سوشل سرڪل) گهڻو محدود آهي ۽ ان کي دعوتن ۾ وڃڻ پسند ڪونهي. ان جي گرل فرينڊ..... اها ان جي ڪنهن گرل فريند کان واقف ڪونه هئي. ڇا انهن ٻنهي جي وچ ۾ ڪا ٻي عورت اچي وئي هئي. ڇا ايمان علي ايترو جلدي ڪنهن ٻي عورت جي محبت ۾ اهڙي طرح گرفتار ٿي سگهيو ٿي جو ان جي لاءِ سڀ ڪجهه ڇڏي هليو وڃي؟ اهو منهنجي لاءِ به ته سڀ ڪجهه ڇڏي آيو هيو ايستائين جو مذهب به. ته پوءِ ٻي عورت جي لاءِ ڇو نه؟"

”۽ هاڻي ..... هاڻي مون کي ڇا ڪرڻ گهرجي. ڇا جرمن ايمبيسي سان رابطو ڪرڻ گهرجي. مگر اهي منهنجي لاءِ ڇاڪرا ڪري سگهن. فرض ڪجي اهي ايمان علي کي ڳولي به وٺن ٿاته ڇا ٿيندو. مان ان ماڻهوءَ سان ڪيئن ٿي رهي سگهان جيڪو منهنجي دين سان تعلق ڪونه ٿو رکي ۽ جيڪڏهن اهو سڀ ايمبيسي جي ڪري ميڊيا جي سامهون اچي ويوته ڇا ٿيندو. مان ۽ منهنجا گهر وارا ماڻهن کي ڪهڙو منهن ڏيکاريندا سين. منهنجو پار دنيا ۾ ڪهڙي حيثيت ۾ ايندو؟ ماڻهو منهنجي باري ۾ ڇاڇا چوندا؟ ڇا مون کي ڊاڪٽر خورشيد سان رابطو ڪرڻ گهرجي يا وري سعود ارتضيٰ سان جنهن ايمان علي جي مسلمان هجڻ جي شهادت ۽ ان سان شادي کان پوءِ هڪڙي محفوظ مستقبل جي ضمانت ڏني هئي. مگر اهي ..... اهي ڇاڪرا ڪري سگهن. اهي وڌ ۾ وڌ ايمان علي کي منهنجي سامهون آڻي سگهن ٿا مگر هاڻي ..... هاڻي ڇا مان ان کي قبول ڪري سگهان ٿي. ڇا هڪڙي مرتد سان رهي سگهان ٿي ۽ فرض ڪجي اهي ايمان علي کي واپس آڻڻ ۾ ڪامياب نه ٿي سگهيا ته ..... ته مان ڇا ڪنديس. ڇا انهن جي سامهون روئينديس. پنهنجي بيوسي تي انهن کي پاراتا ڏينديس. نه مون کي انهن وٽ به نه وڃڻ گهرجي. مون کي ڪنهن وٽ به وڃڻ نه گهرجي.“ سوالن جو هڪڙو ڍڳ ان کي پنهنجي گهيري ۾ وٺيون پيو هيو.

صبح تائين ان جي ذهني انتشار ۾ وڌيڪ اضافو ٿي ويو هيو. جرمني ڀيهر فون ڪرڻ تي ان کي اهو اطلاع ملي ويو هيوته ايمان علي جا پيءُ ماءُ اهو گهر وڪڻي چڪا آهن. اها اندازو ڪري ڪونه سگهي ته ڇا اهوبه ڇاڻي واڻي ڪيو ويو هيو. ڇا ايمان علي جي پيءُ ماءُ کي به اها خبر هئي ته انهن جو پٽ اُميد کي ڌوڪو ڏئي رهيو هيو.

”۽ جڏهن مان انهن تي ظاهر ڪندي هيس ته ايمان علي مذهب تبديل ڪونه ڪيو آهي ۽ اسان پنهي ان کان سواءِ ئي شادي ڪئي آهي ته ڇا اهي مون تي کِلندا ڪونه هوندا ته مان انهن کي ڌوڪي ۾ رکڻ لاءِ جيڪو ڪوڙ ڳالهائي رهي آهيان اهوئي دراصل سچ هيو. جيڪڏهن انهي گندگي ۾ ڪرڻو هيوته پوءِ مون جهانزيب جو انتخاب ڇو ڪونه ڪيو. انسان واقعي پنهنجي مقدر کي بدلائي نٿو سگهي. جهانزيب کي

ڇڏي مون سوچيو هيو ته مون پاتال ڏانهن وڃڻ وارو رستو اختيار ڪونه ڪيو آهي مگر پاتال ئي منهنجو مقدر هيو.“

اها خشڪ اکين ۽ سرد وجود سان سوچيندي رهي.

”منهنجي سامهون هاڻي ڪوئي رستو ڪونهي. گهٽ ۾ گهٽ عزت واري زندگيءَ جو. ها، باقي عزت جي موت جو رستو آهي ۽ مون کي هاڻي ان رستي تي هلڻ گهرجي.“

”اهوئي سيني کان بهتر رستو آهي.“

ان کان اڳ جو اها ڪجهه ڪري ها، دروازي تي ٺڪ ٺڪ ٿي. دروازي تي صابر هيو. اهو ان کي سندس پاءُ جي اچڻ جو اطلاع ڏئي رهيو هيو. ان وقت ان جنهن شي کي دنيا ۾ سڀ کان آخر ۾ ڏسڻ تي گهريو اهو ان جو خاندان (”فيملي“) هيو. صابر وڃي چڪو هيو. ان پاڻ کي نارمل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي مگر ان جي اها ڪوشش ڪامياب ڪونه وئي. معين ان کي ڏٺو هيو ۽ اهو اتي بيهي رهيو.

”اُمِيد آپا! ڇا ٿيو آهي؟“

اُمِيد ڇهري تي مرڪ آڻڻ جي ڪوشش ڪئي. ”ڪجهه ڪونه.“ اها ان جي پرسان صوفي تي ويهي رهي.

”نه، ڪجهه نه ڪجهه ته ضرور ٿيو آهي. توهان ٻڌايو ڇا ٿيو آهي؟“

”ڪجهه نه. منهنجي طبيعت ٺيڪ ڪونهي. انهيءَ ڪري ٺيڪ ڪونه ٿي لڳان.“ اُمِيد بهانو گهڙي ورتو.

”ادا ايمان علي هن وقت آفيس هوندو نه؟“ اهو مطمئن ٿيو هيو يا نه مگر ان جي پرسان ويهي ضرور رهيو. ان جي دل گهريو ته اها هيانءِ ڦاڙي روئي. ڪڏهن ڪنهن سان پنهنجو ڏک نه ونڊڻ باهه ۾ سڙڻ کان گهٽ تڪليف وارو ڪونهي هوندو.

”اهو..... اهو ڪجهه ڏينهن لاءِ جرمني ويو آهي.“

”واهه. ته پوءِ توهان هتي اڪيلا ڇو آهيو؟ توهان کي ڪپندو هيو ته راولپنڊي هليا اچو ها.“

”نه، مان هتي ٺيڪ آهيان.“

”اها ڪهڙي ڳالهه ٿي. پهريان توهان چيو پئي ته توهان جي طبيعت ٺيڪ ڪونهي ۽ وري توهان هتي اڪيلا به آهيو. اُمِيد آپا، توهان

ڪيترا لاپرواهہ آهيو. مان نہ اچان ھاتہ توهان ائين رهيا پيا هجو ها.
اهوتہ اتفاق سان مون کي ڪمپني جي ڪنهن ڪم سان لاهور اچڻو پيو
تہ مان هتي اچي ويس. هاڻي توهان پنهنجو سامان سهيڙيو ۽ مون سان گڏ
هلو.“ معين ناراض ٿي رهيو هيو.

”نہ. ايمان علي چيو هيوتہ مان اتي رهان ۽ ائين گهر ڇڏي وڃڻ
ٺيڪ ڪونهي.“

”گهر کي ڪجهہ ڪونہ ٿيندو. ملازم ڪٿي آهي ۽ توهان ادا ايمان
علي کي فون تي ٻڌائي ڇڏيوتہ مان توهان کي راولپنڊي وٺي ويو آهيان.
اهي ناراض ڪونہ ٿيندا. توهان بس مون سان گڏ هلو.“

”تون سمجهين ڪونہ ٿو. مون کي هتي گهڻائي ڪم آهن.“

”اهي ڪم توهان ادا ايمان علي جي اچڻ تي ڪجو. هاڻي تہ توهان
مون سان گڏ هلو.“

”چڱو تون في الحال وڃ. مان ٻن ٽن ڏينهن کان پوءِ پاڻ اچي وينديس.“

”اهوتہ ناممڪن آهي، مان ائين توهان کي ڇڏي ڪونہ ٿو وڃي
سگهان. گڏ وٺي ئي ويندس.“

اهو اچا وڏيڪ زور ڀري رهيو هيو. اُميد ان جي ضد جي سامهون
بيوس ٿي وئي.

”ٺيڪ آهي، مان ان سان گڏ هلي ٿي وڃان. ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ
مان ڪنهن بہ بهاني سان واپس اچي وينديس.“ ان سوچيو.

*******

# باب ڇهون

ان پنهنجون اکيون کولي ڇڏيون. خبر نہ آهي اها سڀ ڪجهہ سوچيندي سوچيندي رات جو ڪهڙي وقت ننڊ پئجي وئي هئي. اک کلڻ سان ئي اها هڪڙو پيرو اتي پهچي وئي هئي. هر شي ايتري ئي خراب ايتري ئي بدصورت هئي جيتري رات جو هئي. ڪاش سڀ ڪجهہ خراب هجي ها. سڀ ڪجهہ. جهانزيب ..... ايمان علي ..... هيءَ زندگي ..... سڀ ..... جيڪڏهن ائين هجي هاتہ هاڻي اکيون کولڻ کان پوءِ مان ڪيترو خوش ۽ مطمئن هجان ها.

ان جي اکين ۾ ڇُپڪو تي رهيو هيو. اکيون بند ڪري ان پنهنجي هٿن جي آڱرين سان پنهنجون پنپڙيون ڇهيون. سُڳل اکين ان کي هڪڙو پيرو وري ياد ڏياريو تہ اها رات جو روئيندي رهي هئي. پوءِ ان کي اهو بہ ياد آيو تہ ان کي اڄ ڇا ڪرڻو آهي.

سامهون ديوار تي لڳل گهڙيال نَوَ وڄائي رهيو هيو. ڪمري ۾ پکڙيل روشني ان کي خراب لڳي رهي هئي. بلڪل زندگي وانگر. ڪجهہ منٽ اها خالي ذهن واري ڪيفيت ۾ ڪمري ۾ ڏسندي رهي. پتيون، دريون، ڇت، فرش، سڀ ڪجهہ هتي هوندو. بس ڪجهہ دير کان پوءِ مان هتي ڪونہ هونديس، نہ ئي بيهر ڪڏهن اينديس. ان سوچيو هيو.

ٻاهر ڳالهائڻ جا آواز اچي رهيا هيا، هلڪا آواز ننڍا ننڍا ٽهڪ، ماٺ ۽ هڪڙو دفعو وري آواز ..... "اهو سڀ ڪجهہ مان زندگي ۾ آخري پيرو ٻڌي رهي آهيان."

ان آواز کي سڃاڻڻ جي ڪوشش ڪئي. سفينہ جا ٽهڪ سڃاڻڻ ۾ دير ڪونہ لڳي. ان جي کل گهڻي خوبصورت هئي، کلندڙ بي اختيار ..... وهندڙ..... شفاف ..... معين جو وڏو آواز..... اهوئي مخصوص زيرو بم ..... ثاقب جو صاف لهجو..... امي جو هلڪو آواز..... ان جا ڪن هر آواز کي سڃاڻي رهيا هيا. پوءِ اوچتو هڪڙي گهڙي لاءِ ان جي دل رڪجي وئي، ڪو ڪرنٽ ان جي سيني حِسن کي سجاڳ ڪري ويو. ان جي ڪنن

انهن آوازن ۾ هڪڙي ٻئي آواز کي بہ سڃاتو هيو. ڪجهہ گهڙين لاءِ اها ڄُري پُري ڪونہ سگهي.

"ڇا اهو وهم آهي يا وري..... " ان هڪڙو ڀيرو وري ان آواز کي ڳولڻ جي ڪوشش ڪئي.

"مون کي خبر ڪونهي. ("آءِ ڊونٽ نو" I don't know) آواز هڪڙو ڀيرو وري آيو جيڪو ان ڪنهن ڳالهہ جي جواب ۾ چيو هيو.

اها پلنگ تان اٿي اگهاڙين پيرين ڊوڙندي دروازي تائين آئي ۽ هڪڙي سٽ سان ان دروازو کولي ڇڏيو. ڪوئي شڪ باقي نہ رهيو هيو. اهو سامهون موجود هيو. سيني سان گڏ ڇانهہ جو ڪوپ هٿ ۾ جهليون ثاقب جي ڪنهن ڳالهہ تي مرڪندي

دروازو کلڻ جي آواز تي سيني جو ڌيان دروازي ڏانهن هليو ويو. اهوبہ ان طرف ڏسي رهيو هيو.

"ڏسو اُميد کي جاڳائڻ جو سوچي رهيا هياسين مگر اها پاڻ ئي اچي وئي."

ماٹس ان کي ڏسندي ئي چيو. اها ڪليل دروازي جي وچ ۾ بيٺي ڪنهن بت وانگر ايمان علي کي ڏسي رهي هئي.

ان زندگيءَ ۾ پاڻ ڪان سواءِ ڪڏهن ڪنهن سان بہ نفرت ڪونہ ڪئي هئي. جهانزيب سان بہ نہ. ان جو خيال هيوتہ نفرت صرف پنهنجو پاڻ سان ئي سگهي ٿي مگر ان وقت پهريون دفعو ان کي خبر پئي تہ نفرت ٻين سان بہ ٿيندي آهي ۽ ان نفرت جي نہ تہ ڪا حد ٿيندي آهي نہ حساب. ان وقت سامهون ڪرسي تي ويٺل ايمان علي سان ان صرف نفرت ڪونہ ڪئي هئي، ان کي ٻجان بہ ٿي هئي. هن ان تي ٽُڪڻ بہ گهريو ٿي ۽ گاريون ڏيڻ بہ. ان جي دل اهوبہ گهري رهي هئي تہ ان وقت ان وٽ ٻرندڙ ٽانڊا هجن جن کي اها ايمان علي مٿان اڇلائي يا وري هڪڙو اهڙو ٻرندڙ مچ هجي اها جنهن ۾ ان کي ڌڪو ڏئي ..... يا ..... يا وري ان جا ٽَنهن ايترا وڏا ٿي وڃن جن سان اها ايمان علي جو پورو منهن ، پورو جسم رهڙي ڇڏي. ايترو گهٽو ۽ ايترو خراب نموني ۾ جو اهو ٻيهر ڪڏمن پنهنجي جاءِ تان چري بہ نہ سگهي.

"اسلام عليڪم!" اهو مرڪندي چئي رهيو هيو. اها اکيون ڇنڀڻ کان سواءِ ان تي نظرون ڄمايون چپ چاپ ان کي ڏسندي رهي.

"اُمِيد! سلام جو جواب تہ ڏي" ان جي امي جڻ ان کي ياد ڏيارڻ جي ڪوشش ڪئي.

"هڪڙي مڪار ڏوکيباز ذليل ۽ ڪميڻي يهودي تي مان .... مان الله جي رحمت تہ ڪونہ موڪليندس." ان زهريلي انداز ۾ سوچيو.

ان جي چهري تي ڪوئي اهڙو تاثر ضرور هيو جنهن ايمان علي کي هڪدم سنجيدو ڪري ڇڏيو.

"ادا ايمان علي اجا اڌ ڪلاڪ پهريان توهان کي وٺڻ آيا آهن. مان ان کي ٻڌائي رهيو هيس تہ اج اُمِيد بہ واپس لاهور وڃي رهي هئي. لڳي ٿو تہ توهان ٻئي فون کان سواءِ ٻي ڪوئي وائرليس نموني جو رابطو رکيون پيا آهيو."

معين يقينن مذاق ڪري رهيو هيو. اها ڪجهہ چوڻ کان سواءِ هڪڙي جهٽڪي سان موٽي واپس ڪمري ۾ اچي وئي.

"اهو ان کي ڇا ٿيو؟" ثاقب ڪجهہ حيران ٿي ان کي ائين خاموشي سان واپس ويندي ڏسي چيو.

ايمان علي حيران ڪونہ ٿيو.

"اها ناراض آهي. مون توهان کي ٻڌايو تہ مان ڪجهہ ڏينهن مصروفيتن جي ڪري ان سان رابطو ڪري ڪونہ سگهيس. فون نہ ڪرڻ تي ئي اها ناراض ٿي هتي اچي وئي آهي. مان مڃائي ٿو وٺانس." چانهہ جو ڪوپ رکندي ايمان علي چيو ۽ مرڪندي اٿي بيهي رهيو.

اُمِيد اندر ڪمري ۾ ان جو آواز ٻڌو.

"تون ڪيئن آهين؟" ايمان علي ان سان ڳالهايو. اها ماٺ ڪيون ان کي ڏسندي رهي.

"اهو شخص منهنجي زندگيءَ ۾ ڇو آيو؟ مون سان اهو سڀ ڪجهہ ڇو ٿيو؟ مون پنهنجي زندگيءَ جي سڀ کان وڏي خواهش ..... پنهنجي محبت صرف تنهنجي لاءِ ڇڏي ڏني ۽ تو، تو مون سان ڇا ڪيو. منهنجي قرباني جي بدلي ۾ تو منهنجي مقدر ۾ اهو ..... اهو ماٺهو لکي ڇڏيو. هڪڙو يهودي جنهن سان مان هڪڙي سال کان گڏ رهي پئي آهيان ..... اهو سوچيندي تہ ان منهنجي لاءِ پنهنجو مذهب ڇڏي ڏنو آهي. ڇا ان کان بهتر جهانزيب ڪونہ هيو. اهو گهٽ ۾ گهٽ مسلمان تہ هيو. ان سان

گڏ وڃڻ تي مون کي ڪوڙا لڳن ها، سنگسار ڪيو وڃي ها مگر منهنجو ايمان تہ بچي ها ..... منهنجي سامهون اهو شخص تہ ايمان ٻڌجي نہ اچي ها.“
اِن بي اختيار الله سان شڪايت ڪئي.
”اُميد! مون کي خبر آهي تون ناراض آهين، ليڪن ڪجھ حالتون ئي اهڙيون هيون جو مان توسان رابطو ڪري ڪونہ سگهيس. اڄ ئي پاڪستان آيو آهيان ۽ اچڻ سان ئي توکي وٺڻ آيو آهيان.“
هاٿي ان ويجهو اچي معذرت ڪئي.
ان جي دل گهريو تہ اها ان کي ڌڪا ڏئي ان ڪمري ۽ ان گهر مان ڪڍي ڇڏي رڙيون ڪري ان کي ٻڌائي تہ اها ان جي باري ۾ سڀ ڪجھ ڄاڻي چڪي آهي مگر ان کي اها بہ خبر هئي تہ اها نہ تہ اهو سڀ ڪجھ چئي سگهي ٿي، نہ ڪري سگهي ٿي. ان ڪمري کان ٻاهر ڪجھ اهڙا ماڻهو موجود هيا جن جي لاءِ ان سڄي زندگي جدوجهد ڪئي هئي. جن جي خوابن کي تعبير ڏيندي ڏيندي اها ان مقام تي اچي بيهي وئي هئي. هاٿي انهن ماڻهن جي سامهون اها فقيرياڻي بڻجي بيهي نٿي سگهي. ان ڏهن سالن ۾ ڏٺل خوشين کي هڪڙي گهڙي ۾ انهن کان کسڻ نٿي گهريو. اها گهري بہ ها تہ ائين نٿي ڪري سگهي.
زندگيءَ ۾ گهڻا دفعا ان صبر ۽ خاموشي کان ڪم ورتو هيو. هن دفعي ان کي صبر نہ صرف خاموشي اختيار ڪرڻي هئي. ڪجھ گهڙين جي لاءِ، ڪجھ ڪلاڪن جي لاءِ، پوءِ هميشھ جي لاءِ. اهو هتي نہ اچي ها تہ بہ مون کي مرڻو هيو. اهو هتي اچي ويو آهي تہ بہ مون کي مرڻو آهي مگر هاٿي اڪيلو نہ. هر ماڻهوءَ کي پنهنجي ايمان جي حفاظت پاڻ ئي ڪرڻي پوندي آهي. مون کي بہ پاڻ ئي ڪرڻي آهي. مون کي گهڻين ئي ڳالهين جو بدلو وٺڻو آهي ۽ ان شخص جو موت اهو ڪم ڪندو. ڊينئل ايڊگر کان اهو شخص ڪڏهن بہ ايمان علي بڻجي ڪونهي سگهيو مگر ان جي زندگيءَ ۾ ان جو موت منهنجو ايمان ٻڌائي ڇڏيندو. هن ان جي مرڪندڙ چهري ۽ چمڪندڙ اکين کي ڏسندي فيصلو ڪرڻ ۾ دير ڪونہ لڳائي.
” مان شرمسار آهيان.“ (آءِ ايم ساري) اهو هاٿي معذرت ڪري رهيو هيو. ”مان ٻيهر ائين ڪڏهن ڪونہ ڪندس جو توسان اهڙي طرح رابطو ختم ڪري ڇڏيان.“

”اڄ توسان منهنجو هر رابطو ختم ٿي ويندو ۽ هن دفعي اهو ڪم تون نه مان ڪنديس.“ هن ان جي معذرت تي سوچيو هيو.

”ڇا تون اڃا ناراض آهين؟“ ان هاڻي اُميد جي ڪلهن تي هٿ رکڻ گهريا ۽ اها جڻ هڪڙو چرڪ ڀري پوئتي ٿي وئي. ايمان علي حيرت مان ان کي ڏٺو.

”ڇا ٿيو؟“ ان پڇيو.

”ڪجهه به نه. توکي پنهنجي غلطي جو احساس ٿي ويو آهي ته بس ٺيڪ آهي.“ هن ان کان پري هٽي ڳالهايو هيو.

”تون هاڻي ناراض ڪونه آهين؟“

”نه.“

ايمان علي ڪجهه مطمئن ٿي ويو. ”لاهور واپس هلي مان توکي ٻڌائيندس ته مون سان آمريڪا ۾ ڇا ٿيو. تو پنهنجي بئگ ته تيار ڪري ڇڏي هوندي. امان ٻڌايو پئي ته تون به اڄ لاهور واپس وڃي رهي هئين. مون کي به اڄ ئي واپس ٿيڻو آهي، ڪجهه ضروري ڪم آهي لاهور ۾..... جهاز ۾ اڄ مون کي سيٽون ڪونه ملي سگهيون انهيءَ ڪري مون ڊيوو بس جي بڪنگ ڪرائي آهي. اسان کي هاڻي ئي نڪرڻو پوندو.“ اهو ان کي پنهنجو ”پروگرام“ ٻڌائي رهيو هيو. اها پنهنجو ”پرگرام“ طئي ڪري رهي هئي.

اهو هڪڙو ڀيرو وري ان جي ويجهو اچي ويو هيو. هن کي هڪڙو دفعو وري ان جي وجود کان ايتري ئي بيچان ٿي هئي. انهي دفعي هن جي ڪلهن تي هٿ رکڻ جي بجاءِ ان گهڻي پيار مان هن جي ساڄي ڳل تي هٿ گهمائيندي چيو.

”مان توکي هڪڙي مهيني ۽ ڇئن ڏينهن کان پوءِ ڏسي رهيو آهيان. ڇا محسوس ڪري رهيو آهيان ٻڌائي نٿو سگهان. سڀ ڪجهه ٻڌائڻ گهڻو مشڪل هوندو آهي مگر پوءِ به توکي ڏسي مون کي گهڻو سڪون ملي رهيو آهي. ايترو سڪون جو.....“

هن هڪڙي جهٽڪي سان پنهنجي ڳل تان ان جو هٿ هٽائي ڇڏيو ۽ پوءِ ان کان پري ٿي وئي.

”مون کي تيار ٿيڻو آهي. دير ٿي رهي آهي.“ ايمان علي جو ردعمل ڏسڻ کان سواءِ اها ڪمري مان نڪري وئي.

"مان بہ توکي هڪڙي مهيني ۽ چئن ڏينهن کان پوءِ ڏسي رهي آهيان. ڇا محسوس ڪري رهي آهيان، منهنجي لاءِ بہ ٻڌائڻ مشڪل آهي. مگر پوءِ، توکي ڏسي مون کي ايتري اذيت ۽ بي عزتي جو احساس ٿي رهيو آهي جو..... " ان ڪمري مان نڪرندي سوچيو.

"ايمان علي چوي ٿو تہ ان کي هاڻي ئي واپس وڃڻو آهي مگر مان ان کي چيو پئي تہ ايتري جلدي جي ڪهڙي ضرورت آهي، سياڻي هليو وڃي. " ماڻس ان کي ٻاهر ايندي ڏٺو تہ ان کي ڇيائين.

"نہ اسان کي اڄ ئي وڃڻو آهي. لاهور ۾ ان کي ڪو ضروري ڪم آهي، انهيءَ ڪري اڄ ئي وڃڻو پوندو. " ان چيو.

"مگر جهاز جون سيٽون بہ ڪونہ ملي سگهيون. روڊ ذريعي گهڻو وقت لڳندو ۽ تڪجي بہ پوندا. " امي فڪرمند هئي.

"ڪجهہ ڪونہ ٿيندو. " اها ڪجهہ رُڪائي سان چوندي پئي ڪمري ۾ هلي وئي.

وهنجڻ کان پوءِ اها تيار ٿي آئي تہ ايمان علي امي سان ڳالهيون ڪري رهيو هيو. اها ان کي هڪڙي متاچري نظر سان ڏسي واپس پنهنجي ڪمري ۾ هلي وئي. سورت فتح جي تلاوت ڪرڻ کان پوءِ ان دعا ڪئي هئي.

"مون وٽ هاڻي صرف هڪڙو موقعو آهي، آخري موقعو تہ مان اڄ ڄاڻائي ۾ ٽيڻ واري پنهنجي هن گناهہ جو ڪفارو ادا ڪري سگهان ۽ مان اهو ڪفارو پنهنجي ۽ ان شخص جي خون سان ادا ڪريان جيڪو ان گناهہ جو سبب آهي. مون کي استقامت ۽ ثابت قدمي عطا ڪجان. ايتري استقامت جو ان شخص جي جان وٺندي نہ منهنجي هٿ ۾ ڪا ڏڪڻي اچي نہ دل ۾ ڪو پڇتاءُ. نہ منهنجي اکين ۾ لڙڪ اچن نہ منهنجي ذهن ۾ ڪو خوف. اڄوڪي ڏينهن لاءِ مون کي بي رحمي جي صفت سان نوازي ڇڏ. اها بي رحمي جيڪا منهنجن پيرن ۾ لرزش اچڻ کي نہ ڏئي، جيڪا منهنجي دل کي پٿر ۽ اکين کي خشڪ ڪري ڇڏي. زندگيءَ ۾ هڪڙو ڀيرو وري مون کي ايمان ۽ محبت مان هڪ جي چونڊ ڪرڻي پئي. هڪڙو ڀيرو وري مون محبت کي ترڪ ڪندي ايمان جي چونڊ ڪئي آهي، تون منهنجي نيت کان واقف آهين ۽ منهنجو هر عمل تنهنجي لاءِ ئي آهي. " ان پنهنجي اندر ۾ هڪ عجيب طاقت محسوس ڪئي.

اها ڪمري مان اٿي ٻاهر اچي وئي. سفينہ نيرن جي ماني ميز تي رکي رهي هئي. ايمان علي ان کي گهڻو غور سان ڏٺو. ان جو چهرو بي تاثر هيو.

"مان تيار آهيان. هلون؟"

"پلا ائين ڪيئن ٿي وڃي سگهين. پهريان نيرن ڪر." ان جي ماءُ ناراض ٿيندي چيو.

"مون کي بک ڪونهي."

"بک آهي يا نہ. ليڪن نيرن ڪرڻ کان سواءِ تون وڃي نٿي سگهين. ڏاڍي عجيب عادت آهي هن جي. سدائين کائڻ جو خيال ئي ڪونہ ٿي رکي." امي ايمان علي کي چيو جيڪو هلڪي مسڪراهٽ سان ان جي ڳالهہ ٻڌي رهيو هيو."ڇا لاهور ۾ بہ ائين ڪندي آهي؟"

"نہ. اتي تہ وقت تي ماني کائيندي هئي. مون کي لڳي ٿو تہ هتي اچي لاپرواهہ ٿي وئي آهي." ان اُمِيد کي غور سان ڏسندي چيو.

نيرن ڪرڻ کان پوءِ معين ٽيڪسي وٺي آيو ۽ ٻنهي جو سامان ٽيڪسي ۾ رکرائڻ لڳو. سيئي انهن کي دروازي تائين ڇڏڻ آيا. دروازي مان نڪرڻ کان اڳ اها هڪڙو دفعو موٽي ۽ پنهنجي ماءُ جو چهرو ڏسڻ لڳي. ان جي اکين ۾ آلاڻ اچي وئي هئي. اها انهن ماڻهن ۽ ان گهر کي آخري ڀيرو ڏسي رهي هئي. ايمان علي ڪجهہ حيراني مان ان جي اکين ۾ ظاهر ٿيڻ واري آلاڻ کي ڏٺو ان جي اکين ۾ پريشاني هئي. هڪڙو ڏکھو ساهہ کڻي اها ڇانئنٽ ٽپي وئي. ايمان علي ان جي پٺيان هيو.

ڏيوو بس ۾ پنهنجي سيٽ تي ويهڻ کان پوءِ ان پنهنجون اکيون بند ڪري ڇڏيون. ان گهريو ٿي تہ نہ ايمان علي ان کي مخاطب ڪري نہ ئي ان سان ڳالهہ ڪري. پرواري سيٽ تي موجود ان جو وجود هن جي لاءِ هڪڙي ڪنڊي وانگر هيو.

"تون راولپنڊي ڇو آئيئن؟" اهو ان کا پڇي رهيو هيو.

ان جي دل گهريو تہ اها ان کي ٻڌائي تہ ان جي مڪاري معلوم ٿيڻ کان پوءِ اتان آئي هئي.

"مان اتي اڪيلي هيس، انهيءَ ڪري هتي اچي ويس." دريءَ کان ٻاهر ڏسندي ان جواب ڏنو. ايمان علي ڪجهہ دير ماٺ ڪيون ان کي ڏسندو رهيو.

"منهنجي رابطو نہ ڪرڻ جو سبب....."

اُمِيد ان جي ڳالھ ڪٽي ورتي. ”مان ڪا ڳالھ نٿي ڪرڻ گھران. مان سفر خاموشي سان ڪرڻ گھران ٿي، انھيءَ ڪري پليز.....“

ايمان علي ڪنڌ ورائي اُمِيد کي ڏٺو. اھا دري کان ٻاھر ڏسي رھي ھئي. ان جي لھجي ۾ ايتري اوپرائپ، ايتري بيزاري ڇو ھئي.

”تنھنجي ڪاوڙاچا ختم ڪونہ ٿي آھي؟“ ان ھڪڙو ڀيرو وري ھن سان ڳالھايو. اھا ماٺ رھي.

”مون کي تنھنجي ناراضگي ختم ڪرڻ لاءِ ڇا ڪرڻو پوندو؟“ اھو سنجيدو ھيو.

”توکي پنھنجي جان ڏيڻي پوندي“ اُمِيد سوچيو.

”مون اڳ ۾ چيو آھي تہ مان ناراض ڪونہ آھيان. مون وٽ ناراضگيءَ جو ڪو سبب ڪونھي. بس مان ھي سفر خاموشي سان ڪرڻ گھران ٿي. منھنجي طبيعت ٺيڪ ڪونھي.“

ايمان علي ھڪدم فڪرمند ٿي ويو. ”توکي ڇا ٿيو؟ تون ٺيڪ تہ آھين؟“ ان اُمِيد جي ھٿ تي ھٿ رکيو. ان کي اھو ڇھاءُ ٽانڊو لڳو. تڪڙ مان ان پنھنجو ھٿ ان جي ھٿ ھيٺان ڪڍي ورتو.

”مان ٺيڪ آھيان، صرف منھنجي مٿي ۾ سور ٿي رھيو آھي.“ ان اکيون بند ڪندي چيو.

”ڇا توکي ڪا گوري گھرجي؟“

”نہ مون کي بس خاموشي گھرجي.“ ان دفعي ان کي ايمان علي جو آواز ٻڌڻ ۾ ڪونہ آيو.

موٽروي تي ٽيڻ واري باقي سفر جي دوران ايمان علي ٻيھر صرف تڏھن مخاطب ڪيو جڏھن بس ھڪڙي ھوٽل تي بيٺي ھئي.

”نہ مونکي ڪجھ بہ نہ گھرجي.“ ان ايمان علي کي چيو. اھو ان جي انڪار ڪرڻ جي باوجود ان جي لاءِ بوتل ۽ سينڊوِچ وٺي آيو.

”مونکي ڪونھي کائڻو. مان ٻڌائي چڪي آھيان.“ اھا ڪوشش جي باوجود پنھنجي لھجي جي سختي لڪائي ڪونہ سگھي.

باقي سفر بلڪل خاموشي سان طئي ٿيو. نہ ان ايمان علي سان ڪا ڳالھ ڪئي نہ ئي ايمان علي ان کي ڪجھ چوڻ، ڪجھ پڇڻ جي ڪوشش ڪئي. ان کي اندازو ٿي ويو ھيو تہ ايمان علي کي ان جو رو۔ۄ

خراب لڳو هيو. مگر هن ان جي ناراضگيءَ جي تر جيتري بہ پرواهہ ڪونہ ڪئي.

گهر پهچڻ کان پوءِ اها اندر هلي وئي، جڏهن تہ ايمان علي ملازم سان سامان لهرائڻ لڳو.

ملازم بئگون اندر کڻي آيو. ان جي صرف هڪڙي بئگ هئي جڏهن تہ باقي سامان ايمان علي جو هيو. ان کي خبر هئي تہ هاڻي ٿوري دير ۾ ايمان علي پنهنجا ڪم پورا ڪرڻ لاءِ هليو ويندو ۽ اُن کي جيڪو بہ ڪرڻو هيو ان جي عدم موجودگي ۾ ئي ڪرڻو هيو.

"مون کي تون صرف اهو ٻڌاءِ تہ تون مون سان ائين ڇو ڪري رهي آهين؟" ايمان علي بيڊروم ۾ اچڻ سان سڌو ان وٽ آيو. اها صوفي تي ويٺي هئي.

"مان ڇا ڪري رهي آهيان؟" ان اوپري آواز ۾ پڇيو.

اهو اِن جي ويجهو صوفي تي ويهي رهيو. اها صوفي تان اٿڻ لڳي جڏهن ان اُميد کي ٻانهن کان وٺي هڪڙي سٽ ڏئي واپس صوفي تي ويهاري ڇڏيو.

"هتي ويهہ ۽ مون سان ڳالهہ ڪر."

اها ڀِر تي وئي. "مون کي ٻيهر هٿ نہ لڳائجان."

اهو ان جي ڳالهہ تي ششدر ٿي ويو. "انهي ڳالهہ جو ڇا مطلب آهي؟"

"اهوئي جيڪو تو سمجهيو آهي."

"ڇو هٿ نہ لڳايان. تون منهنجي زال آهين."

ان جي ڳالهہ اُميد کي گار تي لڳي. ان جي دل گهريو تہ اها ان جي منهن ۾ ٿڪ هڻي. ان کي ٻڌائي تہ اها ان جي ڌوڪي جي باري ۾ معلوم ڪري چڪي آهي. ان کي ٻڌائي تہ اها هاڻي ان کي مارڻ گهري ٿي.

"مان توسان ڪو بحث ڪرڻ نٿي گهران." ان هڪدم پاڻ تي ضبط ڪيو.

"مگر مان توسان بحث ڪرڻ گهران ٿو. توکي خبر آهي مون کي تنهنجي رويي ڪري گهڻي تڪليف پهچي رهي آهي."

"جيڪڏهن ائين آهي تہ مان ڇا ڪريان؟" اهو ان کي ڏسندو رهجي ويو.

”تون اهو سڀ نہ ڪر. ٺيڪ آهي، مان توسان رابطو ڪونہ ڪري سگهيس مگر ان جو سبب.....“

اُميد تيز آواز ۾ ان جي ڳالهہ ڪٽي ڇڏي. ”مون کي ڪابہ صفائي (”ايڪسڪيوز“) نہ ڏي. مون کي انهن سببن ڄاڻڻ ۾ ڪا دلچسپي ڪونهي.“

”اُميد! ان هڪڙي مهيني ۾ آخر اهڙو ڇا ٿيو آهي جنهن توکي مون کان ايتري نفرت ڏياري ڇڏي آهي؟“ اهو پريشان هيو يا پريشان نظر اچڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هيو. هن کي انهن ٻنهي ڳالهين ۾ دلچسپي ڪونہ هئي. جواب ڏيڻ جي بجاءِ ان ايمان علي جي چهري تان نظرون هٽائي ڇڏيون.

”گذريل ستن ڪلاڪن کان مان تنهنجي ڪري ڪيترو پريشان آهيان، ڇا تون اندازو ڪري سگهين ٿي؟ توکي مون سان محبت ڪونهي. منهنجي پرواهہ ڪونهي مگر مون کي آهي. تنهنجو هر رويو مون تي اثرانداز ٿي رهيو آهي.“ ان ڇرڪ ڀري ان کي ڏٺو. هڪڙي سال دوران ان پهريون دفعو ايمان علي جي واتان اها ڳالهہ ٻڌي هئي. اهو ان کي ڇاڻو جتائڻ گهري..... ۽ اهو هن کي ڪيترو سڃاڻي ٿو. هن ڳولا ڪندڙ اکين سان ان جو چهرو ڏٺو.

”تہ ڇا ان کي واقعي خبر آهي تہ مون کي ان سان محبت ڪونهي يا وري بغير سوچڻ سمجهڻ جي هڪڙي ڳالهہ.....“

اهو چئي رهيو هيو. ”مون کي ڪابہ ڳالهہ ايترو تڪليف ڪونہ پهچائيندي آهي جيترو تنهنجي بي رخي، بي مروتي. مون توسان اهو مطالبو ڪونہ ڪيو آهي تہ مون سان محبت ڪر. مگر اهو گهران ٿو تہ منهنجي محبت جو قدر ڪر. مون کي اهو احساس نہ ڏيار تہ مان توسان محبت ڪري ڪا غلطي ڪري رهيو آهيان. مون وٽ گهڻا رشتا ڪونہ آهن مگر جيڪي آهن انهن کي مان هميشهہ جي لاءِ قائم رکڻ گهران ٿو. منهنجي زندگيءَ ۾ تنهنجي اهم جاءِ آهي ۽ تون اتان هٽڻ گهرنديئن تہ مون کي گهڻي تڪليف ٿيندي، خاص طور تي هاڻي جڏهن مان توسان ايترو وقت گذاري چڪو آهيان. مون سان ڪائي شڪايت آهي تہ ٻڌاءِ ..... مگر مونکي وضاحت جو موقعو ڏي.“

"مون تنهنجون ڳالهيون ٻڌي ڇڏيون آهن. هاڻي مان سوچڻ گهران ٿي." گهٽي اوپري ۽ رُکي آواز ۾ ان ايمان علي جي سيني ڳالهين جي جواب ۾ چيو.

ان جي چهري جو رنگ بدلجي ويو ۽ پوءِ هڪڙي جهٽڪي سان اهو ان وٽان ڪجهه چوڻ کان سواءِ اٿي ويو. اُميد کي هڪڙي گهڙي لاءِ بي تحاشا خوشي ٿي هئي. هڪڙي سال کان اها ايمان علي سان گڏ رهي رهي هئي ۽ ان پوري عرصي ۾ ان ڪڏهن بہ ايمان علي کي اهڙي ڪاوڙ ۾ ڪونہ ڏٺو هيو. اهو گهڻو صلح پسند ۽ ٿڌي طبيعت وارو ماڻهو هيو. مگر اڄ اهو جهڙي طرح پڙڪيو هيو اها ان جي لاءِ واقعي حيران ڪن ڳالهہ هئي.

اها صوفي تان اٿي پلنگ تي اچي ويٺي. ايمان علي هاڻي ڪپڙا بدلائڻ واري ڪوٺي (ڊريسنگ روم) ۾ هيو. ڏهن پندرهن منٽن کان پوءِ اهو اندران نڪتو تہ ڪپڙا تبديل ٿيل هيس. پنهنجو بريف ڪيس کولي اهو ان جي اندران ڪجهه ڪڍڻ لڳو ۽ پوءِ ان بريف ڪيس بند ڪري ڇڏيو. اها پلنگ تي چادر مٿان وڇيو ستي پئي هئي. هاڻي ايمان علي خانو کولي گاڏي جي چابي ڪڍي رهيو هيو. چابي ڪڍڻ کان پوءِ اهو سمهڻ واري ڪمري (بيڊروم) جي دروازي ڏانهن وڃڻ لڳو. ڪمري جو دروازو کوليندي اهو ڪو خيال ايندي موٽيو. اُميد ان کي موٽي ايندو ڏسي اکيون بند ڪري ڇڏيون. اها بند اکين سان پيرن جي آواز مان اندازو لڳائي سگهي ٿي تہ اهو ان ڏانهن اچي رهيو هيو. پوءِ هن ان کي پنهنجي پرواري ٽيبل جي ويجهو بيٺل محسوس ڪيو.

"مان ٻن ڪلاڪن لاءِ ٻاهر وڃي رهيو آهيان. مون کي ڪجهه ڪم آهي ..... بورچي گهر ۾ ڪونهي. رات جو کاڌو مون کي ٻاهران ئي آڻڻو پوندو. تون ٻڌاءِ ڇا وٺي اچان ۽ جيڪڏهن ڪنهن ٻي شي جي ضرورت آهي تہ اهوبہ ٻڌائي ڇڏ." ان جي ويجهو ايمان علي جو آواز اڀريو هيو.

"رات جي ماني جي نوبت ڪونہ ايندي. ان کان اڳ ئي ....." ان ڪاوڙ مان سوچيو. اهو ڪجهه گهڙيون ان جي جواب جو انتظار ڪندو رهيو پوءِ شايد سمجهي ويو هيو تہ اها جواب ڏيڻ نٿي گهري.

"تنهنجي لاءِ سوکڙيون آنديون اٿم. برائون بئگ ۾ آهن. تون ڏسي وٺجان." ۽ پوءِ اهو بلب وسائي ڪمري مان نڪري ويو.

اها هڪڙو ڊگهو ساهہ کڻي اٿي ويهي رهي. ڪجهہ منٽن کان پوءِ ان ٻاهر ڪار جي چالو ٿيڻ جو آواز ٻڌو. ڪجهہ گهڙين کان پوءِ ڪار جو آواز بند ٿي ويو هيو. اها پلنگ تان اٿي ٻيهي رهي. تڪڙو وڃي ان ڪمري جو بلب ٻاريو ۽ پوءِ دروازو کولي ٻاهر لائونج ۾ آئي. ملازم اتي ئي وي ڏسي رهيو هيو. ان کي خبر هئي ايمان علي ان کي پنهنجو انتظار ڪرڻ لاءِ چئي ويو آهي. رات جو ان کي جڏهن بہ دير سان اچڻو هوندو هيو ملازم ان جو انتظار ڪندو هيو ۽ پوءِ ان جي اچڻ تي انهن کي ماني کارائي پنهنجي ڪوارٽر ۾ هليو ويندو هيو.

"صابر! تون هليو وڃ ..... مان جاڳي رهي آهيان. ايمان علي جي اچڻ تي دروازو کولي ڇڏينديس." ان ملازم کي هدايت ڪئي.

"ايمان علي صاحب پنهنجا ڪپڙا استري ڪرڻ لاءِ ڏئي ويا آهن مان اهي ڪيان تہ پوءِ هليو ويندس." ملازم اتي ٻيهي رهيو.

"نہ، اهو مان پاڻ ڪري وٺنديس، تون هليو وڃ."

ملازم مٿو لوڏيندو ٻاهر نڪري ويو. ڏهن پندرهن منٽن کان پوءِ ان چوڪيدار کي سڏ ڪيو ۽ ان کي چيوتہ اڌڪلاڪ کان پوءِ اهو گهر هليو وڃي. "مان انهيءَ ڪري توکي موڪليان ٿي چوتہ سڀاڻي صاحب جا ڪجهہ گهڻو اهم مهمان اچڻا آهن ۽ توکي انهن لاءِ ڏينهن جو هتي رهڻو پوندو، انهيءَ ڪري مان گهران ٿي تہ تون گهر وڃي پنهنجي ننڊ پوري ڪر. سڀاڻي صبح جو ائين وڳي اچي ويجان." ان چوڪيدار کي مطمئن ڪندي چيو.

"مگر بيگم صاحبہ! اڃاتہ ايمان علي صاحب ڪونهن آيا. اهي اچن تہ پوءِ مان هليو ويندس."

"نہ، اهي بس مارڪيٽ تائين ويا آهن، جلدي اچي ويندا. تون هليو وڃ." ان چوڪيدار سان ڪوڙ ڳالهايو.

چوڪيدار جي وڃڻ کان پوءِ اها ٻاهريون گيٽ بند ڪري اندر اچي وئي. ايمان علي وٽ هڪڙو روالور هيو جنهن کي اهو سدائين پري (لوڊ) رکندو هيو. شادي جي ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ ان اُميد کي بہ روالور ڏيکاريو هيو ۽ ان کي هلائڻ جو طريقو سمجهايو هيو.

"مان جيئن تہ غيرملڪي آهيان، انهيءَ ڪري خاص احتياط ڪرڻو پوي ٿو. هڪ بہ دفعا رات جو ڪجهہ ماڻهو بہ گهر جي اندر اچي

ويا هيا. انهيءَ ڪري روالور رکيو آهي. توکي انهيءَ لاءِ استعمال ڪرڻ سيکاري رهيو آهيان ته جڏهن تون گهر ۾ اڪيلي هجين ته پنهنجي حفاظت ڪري سگهين.“ هاڻي هن ان ئي روالور سان ان کي گولي هڻي مارڻ گهريو ٿي.

ايمان علي جي بيڊسائيڊ ٽيبل جو خانو کولي ان روالور ڪڍي چيڪ ڪيو پوءِ ان کي ڪڍي لائونج ۾ موجود هڪڙي وڏي ڊيڪوريشن پيس جي اندر رکي ڇڏيو. ان کي پنهنجو نشانو صحي هجڻ تي ڀروسو ڪونه هيو. ان روالور هلائڻ ضرور سکيو هيو مگر ان کي ڪڏهن هلايو ڪونه هيو. ”مون کي اهڙي ڪا ڪوشش نه ڪرڻ کپي جو اهو بچي وڃي ڇوته مون وٽ ٻيو ڪوبه موقعو ڪونهي.“ ان سوچيو.

”ڇا مان رات ان جي سمهي پوڻ جو انتظار ڪيان ۽ پوءِ ان تي ننڊ جي حالت ۾ گولي هلايان؟“ ان کي خيال آيو. ”مگر جيڪڏهن اهو اڄ رات نه ستو ته؟“ ان کي خبر هئي ڪڏهن ڪڏهن اهو سڄي رات ڪم ۾ مصروف رهندو هيو ۽ سمهندو ڪونه هيو. خاص ڪري هفتيوار موڪل جي ڏينهن واري رات. اڄ به هفتيوار موڪل جي ڏينهن جي رات هئي. سڀاڻي آچر هيو ۽ عين ممڪن هيو اهو اڄ رات به نه سمهي. اها ڪجهه پريشان ٿي وئي. اها سڀاڻي جو انتظار نٿي ڪري سگهي. ان کي جيڪو به ڪرڻو هيو اڄ ئي ڪرڻو هيو مگر ڪڏهن ۽ ڪيئن؟

پوءِ اوچتو هڪڙي جهٽڪي سان ان کي ياد آيو ته اهو هر رات سمهڻ کان اڳ مطالعي واري ڪمري (اسٽڊي) ۾ وڃي ڪجهه دير پنهنجو ڪم ڪندو آهي ۽ جنهن رات اهو سمهڻ لاءِ بيڊروم ۾ ڪونه ايندو هيو ته اهو سڄي رات اسٽڊي ۾ ڪم ڪندي ئي گذاريندو هيو. ”اڄ اهو جيڪڏهن سمهڻ لاءِ بيڊروم ۾ آيو ته مان ان کي ننڊ ۾ گولي هڻي ماريندس ۽ جيڪڏهن اهو سمهي نٿو ته پوءِ مان اسٽڊي ۾ ڪم ڪندي ان کي شوٽ ڪري ڇڏيندس.“ ان طئي ڪري ڇڏيو.

پوءِ اوچتو ان جي ذهن ۾ هڪڙو خيال آيو. ”مون کي روالور اسٽڊي روم ۾ لڪائڻ گهرجي. جيڪڏهن اهو هتي ڪم ڪرڻ جي لاءِ ايندو ته ڪجهه دير بعد مان ان جي پٺيان ايندس. دروازو کلڻ جي آواز تي اهو ڪنڌ ورائي ڏسندو ته مان بهانو ڪنديس ته ڪو ڪتاب کڻڻ لاءِ آئي آهيان. اهو هڪڙو ڀيرو وري پنهنجي ڪم ۾ مصروف ٿي ويندو ۽ تڏهن

مان ڪتابن جي شيلف وٽ اچي اتان روالور ڪڍنديس ۽ ان کي گولي هڻي ڇڏينديس.“ ان روالور لڪائڻ لاءِ جاءِ جي چونڊ ڪري ڇڏي، ”۽ اهو جيڪڏهن ڪم ڪرڻ لاءِ اسٽڊي ۾ نٿو اچي ته به مان رات جو هتي اچي روالور ڪڍنديس ۽ بيڊروم ۾ وڃي ان کي شوٽ ڪري ڇڏينديس.“ اها هڪدم جڙڻ ڪنهن نتيجي تي پهچي وئي.

لائونج مان روالور ڪڍي اها واپس اسٽڊي ۾ آئي. هاڻي ان کي ڪتابن جي ڪنهن اهڙي شيلف جي چونڊ ڪرڻي هئي جنهن کي ايمان علي گهٽ ۾ گهٽ ان وقت ته استعمال نه ڪري.

اها ڪتابن جي شيلف تي نظر ڊوڙائي رهي هئي ۽ پوءِ هڪدم ان جون نظرون هڪڙي شيلف تي پيون جنهن تي اسلام جي باري ۾ مختلف ملڪي ۽ غيرملڪي ليکڪن جا انگريزي ۾ لکيل ڪتاب رکيا هيا. ان کي خبر هئي ته ايمان علي اڪثر اسلامي ڪتاب وٺي ايندو هيو. ان جو خيال هيو ته اهو واقعي اسلام کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هيو مگر اهو سڀ ڏيکاءُ هيو. هڪڙو فريب ..... اُميد تي اهو ثابت ڪرڻ جي لاءِ ته اهو واقعي اسلام کي سمجهڻ گهري ٿو ۽ سچو مسلمان آهي. ان جي دل ۾ هڪڙي ٽيس اٿي هئي. ”۽ مان ان فريب ۾ اچي ويس.“ ان کي يقين ٿي ويو ته اهو اڪيلائي ۾ ڪڏهن به انهن ڪتابن جو مطالعو ڪونه ڪندو هوندو ۽ اها ..... اها وڏي اطمينان سان روالور کي انهن ڪتابن جي پٺيان رکي سگهي ٿي. ان گهڻي احتياط سان روالور جو سيفٽي ڪيچ هٽايو ۽ روالور کي ڪتابن جي ان شيلف تي ڪجهه ڪتابن جي پٺيان رکي ڇڏيو. ڪجهه مطمئن ٿي اها اسٽڊي روم مان ٻاهر آئي.

پوءِ ان کي ياد آيو ته ان سومهڻي (عشاء) جي نماز ڪونه پڙهي هئي، ان اها نماز ايمان علي جي عدم موجودگي ۾ ادا ڪرڻ گهري. اها ان جي زندگي جي آخري نماز هئي.

وضو ڪندي ان ڇهريون دفعو پنهنجن هٿن ۾ ڏڪڻي ڏني هئي. ان پنهنجي زندگي جي ستاويهن سالن کي هڪڙي فلم وانگر پنهنجين اکين اڳيان گذرندي ڏٺو. ان پنهنجن هٿن جي مُٺين مان وقت جي ترڪندڙ واري کي ڏٺو. ڇا ڪڏهن ڪير اهو چئي سگهي ٿو ته اهو پنهنجي زندگي جي خاتمي وقت ڪٿي بيٺل هوندو. ان جي اکين ۾ ڪا

شي چيڙ لڳي هئي. ستاويهہ سال اڳ منهنجي پيءُ منهنجن ڪنن ۾ جڏهن آذان ڏني هوندي تہ ڇا انهن اهو سوچيو هوندو تہ ان جي ڏي مرڻ وقت ڇا ڪجهہ ويجائي ڇڪي هوندي. ڇا سچي زندگي منهنجي.وجود کي حلال رزق سان پالڻ وارو اهو شخص اهو تصور ڪري سگهيو ٿي تہ مان پنهنجي زندگي ۽ پنهنجي اولاد کي ئي حرام ٻڻائي وجهنديس. منهنجي لاءِ ڪنهن اهڙي بددعا ڪئي آهي جو مونکي انڌي گهٽي جي انهي ڇيڙي تي وٺي آئي آهي. ڇا جهانزيب؟ ان سوچ جي لهرائيندڙ نانگن کي هٿ سان پڪڙڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ چار سال اڳ جيڪڏهن ان رات مان جهانزيب جي ڇوڙڻ تي ان سان گڏ هلي وڃان ها تہ؟ ..... تہ شايد اڄ مان هتي اهڙي طرح ويٺي نہ هجان ها. مان ان گناهہ جي لاءِ خدا کان معافي گهري سگهيس ٿي ۽ خدا معاف ڪري ڇڏي ها ليڪن جيڪو ڪجهہ هاڻي ڪري ڇڪي آهيان ان جي لاءِ.....

حالانڪ هي سڀ ڪجهہ ڪرڻ ۾ منهنجي ڪابہ غلطي ڪونہ هئي.

اها غسلخاني مان ٻاهر نڪري آئي. هڪڙي گناهہ کان بچڻ منهنجي اختيار ۾ هيو. مون اهو گناهہ ڪونہ ڪيو. هڪڙي گناهہ جو حصو ٿيڻ منهنجي مقدر ۾ لکيو ويو. مون کي ان جي باري ۾ ڪو اختيار ڪونہ ڏنو ويو. مان ان کان بچي ڪونہ سگهيس. پنج سال اڳ مون ايمان ۽ محبت مان ايمان جي چونڊ ڪئي. هڪ سال پهريان هڪڙو ڀيرو وري مون ايمان علي ۽ جهانزيب مان ايمان علي جي چوند ڪئي. ٻئي ڀيرا منهنجي فيصلي منهنجن هٿن ۾ ڪجهہ بہ رهڻ ڪونهي ڏنو. نہ ايمان نہ محبت. مون صرف ايمان جي خواهش ڪئي هئي. ان خواهش پهريان مون کي محبت کان محروم ڪيو..... پوءِ ايمان کان..... ڇا خواهش غلط هئي يا منهنجي چونڊ..... ان جو ذهن مڪمل طور انتشار جو شڪار ٿي چڪو هيو.

پوري نماز جي دوران اها پنهنجو ڌيان هڪڙي جاءِ تي رکڻ ۾ ناڪام ٿي رهي هئي. دعا ڪندي اها سوچي رهي هئي. ”ڇا اهو ممڪن آهي تہ جنهن شخص جو عمل مون جهڙو هجي، صرف عبادت ان کي ايمان ڏياري ڇڏي، صرف هٿ کڻڻ سان ان جو مقدر بدلجي وڃي. ۽ اهوبہ مون جهڙي انسان جو.“ پنج سال پهريان پنهنجي وجود کان نفرت جي جنهن عمل ۾ اها مبتلا ٿي هئي اڄ ان جي انتها تي پهچي چڪي هئي.

نماز پڙهڻ کان پوءِ اها مصلو کڻي رهي هئي جڏهن ان جي نظر ان براڻون بئگ تي پئي جنهن جي باري ۾ اهو ويندي ويندي چئي ويو هيو. خبر نہ آهي ڇو اها ان بئگ وٽ اچي وئي. بئگ جي زنجيري کولي ان اندر موجود شيون ٻاهر ڪڍڻ شروع ڪيون. چاڪليٽ، واچ، زيور، ان هر شي ڪڍي اڇلائڻ شروع ڪئي. ان جي نظر ۾ انهن مان ڪنهن بہ شي جي اهميت ڪونہ هئي. "سوڪڙيون." هڪڙي عجيب مسڪراهٽ ان جي چهري تي اڀري هئي. بئگ تقريبن خالي ٿي چڪي هئي.

بئگ جي تري ۾ ان جو هٿ هڪڙي وڏي پاڪيٽ سان ٽڪرايو. ان پاڪيٽ ٻاهر ڪڍيو. پاڪيٽ جو منهن کولڻ کان پوءِ هن ان کي اونڌو ڪري ڇڏيو. قالين تي ڪجهہ ننڍا ننڍا رانديڪا پکڙجي ويا هيا. اها ڪجهہ گهڙين لاءِ سُن ٿي وئي. ان جي دل کي ڪجهہ ٿيڻ لڳو هيو. هڪڙو پيرو وري ان پنهنجي هٿ ۾ ڏڪڻي ڏني. اها رانديڪا کڻي ڏسڻ لڳي هئي. هاڻي انهن رانديڪن کي ڪنهن جي ضرورت ڪونہ هئي. ان سان گڏ ان جي پار کي بہ مري ويڻو هيو. هٿ ۾ ڪنيل انهن رانديڪن جو ڇهاءُ ان کي ڪنهن عجيب احساس ۾ وجهي رهيو هيو. ايمان علي گهر ۾ اچڻ واري ان نئين ياتي جي باري ۾ گهڻو پرجوش هيو. اهو اڪثر پنهنجي پار جي باري ۾ ان سان ڳالهيون ڪندو رهندو هيو.

"مون کي پنهنجي ڪم جي وقتن ۾ ڪجهہ تبديلي ڪرڻي پوندي. گهر کي ڪجهہ زياده وقت ڏيڻو پوندو." اهو ان سان ڳالهيون ڪندي ڪندي اوچتو چوندو هيو. اهو فون تي پنهنجي ماءُ سان بہ پنهنجي پار جي باري ۾ ڳالهيون ڪندو هيو. پوءِ هن کي پنهنجي ماءُ جون هدايتون ٻڌائيندو هيو.

"گهڻن سالن کان هڪجهڙي زندگي گذاري رهيو هيس. ڪجهہ سالن کان مذهبي تبديلي، توسان شادي ۽ هاڻي هن پار جي آمد جهڙيون تبديليون مون کي هڪڙي نئين زندگي سان روشناس ڪرائي رهيون آهن. منهنجي زندگي هڪدم بدلجي وئي آهي. ڪٽنب کان سواءِ رهڻ ۽ وري پنهنجي ڪٽنب سان گڏ رهڻ ۾ گهڻو فرق هوندو آهي. ماءُ پيءُ کان پوءِ هاڻي زال ۽ پار ..... رشتن جي تعداد ۾ جيترو اضافو ٿئي ..... زندگي ايتري پرسڪون ۽ محفوظ ٿي ويندي آهي. منهنجو پيءُ ڏاڍو سٺو ماڻهو هيو ۽ مان بہ اوتروئي سٺو ثابت ٿيڻ گهران ٿو. پنهنجي اولاد لاءِ."

راندیڪا هٿ ۾ جهليون هن کي ان جون ڳالهيون ياد اچي رهيون هيون. جيڪڏهن اهو شخص مون سان پنهنجي زندگيءَ جو بنياد ايتري وڏي ڪوڙ ۽ فريب تي نہ رکي ها تہ اڄ اهي راندیڪا مون کي ڪنهن ٻي ڪيفيت ۽ احساس ۾ پهچائين ها. ان ٻار جي حوالي سان خواب ڏسڻ ۾ اهو اڪيلو ڪونہ هيو. مون ان کان وڌيڪ خوابن جو چار اٽيو هيو.

ان پنهنجن ڳلن تي لڙڪن کي وهندي محسوس ڪيو.

ان ڪيترا پيرا ان گهر ۾ پنهنجي ٻار کي ڪيڏندي ڏٺو هيو. پاڻ کي ان جا ننڍا ننڍا ڪم ڪندي ڏٺو هيو. ان جي ڪِل، ان جي مرڪن ۽ ٽهڪن کي تصور ۾ ڏٺو هيو ۽ هاڻي اها ان جي موت جو تصور ڪري رهي هئي. "ڇا اولاد اهڙي طرح پيءُ ماءُ جي پيرن جو زنجير بڻجي ويندي آهي جهڙي طرح هي ٻار منهنجن پيرن جي زنجير بڻجي رهيو آهي، جيڪو اڃا هن دنيا ۾ آيو بہ ڪونہ آهي." ان کي پنهنجي پوري وجود ۾ ٽيسون اڀرندي محسوس ٿي رهيون هيون.

"ڪاش مان توکي زندگي ڏئي سگهان ها ..... زندگي ملڻ کان اڳ ئي مان موت کي تنهنجو مقدر بڻائي رهي آهيان." ان جي نظرن آڏو اهو هڪڙو پيرو وري ٽهڪ ڏيڻ لڳو هيو. اها رانديڪن کي ٻنهي هٿن ۾ پڪڙي سڏڪا ڀرڻ لڳي. "منهنجي هٿن ۾ ڪجهہ بہ ڪونهي ..... ڪجهہ بہ نہ ..... مون وانگر تو لاءِ بہ تنهنجي زندگي موت کان وڌيڪ تڪليف ڏيندڙ هوندي ۽ مان توکي ان ئي تڪليف کان بچائڻ گهران ٿي."

روئيندي ان گاڏيءَ جو هارون ٻڌو. اها هڪدم جڻ پنهنجن حواسن ۾ اچي وئي هئي. ايمان علي واپس اچي ويو هيو ۽ هاڻي ان کي .....

اها سڀ ڪجهہ اڇلائي ڊوڙندي غسلخاني ۾ وئي. ٻنهي هٿن ۾ پاڻي کڻي ان چنڊا هنيا ۽ پوءِ رئي سان منهن ۽ اکيون اگهندي ٻاهر آئي. ڪار جو هارون هڪڙو دفعو وري ٻڌڻ ۾ آيو. ان دفعي بہ ٽي دفعا هارون وڄايو ويو. ان تيزيءَ سان لائونج جو دروازو کوليو ۽ تيز قدمن سان گيٽ ڏانهن هلي وئي.

ايمان حيرت ۽ پريشاني سان ان کي گيٽ کوليندي ڏٺو. گاڏي سڌو پورچ ۾ ڪاهي وڃڻ جي بجاءِ اهو گيٽ جي اندر ڪجهہ پنڌ تي بيهي رهيو.

"چوڪيدار ڪٿي آهي؟" اهو ڪار جو دروازو کولي ٻاهر نڪري آيو.

"ان جي گهر ۾ ڪا امرجنسي هئي، اهو اوڏانهن هليو ويو آهي." ان گيٽ کي ٻيهر بند ڪرڻ گهريو.

"تون ڇڏ. مان پاڻ بند ڪيانس ٿو." ايمان علي ان کي روڪيو. اهو گيٽ ڏانهن آيو. اها اندر هلي آئي. ان جي دل گهڻي تيز ڌڙڪي رهي هئي. بورچيخاني ۾ وڃي فرج کولي ان پاڻي پي پاڻ تي قابو پائڻ جي ڪوشش ڪئي. ايمان علي هاڻي اندر لائونج ۾ اچي چڪو هيو. اهو سڌو بورچيخاني ڏانهن آيو. ان جي هٿ ۾ ڪجهه ٿيلهيون (شاپرز) هيون جن کي ان ڊائننگ ٽيبل تي رکي ڇڏيو.

"صابر ڪٿي آهي؟"

"مون ان کي ڪوارٽر تي موڪلي ڇڏيو." ان گهڻي نارمل انداز ۾ چيو.

"ڇو؟"

"بس، ائين ئي." اهو ڪجهه گهڙيون ان کي ڏسندو رهيو. پوءِ بوچيخاني مان نڪري ويو.

جنهن وقت اها بيڊروم ۾ داخل ٿي ته ان ايمان علي کي قالين تي اچلايل شين کي بئگ ۾ وجهندي ڏٺو. قالين تي اوڪڙو ويٺي شيون گڏ ڪندي ان صرف هڪڙي گهڙي لاءِ ڪنڌ مٿي ڪري اُميد کي ڏٺو هيو ۽ ان نظر ۾ سڀ ڪجهه هيو. بي يقيني، افسردگي، ڪاوڙ ملامت. هن جو خيال هيو ته اهو ان کي ڪجهه چوندو مگر ان ڪجهه به ڪون چيو. بئگ ۾ شيون وجهڻ کان پوءِ اهو باقي بچي بئگ به کڻي ڊريسنگ روم ۾ هليو ويو.

ڪجهه گهڙين کان پوءِ جڏهن اهو ڊريسنگ روم مان نڪتو ته رات جو سمهڻ وارا ڪپڙا (نائيٽ سوٽ) پاتل هيس. اُميد ٽي وي ڏسڻ ۾ مصروف هئي. اهو سڌو پنهنجي بيڊ سائيڊ ٽيبل ڏانهن ويو ۽ واري واري سان ٽنئي خانا کولي ڪجهه ڳولڻ لڳو.

"روالور ڪٿي آهي؟" اُميد جو ساهه سُڪي ويو. اها ان جو معمول (روٽين) وساري ويٺي هئي. اهو هر رات روالور چيڪ ڪري سيفٽي ڪيچ هٽائي سمهندو هيو ۽ ان جي ذهن مان اها ڳالهه نڪري وئي هئي. هاڻي اهو پنهنجي معمول جي مطابق خاني ۾ روالور ڏسي رهيو هيو مگر اهو ان کي اتي نظر ڪونه آيو. فوري طور تي اُميد جي سمجهه ۾ ڪونه آيو ته اها ڪهڙو جواب ڏئي. اهو هاڻي ٻئي هٿ ڍاڪ (چيلهه) تي رکيون ايو بينو پريشاني مان ان کي ڏسي رهيو هيو.

”مون پڇيو آهي، روالور ڪٿي آهي؟“ ان هڪڙو دفعو وري پنهنجي ڳالهه ورجائي.

”مون کي خبر ڪونهي.“ ڏڪندڙ دل سان ان ظاهري طور لاپرواهي جتائيندي چيو.

”ڇا مطلب؟ توکي خبر ڪونهي ته روالور ڪاڏي ويو؟“ اهو ان جي جواب تي ششدر ٿي ويو.

”هن گهر جي هر شي جي خبر رکڻ منهنجي ذميواري ڪونهي. ٿي سگهي ٿو تو ڪٿي ٻئي هنڌ رکيو هجي.“ ان پيري ان ڄاڻي واڻي ڪاوڙيل انداز ۾ چيو.

”توکي خبر آهي ته مان هميشه اهو انهي خاني ۾ رکندو آهيان، مگر هاڻي اهو هتي ڪونهي.“ اهو پريشان نظر اچڻ لڳو. ”تو اهو ڪٿي ڪٿي ٻئي هنڌ ته ڪونهي رکي ڇڏيو؟“

”مون کي ائين ڪرڻ جي ڪهڙي ضرورت هئي ..... مگر مون کي چڱي طرح ياد ڪونهي. شايد مون ئي ڪٿي ٻئي هنڌ رکيو هجي.“ ان صاف انڪار ڪندي ڪندي ڳالهه بدلائي ڇڏي، ان کي اوچتو خيال آيو هيو ته ايمان علي ڪٿي ملازم کي نه سڏي ۽ ان کان پڇا ڳاڇا ڪرڻ تي معاملو وڏيڪ ڊيگهه پڪڙي سگهيو پئي.

”تون ٿورو پنهنجي خاني ۾ ڏس.“ ان بيٺي بيٺي اُميد کي چيو. ان بي دليءَ سان ٽئي خانا ڏٺا مگر ان کي خبر هئي ته روالور اتي ڪونهي.

”هتي ڪونهي.“ اهو ان جي جواب تي ڊريسنگ روم ۾ هليو ويو. اُميد اندران ڪپڙن واري الماري (وارڊروب) کلڻ جو آواز ٻڌو. پوءِ ان الماري جا خانا کولڻ شروع ڪيا. اها چپ ڀڪوڙيون ويٺي رهي. ان جي هڪڙي ننڍڙي پل سڄو ڪم بگاڙي ڇڏيو هيو. آخر مون کي روالور کي اتان هٽائڻ جي ڪهڙي ضرورت هئي. مان هتان ئي روالور کڻي مطالعي واري ڪمري (اسٽڊي) ۾ وڃي سگهيس ٿي ۽ جيڪڏهن اهو ننڊ پئجي وڃي ها ته به خانو کولي روالور ڪڍي پئي سگهيس. جيڪڏهن اسٽڊي ۾ اهو ڪنڌ ورائي پوئتي ڏسي ها ته مان روالور کي پنهنجي پٺيان لڪائي پئي سگهيس ..... ٻيو ڪجهه ڪري پئي سگهيس، مگر روالور هٽائڻ نه گهرجي ها.

اها هاڻي پاڻ کي ڀڃي رهي هئي. ان کي خبر ڪونه هئي ته روالور جي نه ملڻ تي ايمان علي جو ردعمل ڪهڙو هوندو. اهو گهڻو محتاط طبيعت وارو ماڻهو هيو. ان پنهنجي گهڻي ڪٿي زندگي غيرملڪن ۾ گذاري هئي ۽ غيرملڪي جي حيثيت ۾ ڪنهن ٻئي ملڪ ۾ رهڻ خاص طور تي تين دنيا جي ملڪ ۾ هڪڙو گهڻو وڏو مشڪل ڪم هيو. اُميد کي ياد هيو ته ڪنهن به ڊگهي سفر تي نڪرڻ کان پهريائين اهو روالور گڏ رکندو هيو. اهو جڻ ان جي زندگي جو حصو ٿي ويو هيو.

پنهنجي نئي گهر جي بيڊروم جي اندران روالور جو گم ٿيڻ گهڻي پريشاني واري ڳالهه هئي.

اهو ڊريسنگ ٽيبل جا خانا چيڪ ڪرڻ کان پوءِ جڻ ڪجهه ٿڪجي اسٽول تي ويهي رهيو. اُميد ظاهري طور تي وي ڏانهن ڏسي رهي هئي مگر ان جو سمورو ڌيان ان ڏانهن ئي هيو. ڪجهه منٽ اهو جڻ ڪنهن سوچ ۾ گم رهيو پوءِ هڪڙو ڊگهو ساهه کڻي ان اُميد کي مخاطب ڪيو.

"تنهنجو ڇا خيال آهي جيڪڏهن تو روالور کنيو آهي ته تون ڪٿي رکي سگهين ٿي؟"

"مون چيو نه ته مون کي ياد ڪونهي ..... هونئن به گذريل ڪجهه هفتن ۾ منهنجي طبيعت ٺيڪ ڪونه هئي. وري وري مان وساري ويهان ٿي ته مون ڪنهن شي کي ڪٿي رکيو." ان ڇپن تي زبان گهمائيندي ظاهري طور پرسڪون انداز ۾ چيو.

"منهنجي عدم موجودگي ۾ تون هر رات روالور چيڪ ڪندي هئين؟" هاڻي اهو ان کان پڇي رهيو هيو.

"نه."

"توکي مان تاڪيد ڪري ويو هيس ته ائين ڪجان. پوءِ به تو ..... جيڪڏهن ڪجهه ٿي وڃي هاته روالور کان بغير تون ڇا ڪرين ها. توکي خبر آهي تون اڪيلي هئين ..... تون ..... تون ايتري لاپرواهه ڇو آهين ..... منهنجي ڳالهه تنهنجي سمجهه ۾ ڇو نٿي اچي." ان جي آواز ۾ پريشاني هئي يا ڪاوڙ هن کي ان جو اندازو ڪونه ٿيو.

اُميد ڪنڌ مٿي ڪري ان کي ڏٺو. "مگر ڪجهه ٿيو ته ڪونهي." ان وڏي بي خوفيءَ سان چيو. اهو ان جي جواب تي گونگو ٿي ويو. اها هڪڙو دفعو وري ٽي وي ڏانهن ڏسي رهي هئي.

"ڪجهہ تي وڃي ها تہ؟" ان چڙ مان چيو.

"تہ تي وڃي ها." اُميد جي آواز ۾ رُڪائي هئي. اهو گهڻي دير تائين ان جو منهن تڪيندو رهيو.

"راولپنڊي وڃڻ کان اڳ تو روالور ڏنو هيو؟ ڇا تڏهن اهو اتي ئي هيو؟" ان دفعي اُميد کي ان جو آواز گهڻو اوپرو محسوس ٿيو هيو.

"مون کي ياد ڪونهي."

"تہ ياد ڪر." ان پنهنجن لفظن تي زور ڏيندي چيو.

"تون ڇا سوچي رهيو آهين تہ اهو روالور مون لڪايو آهي؟" اها هڪدم ڀڙ ٿي وئي.

"مون اهڙي ڪا ڳالهہ ڪونهي چئي."

"تون جيڪو ڪجهہ چوين ٿو ان مان اهوئي مطلب نڪري ٿو."

"تون ايتري ڳوڙهي نظر واري (باريڪ بين) ڪونہ آهين جو منهنجن لفظن جا مطلب سمجهي سگهين."

"مان سمجهي سگهان ٿي، ۽ سمجهي وئي آهيان ۽ ڇاڇا ڄاڻان ٿي اهو تنهنجي علم ۾ ڪونهي." ان جي جملي تي مشتعل ٿي هن چيو هو.

اهو بي حس و حرڪت ان کي ڏسندو رهيو ۽ پوءِ ايتري ئي اوپري آواز ۾ ان اُميد کي چيو. "مثال طور تون ڇا سمجهي وئي آهين ۽ ڇاڇا ڄاڻي وئي آهين جنهن جي مون کي خبر ڪونهي." ان پنهنجي هڪ هڪ لفظ تي زور ڏنو هيو. اها هڪدم پاڻ سنڀالي وئي.

"وقت اچڻ تي ٻڌائي ڇڏيندس."

"منهنجو خيال آهي تہ وقت اچي ويو آهي." ان جو لب و لهجو بلڪل بدلجي ويو هيو.

"تون ڇا ٿو چاهين؟ هڪڙي ننڍي ڳالهہ جو بهانو بڻائي مون سان جهيڙو ڪرڻ گهرين ٿو."

اهو ٽڪ ٻڌي ان کي ڏسندو رهيو. "مان جهيڙو ڪرڻ ٿو گهران؟"

"ها. انهي لاءِ تہ تون ڳالهہ کي وڌائي رهيو آهين ..... مون کان تون جان ڇڏائڻ گهرين ٿو؟ تون چاهين ٿو تہ مان هن گهر مان هلي وڃان." اها پاڻ کي قابو ۾ نٿي رکي سگهي.

"مان توکان ڇو جان ڇڏائڻ گهرندس؟" ان کي جڻ اُميد جي ڳالهہ تي ڪرنٽ لڳو.

"تہ جيئن مان تنهنجي ڪوڙ کان بي خبر رهان. تنهنجي فراڊ ۽ تنهنجي گناهہ کان بي خبر رهان، ان جي ڪاوڙ وڌندي پئي وئي. اها جنهن ڳالهہ کي راز ۾ رکڻ چاهي رهي هئي اها ڳالهہ خودبخود ان جي زبان تي اچي رهي هئي.

ان ايمان علي جي چهري جو رنگ اڏرندي ڏٺو. اکيون ڇنڀڻ کان سواءِ اهو بي حس و حرڪت ان کي ڏسندو رهيو هيو. اهو گهڻي دير تائين ان خاموشي سان ان کي ڏسندو رهيو پوءِ ان کي ان جو آواز ٻڌڻ ۾ آيو.

"مان معلوم ڪرڻ گهران ٿو تہ توکي منهنجي ڪهڙي ڪوڙ ڪهڙي فراڊ ۽ ڪهڙي گناهہ جي خبر پئجي وئي آهي؟" اها پاڻ کي سنڀالي چڪي هئي ۽ ان کي ڪجهہ بہ ٻڌائڻ نٿي گهريو.

"مان توسان ڪو بحث ڪرڻ نٿي گهران."

"مگر مان ڪرڻ گهران ٿو."

اها ان کي ڏسڻ لڳي. "ڳالهہ کي ختم ڪر. هڪڙي روالور جي لاءِ ايترو تماشو پيدا نہ ڪر. تون سوچي رهيو آهين تہ روالور منهنجي ڪري گم ٿيو آهي. ٺيڪ آهي مان توکي ان جي قيمت ڏئي ڇڏينديس."

اهو ان جي ڳالهہ تي هڪدم جوش ۾ پيرجي اٿي بيٺو. "تنهنجو ڇا مطلب آهي. قيمت ڏئي ڇڏينديس..... توکان قيمت ڪير ٿو گهري؟"

"تہ پوءِ هن هنگامي جو ٻيو ڪهڙو مقصد آهي؟" اهو ڇرڪ سڪتي ۾ اچي ويو هيو.

"مان ڀهريان توکان گهڻين شين جي قيمت وٺي چڪو آهيان؟"

"منهنجي ايمان ..... منهنجي زندگي جي." ان چوڻ تي گهريو پر ماٺ ٿي رهي.

"توکي خبر آهي تہ هتان ائين روالور جي گم ٿيڻ جو ڇا مطلب آهي؟ اهو لائسنس وارو روالور هيو. جيڪڏهن ڪنهن ان کي هتان گم ڪيو آهي تہ ڪنهن ڏوهہ جي لاءِ استعمال ٿيڻ جي صورت ۾ پوليس سڌو مون وٽ اچي ويندي، مان پڪڙيو ويندس، منهنجو مستقبل (ڪيريئر) داءُ تي لڳي ويندو ۽ جيستائين اهو روالور گم آهي، اسان کي خطرو آهي. آخر ڪير آهي جيڪو بيڊروم مان خاني مان روالور ڪڍي کڻي ويو. جيڪڏهن ڪوئي اهو ڪري سگهي ٿو تہ اهو ٻيو ڪجهہ بہ ڪري سگهي ٿو ۽ جيڪڏهن اهو ڪم ملازم ڪيو آهي تہ اسان اڃا

وڏيڪ خطري ۾ آهيون. چوڪيدار کي بہ تو وڃڻ ڏنو تہ ان کي ڪا امرجنسي آهي. اهو سڀ ڪجهہ ڪا سازش بہ ٿي سگهي ٿي. مون کي ڪنهن سڪيورٽي ايجنسي مان اڄ گارڊ گهرائڻو پوندو. صبح جو تون روالور ڳولجان ورنہ پوءِ مون کي پوليس وٽ رپورٽ درج ڪرائڻي پوندي.“

اهو ڳالهہ ڪندي ڪندي فون ڏانهن هليو ويو. فون تي ان ڪنهن سڪيورٽي ايجنسي سان گارڊ جي لاءِ ڳالهہ ڪئي هئي. اها بيوسي مان سڀ ڪجهہ ڏسي ۽ ٻڌي رهي هئي. ان جي هڪڙي ننڍڙي لاپرواهي ايمان علي کي محتاط ڪري ڇڏيو هيو.

اهو بيڊ روم مان نڪري ويو هيو. اها اندازو لڳائي ٿي سگهي تہ ايندڙ ڪجهہ منٽن ۾ اهو پوري گهر کي جاچڻ لڳندو ۽ شايد ملازم کي بہ سڏي ۽ ائين ئي ٿيو هيو. ڪجهہ منٽن کان پوءِ بيڊروم ۾ اچي ان انٽرڪام تي ملازم کي سڏيو. اها چپ ڪوڙيون ان جي مصروفيتن کي ڏسندي رهي. اهو هڪڙو ڀيرو وري بيڊروم مان نڪري ويو.

ڪجهہ منٽن کان پوءِ اهو ٻيهر اندر اچي ويو. ”صابر کي روالور جي باري ۾ ڪا خبر ڪونهي.“ ان اُميد کي جڙ اطلاع ڏنو. اها ڪوبہ جواب ڏيڻ کان سواءِ ٿي وي ڏسندي رهي. اهو هڪڙو ڀيرو وري ٻاهر نڪري ويو. ڪجهہ دير کان پوءِ اُميد گهنٽي (بيل) جو آواز ٻڌو. ان اندازو لڳايو تہ گارڊ ٻاهر پهچي ويو هوندو.

”ڪا ڳالهہ ڪونهي گارڊ تہ ٻاهر ئي هوندو. اهو اندر اچي تہ ڪجهہ ڪونہ ڪندو. پر پوءِ مونکي چوڪيدار کي موڪلڻ جي ڪهڙي ضرورت هئي.“ ان ملازم ۽ چوڪيدار کي صرف ان لاءِ موڪلي ڇڏيو هيو تہ جيئن ڪنهن بہ نموني جي ڪا مداخلت نہ ٿي سگهي ۽ اهي ٻئي ان جي منصوبي ۾ رڪاوٽ بڻجي نہ سگهن، ليڪن هاڻي صورتحال بلڪل ابتڙ ٿي وئي هئي. انهن ٻنهي جي عدم موجودگي ئي هڪڙي رڪاوٽ بڻجي وئي هئي.

پندرهن ويهن منٽن کان پوءِ گهر ۾ ماٺ ڇانئجي وئي هئي. ملازم واپس ڪوارٽر ۾ وڃي چڪو هيو ۽ ايمان علي واپس بيڊروم ۾ ڪونہ آيو. ان جو مطلب هيو تہ اهو اسٽڊي روم ۾ هليو ويو آهي. پندرهن ويهہ منٽ انتظار ڪرڻ کان پوءِ اها ڌڙڪندڙ دل سان پلنگ تان اٿي وئي. ٽي وي بند ڪرڻ کان پوءِ محتاط انداز ۾ بيڊروم مان ٻاهر آئي. لائونج جو

بلب بند هيو. اها ڪجهہ مطمئن ٿي اسٽڊي روم ڏانهن وڃڻ لڳي. دروازي جي هيٺان اسٽڊي روم ۾ ٻرندڙ بلب جي روشني ٻاهر ورانڊي (ڪاريڊور) کي بہ روشن ڪري رهي هئي. ان جي دل جي ڌڙڪن تيز ٿي وئي. ان جُهڪي چاٻي جي سوراخ مان اسٽڊي روم جي اندر جو منظر ڏسڻ جي ڪوشش ڪئي. اسٽڊي ٽيبل جي هڪڙي ڪنڊ نظر اچي رهي هئي مگر ڪمپيوٽر ۽ سامهون واري ڪرسي نظر ڪونہ پئي آيا. ان اسٽڊي روم ۾ ڪو آواز ٻڌڻ جي ڪوشش ڪئي مگر ڪامياب ڪونہ ٿي. اسٽڊي روم ۾ مڪمل خاموشي هئي. اها سڌي ٿي وئي.

ڪجهہ گهڙين لاءِ ان پنهنجي بي ترتيب ساهہ ۽ تيز ڌڙڪن تي قابو پائڻ جي ڪوشش ڪئي پوءِ دروازي جي هينڊل تي پنهنجو هٿ رکيو. ان گهڻي احتاط سان دروازي جو هينڊل گهمائي دروازو کوليو. ايمان علي ڪنڌ ورائي ڪونہ ڏٺو هيو ڇوتہ اها ڪرسي خالي هئي. اهو ڪمري جي هڪڙي ڪنڊ ۾ نماز پڙهڻ ۾ مصروف هيو. اها ڪجهہ گهڙين لاءِ چُري پُري ڪونہ سگهي. "اهو نماز ڇو پڙهي رهيو آهي؟ جڏهن اهو....." ان جي وحشت ۾ اضافو ٿي ويو هيو.

ان کي هاڻي بہ ياد هيوتہ ان جي آفيس مان هن کي اهوئي ڇيو ويو هيو تہ هتي ڪوئي ايمان علي ڪونهي ۽ ڊينئل ايڊگر جي باري ۾ معلوم ڪرڻ تي هڪدم ان کي معلومات فراهم ڪئي وئي ۽ ايمان علي ان کي ڇيو هيوتہ اهو آفيس ۾ پنهنجو نالو تبديل ڪري چڪو آهي. اتي سيئي ان کي ايمان علي جي نالي سان سڃاڻندا آهن. پوءِ آمريڪا جي اها ويزا جيڪا ان مذهبي رسمون ادا ڪرڻ لاءِ حاصل ڪئي هئي، ڪهڙي مذهب جون رسمون؟ ۽ ايمان علي جي چاچي (انڪل) جو اهو بيان تہ ڊينئل مذهب تبديل ڪونهي ڪيو بلڪ ان انهن کي اهو ٻڌايو هيو تہ ان جي اُميد سان ان جي رضامندي سان اهو طئي ڪيو هيوتہ ٻئي پنهنجي پنهنجي مذهب تي قائم رهندا. ان جي استعيفا ڏيڻ تڏهن جڏهن ان جي ٻار جي ماءُ ٻڌجڻ واري هئي. بئنڪ جو خالي اڪائونٽ، رقم جي منتقلي ..... ان جي ڪاغذ پٽن جي عدم موجودگي، ان جي والدين جو جرمني مان هڪدم غائب ٿي وڃڻ. اها ڪنهن ڪنهن ثبوت کي ڪوڙو ڪري ٿي سگهي. هڪڙي مهيني کان ان سان رابطو نہ ڪرڻ. هر ڳالهہ

ان کي مجبور ڪيو هيوتہ اها يقين ڪري ڇڏي تہ ايمان علي ان کي ڇڏي هليو ويو هيو.

اڪيلي ڳالهہ جيڪا ان کي سمجهہ ۾ ڪونہ آئي هئي اها ان جي واپسي هئي. جڏهن اهو پنهنجا سڀ ڪم نبيري هليو ويو هيوتہ واپس ڇو آيو هيو. ان کي ڪهڙي ڳالهہ واپس ڇڪي آئي هئي ۽ اها ايترو انتظار نٿي ڪري سگهي تہ ان ڳالهہ جي جاچ ڪري. ان جلد کان جلد ان کان جان ڇڏائڻ ٿي گهري. ان کان اڳ جو اهو وري گم ٿي وڃي ۽ هاڻي ..... هاڻي اهو اتي اسٽڊي روم ۾ نماز پڙهي رهيو هيو ۽ تڏهن ئي هڪڙي خيال ان جي وجود ۾ بجلي جي لهر ڊوڙائي ڇڏي هئي.

”ڇا ان کي خبر هئي تہ مان اتي اچڻ واري آهيان ۽ صرف مون تي ظاهر ڪرڻ لاءِ ان ڊونگ ڪيو آهي؟“ اها سُن ٿي وئي. ”مگر اهو ڪيئن ٿي سگهي ٿو. آخر ان کي ڪيئن ٿي خبر لڳي سگهي تہ مان هتي اچڻ واري هيس؟ ڇا ان منهنجي آهٽ ٻڌي ورتي هئي؟ مگر ان کي نماز پڙهڻ جي ڪهڙي ضرورت هئي؟ ڪٿي اهو..... اهوتہ معلوم ڪونہ ڪري ويو آهي تہ مون کي ان جي باري ۾ سڀ خبر پئجي وئي آهي؟ جڏهن ڪجهہ دير اڳ مون ان کي فريب، ڪوڙ ۽ گناهہ جو طعنو ڏنو هيوتہ ڇا هو اهو سڀ ڪجهہ سمجهي ويو هيو ۽ ڇا انهيءَ ڪري روالور جي گم ٿيڻ تي ايترو محتاط ٿي ويو هيو؟ ڇا ان کي خدشو هيوتہ مان ان روالور سان ان تي حملو ڪري سگهان ٿي ۽ پوءِ ان سوچيوتہ مان سمهي رهيس تہ..... ۽ پوءِ ان اسٽڊي روم ۾ ويهڻ جو فيصلو ڪيو ۽ سوچيوتہ مان اسٽڊي روم ۾ اچي سگهان ٿي ۽ پوءِ ان هڪڙو ڀيرو وري مون کي فريب ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي؟

اها بنا حرڪت جي. بيٺي ان کي نماز پڙهندو ڏسي ڪڙي سان ڪڙي ملائڻ جي ڪوشش ڪري رهي هئي ۽ سڀ ڪجهہ جڻ صاف ٿيندو پئي ويو. ”تہ ان جي علم ۾ سڀ ڪجهہ اچي چڪو آهي ۽ هاڻي اسان ٻئي هڪ ٻئي سان انڌي راند (بلائينڊ) کيڏي رهيا آهيون. مان صبح کان ان کي دوکو ڏئي رهي هيس ۽ هاڻي اهو مون کي دوکو ڏئي رهيو آهي.“

ان جي چهري تي هڪڙي زهريلي مسڪراهٽ ابري. دروازو بند ڪري اها اهڙي طرح دبيل قدمن سان شيلف ڏانهن هلي وئي. شيلف وٽ پهچي ڪتاب هٽائڻ کان اڳ ان هڪڙو ڀيرو محتاط نظرن سان پٺيان

ڏٺو هيو. اهو رڪوع جي حالت ۾ هيو. ان مطمئن ٿي منهن ڦيرائي ڇڏيو. جن ٻن ڪتابن جي پٺيان ان روالور رکيو هيو ان وڏي احتياط سان انهن کي ٻاهر ڪڍيو. پوءِ اها پٿر جي بت وانگر بي جان ٿي وئي. روالور اتي ڪونه هيو. ان پنهنجن هٿن ۾ ڏڪڻي ڏٺي. ڇا ان کي چار ۾ ڦاسائيندي اها پاڻ چار ۾ ڦاسي وئي هئي ۽ هاڻي جڏهن مان موٽي ان کي ڏسنديس ته اهو نماز ڇڏي اطمينان سان بيهي مون کي ڏسي رهيو هوندو ۽ ان جي چهري تي طنزيه مسڪراهٽ هوندي. ان ڏڪندڙ هٿن سان ٻئي ڪتاب ان جاءِ تي رکيا. واپس مڙڻ شڪست تسليم ڪرڻ جي برابر هيو مگر ان کي مڙڻو هيو. ڳورن قدمن سان اها واپس موٽي هئي ۽ هڪڙو پيرو وري سُن ٿي وئي. اهو هاڻي سجدو ڪري رهيو هيو.

"اهو مون کي ڪيترو فريب ڏيڻ گهري ٿو..... هاڻي اهو معلوم ٿيڻ جي باوجود به ته مون کي سڀ خبر پئجي چڪي آهي ۽ ان کي قتل ڪرڻ گهران ٿي، اهو پوءِ به مون کي ڌوڪو ڏيڻ گهري ٿو. منهنجي اکين ۾ ڌوڙ وجهڻ گهري ٿو." اها مشتعل ٿي وئي هئي. اهو هڪڙو پيرو وري رڪوع جي حالت ۾ هيو.

تڏهن ئي ان جي نظر اسٽڊي ٽيبل تي ڄمي وئي. روالور اسٽڊي ٽيبل تي پيو هيو. وڌيڪ ڪجهه سوچڻ جي بجاءِ اها اسٽڊي ٽيبل ڏانهن آئي ۽ روالور کڻي ورتو. پنهنجي اندر ۾ ان کي هڪدم جڻ عجيب طاقت محسوس ٿي هئي. روالور جو سيفٽي ڪيچ هٽيل هيو. اها روالور کڻي ايمان علي جي پٺي وٽ آئي. ايمان علي نماز پڙهڻ دوران ڪمري ۾ ان جي اچڻ ۽ سرگرمين کان بي خبر ڪونه رهيو هوندو. اها ان کي خبر هئي. ان ڏڙڪندڙ دل سان ٻئي هٿ کڻي ايمان علي جي پٺي جو نشانو ورتو هيو اهو سجدي ۾ هيو. اکيون بند ڪري ان گهوڙي (ٽريگر) تي آڱر جو زور وڌائي ڇڏيو مگر ڪوشش جي باوجود گولي هلائي نه سگهي. ان ڪجهه بيوسيءَ مان اکيون کولي ڇڏيون.

"اهو شخص فريب ڪري رهيو آهي ..... مون کي ڌوڪو ڏئي رهيو آهي مگر نماز پڙهي رهيو آهي، مصلي تي بيٺل آهي، مان ان کي اهڙي حالت ۾ گولي ڪيئن ٿي هڻي سگهان. جڏهن مان صبح کان مناسب وقت جو انتظار ڪري رهي آهيان ته ڪجهه منٽ انتظار ڪري سگهان ٿي..... صرف ڪجهه منٽن جي ئي ڳالهه آهي."

اها پوئتي هٽي آئي. ڪتابن جي شيلف سان ٽيڪ لڳائي اها ايمان علي جي پٺي تي نظرون ڄمايون بيٺي رهي. اهو هاڻي سلام ڦيري رهيو هيو. اُمِيد تڪڙ ۾ روالور پنهنجي پٺيا لڪائي ڇڏيو. سلام ڦيرڻ کان پوءِ ان ويٺي ويٺي ڪنڌ ڦيرائي پوئتي ڏٺو.

"اُمِيد! توکي ڪو ڪم آهي؟" ان اُمِيد سان ڳالهايو.

"ها، مون کي توسان ڪجهه ڳالهيون ڪرڻيون آهن."

اهو ڪجهه دير ان کي ڏسندو رهيو ۽ پوءِ ڪنڌ واپس ڦيرائي ڇڏيو.

"مان نماز ختم ڪيان پوءِ ڳالهايان ٿو."

"نه، مون کي پهريان ڳالهه ڪرڻي آهي. تون نماز ڇڏي ڏي ۽ اٿي منهنجي ڳالهه ٻڌ."

"صرف آخري ٻه نفل رهجي ويا آهن، اهي مون کي پڙهڻ ڏي. توکي خبر آهي، اسان جي گفتگو گهڻي ڊگهي ٿي ويندي ۽ مان نماز کي اڌ ۾ ڇڏڻ نٿو گهران." ان نيت ڪري ڇڏي.

ان زندگيءَ ۾ ڪڏهن ڪنهن کي ايتريون گاريون ڪونه ڏنيون هيون جيتريون ان وقت ايمان علي کي دل ۾ ڏنيون. "پنهنجي نماز سان اهو مون تي ڇا ثابت ڪرڻ ٿو گهري..... هاڻي باقي ڇا رهجي ويو آهي؟ اهو ڪهڙي جنت جي تلاش ۾ آهي....." ان جو رت ٽهڪي رهيو هيو.

ان ٻه نفل ادا ڪيا پوءِ دعا جي لاءِ هٿ کنيا. اها انتظار ۾ هئي ته دعا گهرڻ کان پوءِ اٿي بيهي ۽ اها ان کي شوٽ ڪري. دعا گهرڻ کان پوءِ ان اٿي بيهي جُهڪي مصلو کنيو هيو ۽ ان کي ويڙهيندي اُمِيد ڏانهن موٽيو هيو ۽ هڪو ٻڪو ٿي ويو هيو. اها ان تي روالور تاڻيون بيٺي هئي. ان ايمان علي جي اکين ۾ بي يقيني ڏٺي هئي ۽ ان ئي گهڙي اها گهوڙو (ٽريگر) دٻائي چُڪي هئي. پوءِ ان هڪڙو پيرو نه گهڻا پيرا ٽريگر دٻايو هيو. ڪمري ۾ نه ڪنهن ڌماڪي جو آواز ٿيو هيو نه ايمان علي جي سيني تي گولين جو نشان ظاهر ٿيو هيو. روالور خالي هيو. ان کي يقين ڪونه آيو هيو. اسٽڊي روم ۾ روالور رکندي ان گوليون چيڪ ڪيون هيون. روالور پوري طرح پريل (لوڊ) هيو ۽ هاڻي..... ته اهو شخص گوليون ڪڍي چڪو هيو. انهي لاءِ ته مان.....

"ڇو؟ مون کي تون ڇو قتل ڪرڻ گهرين ٿي؟" ان ايمان علي جي واتان ٻڌو هيو ۽ پوءِ اها ڄڻ پنهنجا حواس وڃائي ويٺي هئي.

”ها، مان توکي مارڻ گهران ٿي ۽ ماري ڇڏينديس ڇوته تون ان جي قابل آهين.“ ان وڏي واڪي رڙ ڪئي. ايمان علي ان کي ڪڏهن رڙيون ڪندي ڪونه ڏٺو هيو اڄ اهو ڏسي رهيو هيو.

”مان تنهنجي باري ۾ سڀ ڪجهه ڄاڻي چڪي آهيان..... هر ڳالهه.“

”مان توکان اهڙي ڪابه ڳالهه ڪونه لڪائي آهي جنهن جي معلوم ٿيڻ تي تون مون کي اهڙي طرح قتل ڪرڻ جي ڪوشش ڪرين ها.“

”ڪوڙ نه ڳالهاءِ..... ايترو ڪوڙ نه ڳالهاءِ..... گهٽ ۾ گهٽ هاڻي ته نه جڏهن مان سڀ ڪجهه ڄاڻي چڪي آهيان.“ اها نڙي ڦاڙي رڙيون ڪرڻ لڳي.

”تون ڇا ڄاڻي چڪي آهين؟“ اهو اڃا تائين صدمي ۾ هيو.

”تون ان قوم سان تعلق رکين ٿو ڊينئل ايڊگر جيڪا منافق آهي، ڌوکيباز آهي، ڪوڙي آهي، ڪميڻي آهي ۽ سازشن ۾ پنهنجو مٽ پاڻ آهي.“ انهن جملن تي ان جي جسم کي هڪڙو جهٽڪو لڳو.

”ڊينئل ايڊگر؟“ ايمان علي بي يقيني مان ڇپن ۾ پنهنجو نالو ورجايو.

اها چئي رهي هئي. ”تو مون سان جيڪو ڪجهه ڪيو اهو تنهنجي خون ۾ رچيل هيو. توکي اهوئي ڪرڻو هيو..... آخر يهودي آهين نه؟“ اهو بدلجندڙ رنگن سان ان کي ڏسندو رهيو.

”تو ڇا سوچيو هيوته مان توسان گناهه جي زندگي گذاريندي رهنديس ۽ مون کي ڪڏهن به خبر ڪونه پوندي ۽ خبر پوندي به ته مان ڪجهه ڪونه ڪنديس. سمجهوتو ڪري ڇڏينديس. ڊينئل ايڊگر تنهنجو وجود مون کي ڪيترو گندو ۽ مڪروهه لڳي رهيو آهي، تون ان جو اندازو [illegible] ڪري سگهين.“

”م[illegible] ايمان علي آهيان، ڊينئل ايڊگر ڪونه آهيان ۽ مون کي ٻيهر ان نا[illegible] سان نه سڏجان.“ ان دفعي اهو مشتعل ٿي ويو هيو.

نالو مٽائڻ سان تنهنجو ڪردار بدلجي ويندو؟ نالو مٽائي ڪنهن کي ڌوکو ڏيڻ گهرين ٿو؟“

”نه مان يهودي آهيان..... نه ڊينئل ايڊگر آهيان ۽ هاڻي تون مون کي ان نالي سان سڏيندينءَ ته مان تنهنجي منهن تي چماٽ هڻي ڪڍندس.“ ڪاوڙ ۾ ان جون به اکيون ڳاڙهيون ٿي رهيون هيون.

اُمِيد هٿ ۾ پڪڙيل روالور اڇلائي ان جي مٿي ۾ هنيو. ايمان علي بچڻ جي ڪوشش ڪئي مگر بچندي بچندي بہ روالور ان جي لونڊڙيءَ کان ڪجهہ مٿي لڳو. ان جي مٿي ۾ هڪڙي سور جي لهر ڊوڙي وئي.

"تون ڊينئل آهين. ايمان علي ڪڏهن نٿو ٿي سگهين."

اهو چپ پڪوڙي هڪلم اُٿي اچي ويو. "هاڻي مون کي ڊينئل چئو." ان اُمِيد کي للڪاريندي چيو.

"مان توکي ان ئي نالي سان سڏيندس جيڪو تون آهين. ڊينئل."

ان جي منهن تي ايترو زور سان لپاٽ لڳي جو اها فرش تي ڪري پئي.

"تون ڇاٿو ثابت ڪرڻ گهرين ..... اهو تہ تون تمام وڏو مسلمان آهين؟ مون کي تنهنجي باري ۾ سڀ ڪجهہ معلوم ٿي ويو آهي. منهن جي منهن تي ٿڪڙ هڻڻ کان اڳ توکي پنهنجي آفيس جي ماڻهن جي منهن تي ٿڪڙ هڻڻ گهرجي جتي سڀ توکي ڊينئل چوندا آهن. جتي ڪير بہ ايمان علي کي سڃاڻندوئي ڪونهي. ايمبيسي جي ماڻهن جي منهن تي ٿڪڙ هڻڻ گهرجي جيڪي توکي ڊينئل چوندا آهن."

اها اٿي بيٺي هئي. ايمان علي هڪلم پوئتي هٽي ويو.

"پنهنجن سمورن ڪاغذپٽن ۾ تون ڊينئل ايڊگر آهين صرف منهنجي لاءِ ايمان علي بنجڻ جو ڊرامو ڇو ڪيو. ڇو مون کي گندگي جي ڍيڻ ۾ ڪِهلي آئين. مسلمان هجڻ جو ڍوڪو ڪيو. فريب ڏنو ۽ هاڻي مون کان جان ڇڏائي تون هتان هليو وڃڻ گهرين ٿو."

اهو ماٺ ڪيون ان کي ڏسندو رهيو.

"مون کي يقين ڪونہ ٿو اچي، ڪوئي ماڻهو ايترو ڪوڙو ايترو ذليل، ايترو بي ضمير ٿي سگهي ٿو جيترو تون آهين. محبت جو فريب ڏئي مون کي دوزخ ۾ اڇلائي ڇڏيو. تو ۾ ايتري جرئت هجڻ گهرجي هاتہ منهنجي سامهون بيهي مون کي ٻڌائين هاتہ تون مون کي ڇڏڻ گهرين ٿو. اهڙي طرح چورن وانگر فرار نہ ٿين ها ۽ مون سان اهو سڀ ڪجهہ ڪرڻ کان پوءِ بہ تون اها توقع رکين ٿو تہ مان توکي ايمان علي سڏيان ۽ تنهنجي ان سچائي تي يقين ڪريان جيڪا تو وٽ آهي ئي ڪونہ."

"مون نہ توکي ڪو دوکو ڏنو آهي نہ توکي ڇڏي ڀڳو آهيان. مان هتي تنهنجي سامهون بيٺو آهيان."

”تون ڪيڏانهن ويو هئين جرمني يا آمريڪا؟“ ان جو خيال هيوتہ ايمان علي جي منهن جو پنو ئي لهي ويندو مگر ائين ڪونہ ٿيو اهو ماٺ رهيو.

”تو آمريڪا جي ويزا مذهبي رسمن ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ ورتي ..... ڪهڙيون مذهبي رسمون، يهودين جو ساليانو اجتماع ..... تون آفيس جي ڪم سان ويو هئين مگر اتان تہ تون استعيفا ڏئي چڪو آهين ..... تو بئنڪ ۾ اڪائونٽ بند ڪرائي ڇڏيو ..... هن گهر مان تنهنجا سڀ ڪاغذپٽ گم آهن. جرمني ۾ تنهنجا پي ماءُ (پيرنٽس) پنهنجو گهر وڪڻي ڪنهن ٻئي هنڌ هليا ويا آهن. ڪٿي ويا آهن اهو صرف توکي معلوم آهي. هي گهر تون خالي ڪري رهيو آهين، مالڪ مڪان کي اطلاع ڪري چڪو آهين. ٻاهر پورچ ۾ بيٺل گاڏي ڪمپني جي آهي جيڪا هن مهيني جي ختم ٿيڻ سان ڪمپني واپس گهرائي وٺندي. پاڻ سان گڏ پنهنجي سنگتياڻي (گرل فرينڊ) کي بہ جرمني وٺي ويو هئين. تو چيو هيو تنهنجن سيني ڪاغذن ۾ تنهنجو نالو ايمان علي آهي ..... اهو ڪوڙ هيو ..... تنهنجن سيني ڪاغذن ۾ تنهنجو نالو هاڻي بہ ڊينئل ايڊگر ئي آهي. پنهنجي چاچي (انڪل) کي تو اهو چيوتہ تو مون سان ڪو سمجهوتو (ايڊجسٽمنٽ) ڪيو آهي ۽ مذهب ڪونهي بدلايو. هاڻي بہ يهودي آهين ۽ اها ڳالهہ مان بہ ڄاڻان ٿي ليڪن مون کي انهي تي ڪو اعتراض ڪونهي ..... تون مون کي هڪڙي هفتي جو چئي جرمني ويو هئين ۽ ان کان پوءِ هڪدم رابطو ختم ڪري ڇڏيو ۽ هاڻي تون هڪڙي مهيني کان پوءِ ڇاجي لاءِ آيو آهين ان جي مونکي خبر ڪونهي مگر تون جيڪو ڪجهہ چئي رهيو آهين ان جي حقيقت جي مون کي ضرور خبر آهي.“

ان جو خيال هيوتہ ايمان علي جي چهري تي خوف هوندو. شرمندگي هوندي. اهو ڪو بهانو ٺائيندو يا وري معذرت ڪندو. اتي اهڙي ڪابہ ڳالهہ ڪونہ هئي. اهو اوپري ۽ بي تاثر چهري سان ان کي ائين ڏسي رهيو هيو جڻ ان کان اهوئي سڀ ڪجهہ ٻڌڻ جي توقع ڪري رهيو هيو.

”توکي ڇڏي هليو ويس، انهيءَ لاءِ تو مون کي گولي هڻي مارڻ جو فيصلو ڪري ڇڏيو.“ ان جو آواز بہ ان جي چهري وانگر بي تاثر هيو.

”مون کي تنهنجي ڇڏي وڃڻ جي پرواهہ ڪونهي، نہ ئي مون توکي انهيءَ ڪري ..... تو مذهب مٽائڻ جو فريب ڏئي مون سان شادي ڪئي

مان توکي تنهنجي انهي گناهه ڪري مارڻ گهران ٿي ۽ صرف توکي ئي نہ پاڻ کي بہ."
ايمان علي ٽِڪ ٻڌي ان کي ڏسي رهيو هيو. ان جي لونڊڙي مان وهندڙ رت هاڻي ان جي قميص کي پچائي رهيو هيو مگر ان جو زخم ڏانهن ڌيان ڪونہ هيو.
"ڪجهہ ٻيو بہ چوڻ گهرين ٿي تہ چئو. منهنجو ڪو ٻيو ڪوڙ ٻيو فريب ۽ گناهہ بہ منهنجي سامهون آڻ ..... يا وري ڪو ٻيو الزام هجي تہ اهو بہ لڳائي ڇڏ ..... اڄ ٻڌڻ ٿو گهران تہ تنهنجي دل ۾ منهنجي لاءِ ڪيترو زهر آهي. ڪيتري نفرت آهي. ڪيتري بداعتمادي آهي."
اها تيز ۽ بي ترتيب ساهہ سان مشتعل نظرن سان ان کي ڏسندي رهي.
"اُميد! توکي مون سان شادي نہ ڪرڻ گهرجي ها ڇوتہ توکي مون تي اعتماد ڪونہ هيو نہ ئي هاڻي آهي."
"ها، تون بلڪل ٺيڪ ٿو چوين. مون کي تو جهڙي ڪميڻي ۽ ذليل ماڻهوءَ سان شادي نہ ڪرڻ کپندي هئي."
ايمان علي جو منهن ڳاڙهو ٿي ويو.
"توکي خبر ڪونهي، ان هڪڙي مهيني ۾ توسان شادي جي فيصلي تي مون ڪيترو پڇتايو آهي. تو منهنجي سڄي زندگي تباهہ ڪري ڇڏي منهنجيون سڀني خواهشن، سڀني خوابن کي گندگيءَ جو ڍير بڻائي ڇڏيو ۽ منهنجي وجود کي هڪڙو گٽر....."
"مون يا جهانزيب؟" اها ان جي لفظن تي سڪتي ۾ اچي وئي هئي.
اهو بيخوفي سان ان جي اکين ۾ اکيون ملايون بيٺو هيو.
"ان جو نالو نہ وٺ." ان داڻهن ڪئي.
"ڇو نہ وٺان؟ مون تنهنجو سچ ٻڌو آهي، هاڻي تون منهنجو سچ ٻڌ. تنهنجي زندگي مون تباهہ ڪونہ ڪئي جهانزيب ڪئي. ان ڏينهن جنهن ڏينهن اهو توکي ڇڏي هليو ويو."
"ان جو نالو نہ وٺ." ان هڪدم رڙ ڪئي.
"ڇو تڪليف ٿئي ٿي؟ يا اهو ياد اچي رهيو آهي؟ ۽ مون ڪهڙو فريب ڏنو آهي؟ ڪهڙي گناهہ جي ڏيڻ جي ڳالهہ ڪرين ٿي؟ تون اها عورت آهين جنهن سان مون محبت ڪئي آهي ۽ پوءِ شادي ڪئي آهي ..... تنهنجو ٻار منهنجو بہ ٻار آهي، مان پنهنجي زال ۽ ٻار ڇڏي پڇي نٿو

سگهان. تنهنجي جاءِ تي ڪا اهڙي عورت بہ هجي ها جنهن سان مون کي محبت نہ هجي ها صرف منهنجي سنگتياڻي (گرل فرينڊ) هجي ها تڏهن بہ مان ان گرل فرينڊ ۽ پنهنجي پار کي ڇڏي نہ پچان ها. مان بي ضمير ڪونہ آهيان ..... مان اهو ڪونہ ٿو چوان تہ مون توسان ڪوڙ ڪونہ ڳالهايو آهي. مون توسان ڪوڙ ڳالهايا آهن. ڪجهہ مصلحت خاطر ۽ ڪجهہ توکي پريشاني کان بچائڻ جي لاءِ. مگر توکي سچ ٻڌڻو آهي تہ ٻڌ. ها مان آمريڪا ويو هيس. پهريان جرمني پوءِ آمريڪا. مون ويزا جي درخواست مذهبي رسمن ۾ شريڪ ٿيڻ جو سبب ٻڌائي ڏني. مگر مذهبي رسمن ۾ جنازي ۾ شرڪت بہ شامل آهي. مان يهودين جي ڪنهن اجتماع ۾ شرڪت ڪرڻ لاءِ ڪونہ ويو هيس. مان پنهنجي هڪڙي خانداني دوست (فيملي فرينڊ) جي آخري رسمن ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ ويو هيس. منهنجا پي ماءُ گهر وڪڻي گم ڪونہ ٿي ويا آهن. مون پنهنجي پي ماءُ کي هڪڙي ٻي جاءِ تي گهر خريد ڪري ڏنو آهي. پراڻو گهر وڪڻي ڇڏيو. مون توکي اهو چيو تہ آفيس جي ڪم سان وڃي رهيو آهيان جڏهن تہ مان استعيفا ڏئي چڪو هيس؟ ها. مون استعيفا ڏئي ڇڏي چوتہ منهنجا انهن سان ڪجهہ اختلاف هيا. مان جنهن ڪمپني ۾ ڪم ڪندو آهيان اها بنيادي طور تي يهودين جي آهي ۽ مان ان ڪمپني جي برانچ ۾ وڏي اهم عهدي تي ڪم ڪري رهيو هيس. منهنجو مسلمان ٿيڻ ۽ منهنجي نالي جي تبديلي انهن لاءِ هڪڙو وڏو حادثو (شاڪ) ٿئي ها انهيءَ ڪري مون ان ڳالهہ کي لڪائي رکيو مگر هاڻي ڪجهہ عرصي ۾ منهنجي باري ۾ ڪجهہ افواهہ انهن تائين پهتا هيا. شايد مان هاڻي بہ انهن کي يقين ڏياري ڇڏيان ها تہ اهي صرف افواهہ آهن. مگر هاڻي ڪجهہ شيون بدلجي ويون آهن.

مون گهريو ٿي تہ منهنجو ٻار جڏهن هن دنيا ۾ اچي تہ ان کي ڪنهن سڃاڻپ جي بحران (آئيڊينٽٽي ڪرائسس) جو شڪار ٿيڻو نہ پوي. مان مسلمان آهيان تہ مون کي هڪڙي مسلمان طور سڃاتو وڃڻ گهرجي. مان تنهنجي ۽ تنهنجي ٻار لاءِ ڪي مسئلا پيدا ڪرڻ نٿي گهريا. ڪوشش ڪري رهيو هيس تہ هرشي صحي جاءِ تي اچي وڃي انهيءَ ڪري مون استعيفا ڏئي ڇڏي.

اها چپ چاپ ان جون ڳالهيون ٻڌي رهي هئي.

”توکي انهيءَ ڪري ڪونہ ٻڌايو تہ تون پريشان ٿي وڃين ها. ڪجھ هفتن تائين منهنجي پاسپورٽ ۽ ٻين ڪاغذپٽن (ڊاڪيومينٽس) ۾ بہ تون منهنجو تبديل ٿيل نالو ۽ مذهب ڏسي وٺنديئن ڇوتہ مون ان لاءِ درخواست (اپلاءِ) ڪري ڇڏي آهي. پنهنجا سڀ ڊاڪيومينٽس ڪٺي فرار ڪونہ ٿيو آهيان. انهيءَ لاءِ گڏ ڪٺي ويو هيس جو مون کي نوڪري (جاب) لاءِ ڪجھ جاين تي اپلاءِ ڪرڻو هيو. هتي ڪجھ ملٽي نيشنل ڪمپنين سان منهنجي ڳالھ ٻولھ ٿي مگر مون کي انٽرويو جي لاءِ انهن جي هيڊ آفيس ئي وڃڻو پيو. بنيادي طور تي مان ان لاءِ ئي جرمني ۽ آمريڪا ويو هيس ..... بئنڪ اڪائونٽ انهيءَ ڪري بند ڪرايو ڇوتہ اهو ڪمپني طرفان کولرايو ويو هيو. ان ۾ جيڪا رقم هئي ان سان مون پنهنجي والدين (پيرنٽش) کي جرمني ۾ ڪجھ وڏيڪ سٺي جاءِ تي گھر خريد ڪري ڏنو. اهي ڪٿي گم ڪونہ ٿي ويا آهن. اهو سچ آهي تہ مان گھر خالي ڪري رهيو آهيان. گاڏي بہ ڪمپني واپس موٽائي وٺندي ..... تہ؟ ٻاهر وڃڻ کان اڳ توکي فوٽ پاٿ تي تہ ڪونہ ڇڏي ويس.“

ان جي آواز ۾ ڪوڙاڻ هئي.

”يا توکي ڪنهن گھر مان ڪڍيو؟ ۽ مان گھر خالي ڪرڻ جي تاريخ کان اڳ واپس اچي ويو آهيان. توکي جيڪڏهن ڪونہ ٻڌايو تہ ڪو فرق ڪونہ ٿو پوي. توکي هاڻي بہ جتي وڻي ويندس، اهو ايتروئي سٺو گھر هوندو. انهيءَ ڪري توکي انهي باري ۾ فڪرمند ٿيڻ جي ضرورت ڪونہ هئي ۽ تون کھڙي گرل فرينڊ جي ڳالھ پئي ڪئي ..... سمانٿا جي.“

ان جي چھري تي هاڻي هڪڙي طنزيہ مسڪراهٽ هئي.

”ها، اها مون سان گڏ جرمنيءَ ضرور وئي هئي مگر مان ان کي ساڻ ڪري ڪونہ ويو هيس، اهو هڪڙو اتفاق هيو تہ ان کي بہ انهن ئي ڏينهن ۾ واپس وڃڻو هيو.“

اُميد کي لڳي رهيو هيو ان جو وجود آهستي آهستي ٿڌو ٿيندو پيو وڃي.

”توسان رابطو ٽٽڻ جو سبب اهو هيو تہ مان هڪڙي حادثي جو شڪار ٿي ويو هيس. آمريڪا ۾ ..... رستي هلندي ٻن ماڻهن مون تي حملو ڪيو. مون کان ٻٽون (والٽ) ڦري ويا ۽ منهنجي مٿي تي پنيان ڪا شي هنيائون. ان کان پوءِ ڇا ٿيو اهو مون کي ياد ڪونهي. اسپتال ۾

ڪيترن ڏينهن کان پوءِ مون کي هوش آيو ۽ ان دوران اهي منهنجي باري ۾ ڪجهه بہ معلوم ڪري ڪونہ سگهيا. ڇوتہ مون وٽ ڪجهه بہ ڪونہ هيو. هوش ۾ اچڻ کان پوءِ بہ مون کي ڪجهه چڱيءَ طرح ياد ڪونہ پئي آيو. منهنجي ياداشت ٺيڪ هئي مگر مان سڀ ڪجهه ڀلجي ٿي ويس. ياد ڪندي ڪندي، نارمل ٿيندي ٿيندي ڪجهه ٻيا ڏينهن لڳي ويا. ان کان پوءِ مون جڏهن رابطو ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي تہ تون هتي ڪونہ هئينءَ. راولپنڊي جو نمبر منهنجي هٿون ۾ هيو. انهيءَ ڪري مان اهو بہ وڃائي ويٺس، اتي بہ توسان رابطو ڪري ڪونہ سگهيس. مگر مون سوچيو تہ تون اهوئي سمجهنديئن تہ مان ڪجهه مصروفيتن جي ڪري توسان رابطو ڪونہ ڪري سگهيو آهيان. انهيءَ ڪري مون کي ڪا پريشاني ڪونہ هئي.“

”ها، ياد آيو. تو انڪل جي ڳالهہ پئي ڪئي. مون ان سان ڪوڙ ڳالهايو هيو. اُمِيد! مان پنهنجي پيءُ ماءُ سان گهڻي محبت ڪندو آهيان ۽ مون نٿي گهريو تہ ان خبر سان انهن کي تڪليف پهچي. منهنجي مذهب تبديل ڪرڻ جو اعلان انهن کي رشتيدارن جي نظرن ۾ گهڻو بي عزت ڪري ڇڏي ها. اهي انهن جو بائڪاٽ ڪري ڇڏين ها. اهي مون سان گڏ صرف انهي لاءِ ڪڏهن ڪونہ رهيا ڇوتہ انهن ڪراڙپ ۾ ان علائقي ۾ رهڻ ٿي گهريو جيڪو اسان جو آبائي علائقو آهي، جتي اسان جا سڀ مٽ مائٽ آهن ۽ اهي منهنجي مذهب تبديل ڪرڻ تي انهن سان بہ ناراض ٿين ها. انهيءَ ڪري مون انڪل سان ڪوڙ ڳالهايو بلڪ سيني سان. مگر اهو ڪوڙ مان هاڻي ڳالهائڻ نٿي گهريو ڇوتہ هاڻي مون کي پنهنجي اولاد جي باري ۾ سوچڻو هيو.....“

اهو ڳالهہ ڪندي ڪندي چڻ ڪجهه ٿڪجي ماٺ ٿيو. اُمِيد بي يقيني جي عالم ۾ ان جو منهن تڪيندي رهي.

”انهيءَ ڪري مون انهن کي سڀ ڪجهه ٻڌائي ڇڏيو. گهر خريد ڪري تحفو (”گفٽ“) ڪرڻ کان پوءِ ..... ۽ ..... ان کان پوءِ جيڪو هڪڙو هفتو مون جرمني ۾ گذاريو اهو منهنجي زندگيءَ جو سڀ کان وڏيڪ تڪليف وارو هفتو هيو. مون کي ڀهريان سمجهايو ويو، پوءِ ڌيڄاريو ويو ۽ آخر ۾ مون کان سڀ تعلقات ختم ڪيا ويا. مون پنهنجي پيءُ ماءُ کي مذهب جي باري ۾ ڪڏهن بہ ايترو ڪٽر ڪونہ ڏٺو آهي

جيترو هن پيري ڏنو. انهن مون کي پيهر ڪڏهن بہ پنهنجي شڪل نہ ڏيکارڻ لاءِ چيو آهي. هن پيري واپس ايندي مان پنهنجون سيئي پيڙيون ساڙي آيو آهيان ۽ اهو آسان ڪم ڪونہ هيو مگر مون ائين ڪري ڇڏيو. هاڻي جيڪڏهن تون منهنجي انڪل کي فون ڪري منهنجي باري ۾ ڪجھ پڇنديئن تہ اهو منهنجو نالو ڳارين سان گڏ وٺندو.

مذهب تبديل ڪندي مون کي لڳو هيو تہ اهو گهڻو آسان ڪم آهي مگر اهو آسان ڪم ڪونہ هيو. خاص طور تي مون جهڙي ماڻهوءَ لاءِ جيڪو رشتن کي گهڻي اهميت ڏيندو هجي. پنهنجي پيءُ ماءُ کي اها حقيقت ٻڌائڻ کان پوءِ مون انهن جو جيڪو رويو ڏٺو ان مون کي گهڻو ڪجھ سوچڻ تي مجبور ڪري ڇڏيو. مون سوچيو تي خوني رشتا وڃائڻ کان پوءِ مون وٽ ڇا بچيو آهي مگر پوءِ مون کي خيال آيو تہ مان حساب ڇو ڪري رهيو آهيان. مون مذهب سودي بازي لاءِ تہ ڪونہ بدلايو آهي. جڏهن هڪڙي رستي تي هلي پيو آهيان تہ پوءِ اهو ڇو سوچيان تہ مان ڇا ڇڏي وڃي رهيو آهيان يا منزل تي پهچي حاصل ٿيڻ واريون شيون انهن ڇڏي ڏنل شين کان زياده ۽ بهتر هونديون يا نہ. ڪوبہ انسان هڪ وقت ۾ ٻن پيڙين تي سوار ٿي نٿو سگهي ۽ مان اهائي حماقت ڪري رهيو هيس. مون پنهنجي مرضي جي هڪڙي پيڙي جي چونڊ ڪري ڇڏي. هاڻي ان کان پوءِ مان ٻڏان يا بچي وڃان مون کي ان جي پرواهہ ڪونهي."

اُمِيد کي لڳي رهيو هيو تہ اها جنهن ڪڏ ۾ هاڻي ڪري هئي ان مان ڪڏهن بہ ٻاهر اچي نٿي سگهي.

"پوءِ جرمني ۾ مونکي تنهنجو ۽ پنهنجي ٻار جو خيال آيو ۽ مون سوچيو تي تہ ائين بہ ڪونهي تہ مون وٽ ڪجھ آهي ئي ڪونہ. ڪجھ خوني رشتا جيڪي مون کي ڇڏڻا پيا آهن، انهن جي بدلي ۾ مون وٽ ٻيا رشتا آهن. حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي بہ تہ انهن جي سيني رشتيدارن ڇڏي ڏنو هيو پر پوءِ انهن کي سڀ ڪجھ ملي ويو هيو."

اهو هڪڙو پيرو وري اهوئي حوالو ("رفرنس") ڏئي رهيو هيو جنهن کي اها مڪاري ۽ فريب سمجهي رهي هئي. اُمِيد جي دل گهريو تہ اها ٻڏي مري وڃي.

"منهنجي زندگي ۾ مذهب ايترو اوچتو داخل ٿيو جو مان ڪجهه سمجهي نہ سگهيس. منهنجو سدائين اهو خيال هيو تہ منهنجي زندگي ۾ ڪائي کوٽ ڪونهي مگر باقائده طور تي مذهب کي پنهنجي زندگيءَ جو حصو بڻائڻ کان پوءِ مون کي احساس ٿيو تہ مان ڪيتري وڏي کوٽ جو شڪار هيس. اهي ٻہ سال منهنجي زندگيءَ جا سٺا سال هيا مگر اڄ ..... اڄ تنهنجي واتان اهو سڀ ڪجهہ ٻڌي مان سوچي رهيو آهيان تہ مان ڪٿي بيٺل آهيان ..... ۽ مان، مان اهوبہ سوچي رهيو آهيان تہ اڃا اڳتي مون کي ڪنهن ڪنهن آزمائش مان گذرڻو پوندو. هر آسماني مذهب انسان کي آزمائيندو ضرور آهي مگر اسلام تہ انسان کي ڪنهن ٻي طرح آزمائي ٿو. اهو اهڙيون آزمائشون سامهون آڻي ٿو جيڪي ٻانهي کي ڪُندن بڻائي ڇڏين ٿيون يا وري خاڪ جو ڍير. گذريل هڪ ڏيڍ مهيني کان مان بہ اهڙين آزمائشن مان گذري رهيو آهيان. ڪُندن بڻجڻ ۾ مون کي گهڻو وقت لڳندو مگر مون کي فخر آهي تہ مان خاڪ جو ڍير ڪونہ ٿيو آهيان."

اُميد ان جي چهري تي هڪڙي عجيب مسڪراهٽ ڏٺي.

"جڏهن مان مطمئن ٿي ويو هيس تہ منهنجو ڪيريئر تهي چڪو آهي. ڪجهہ مهينن ۾ منهنجو پروموشن ٿيڻ وارو هيو ۽ پوءِ ڪمپني جو ريجنل ڊائريڪٽر ٿي وڃان ها مگر منهنجي سامهون بہ رستا اچي ويا. مون کي چوندڊ ڪرڻي هئي ۽ مون چوندڊ ڪري ڇڏي استعيفا ڏئي ڇڏي عجيب ڳالهہ آهي تہ مون کي ڪوبہ پڇتاءُ ڪونهي ۽ هاڻي ايترن سالن کان پوءِ هڪڙو ڀيرو وري مون کي پنهنجو ڪيريئر ٺاهڻو آهي. مون ڪڏهن بہ اهو ڪونہ سوچيو هيو تہ منهنجا پي ماءُ مون کي اهڙي طرح ڇڏي ڏيندا. مون کي لڳندو هيو تہ منهنجو انهن سان گهرو تعلق آهي ۽ مان انهن جي ناراضگي برداشت ڪري ڪونہ ٿو سگهان مگر مون انهن جي ناراضگي جي پرواهہ ڪونہ ڪئي. هڪڙو ڀيرو وري مون کي چوندڊ ڪرڻي پئي ۽ مون پنهنجي مذهب کي انهن تي ترجيح ڏني ۽ هاڻي تون منهنجي سامهون هڪڙي آزمائش بڻجي اچي بيٺي آهين. بي يقيني ۽ بي اعتمادي جي انتها سان. ڊينئل ايڊگر منهنجي وجود جو پاڇو بڻجي چڪو آهي. اهو سڄي عمر مون سان گڏ رهندو. ڪوبہ ماڻهو پنهنجو حال ۽ مستقبل تہ بدلائي سگهي ٿو مگر ماضي نٿو بدلائي سگهي. مان بہ

بدلائي نٿو سگهان. اها حقيقت سدائين حقيقت ئي رهندي تہ مان هڪڙي يهودي جو پٽ آهيان ۽ منهنجي ماءُ عيسائي آهي مگر مان ان باري ۾ ڪجهہ نٿو ڪري سگهان. ڇا انهي حوالي سان سڄي عمر مون کي گاريون ڏينديئن ۽ شڪ ڪنديئن؟ توکي تہ شادي کان اڳ ئي خبر هئي تہ مان يهودي نسل آهيان. منهنجي نسل جي خصوصيتن جي باري ۾ تو تڏهن ڇو ڪونہ سوچيو؟"

ان وٽ ايمان علي جي سوال جو جواب ڪونہ هيو. ان وٽ هاڻي شايد ڪنهن بہ سوال جو جواب ڪونہ هيو.

"منهنجي ڪجهہ هفتن جي غيرموجودگي ۾ تو منهنجي خلاف اهڙي طرح ثبوت گڏ ڪيا جڻ مان وڏو خطرناڪ ڏوهاري هيس جنهن کان جيترو بہ جلد ڇوٽڪارو حاصل ڪيو وڃي، ايتروئي بهتر هوندو. سڀ سوڌو پڪڙيل چور کي بہ صفائي جو موقعو ڏنو ويندو آهي. تو تہ مون کي ان جي قابل بہ ڪونہ سمجهيو. مون کي قتل ڪرڻ جي منصوبہ بندي (پلاننگ) ڪري ڇڏي."

ان ڪنڌ جهڪائي ڇڏيو.

"اهو سڀ ڪجهہ ڪرڻ کان اڳ مون کان پڇا ڪري ٿي سگهيئن. مون تي شڪ هيو تہ مون سان ڳالهائي ٿي سگهيئن. مون کي هميشهہ کان خبر هئي تہ توکي مون سان محبت ڪونهي ليڪن مون سوچيو تہ محبت نہ هجڻ جو مطلب اهو تہ ڪونهي تہ محبت نٿي ٿي سگهي."

اُميد پنهنجن پيرن تي پاڻي جا ڪجهہ ڦڙا ڪرندي ڏٺا هيا.

"منهنجو خيال هيو تہ ڪجهہ وقت گذرندو تہ پوءِ تون مون سان محبت ڪرڻ لڳنديئن. منهنجي محبت، منهنجو توجهہ منهنجو ايثار منهنجون قربانيون تنهنجي دل کٽي وينديون. تون منهنجي پرواهہ ڪرڻ تي مجبور ٿي وينديئن. ڪا فلم هجي، ناول هجي، ڊرامو هجي يا وري حقيقي زندگي انهن سڀني ۾ ائين ئي ٿيندو آهي. مگر مون سان ائين ڪونہ ٿيو. مون کي اها غلط فهمي هئي تہ جهانزيب تنهنجي زندگي جو هڪڙو اهڙو باب هيو جنهن کي تون بند ڪري چڪي آهين. مون کي اها خبر ڪونہ هئي تہ تون ان کي هميشهہ پنهنجي ۽ منهنجي وچ ۾ رکيو. تو ان شخص کي ڪڏهن بہ پنهنجي زندگي مان وڃڻ ئي ڪونهي ڏنو."

ان پنهنجون مٺيون پڪوڙي ڇڏيون. هٿن جي ڏڪڻي کي لڪائڻ جو ڪوئي ٻيو طريقو ڪونه هيو. ايمان علي جي لهجي مان جهلڪندڙ ملال ان جي پوري وجود کي لوڏي رهيو هيو.

"اُميد! توکي خبر آهي، ان شخص توسان ڇا ڪيو؟ ان تنهنجي اندر بي يقيني جو هڪڙو ٻج پوکي ڇڏيو ۽ تو ان ٻج کي پاڻي ڏئي وڻ بڻائي ڇڏيو هاڻي بي يقيني ۽ بي اعتمادي جو اهو وڻ ايترو قدآور ٿي ويو آهي جو تون چاهين به ته ان کي وڍي نٿي سگهين."

ان پنهنجون اکيون بند ڪري ڇڏيون. ان کي خبر ڪونه هئي ته ايمان علي به ڪڏهن ان کي اهڙيون ڳالهيون چئي سگهي ٿو.

"ڪو ماڻهو پنهنجين بند ٿيل مُٺين ۾ مٽي ڪٽي اچي ٿو ۽ توهان جي اکين ۾ مٽي اڇلائي هليو وڃي ٿو ته ان جو مطلب اهو ڪونهي ته هر شخص جي بند ٿيل مُٺ ۾ مٽي ئي هجي. جنهن کا بچڻ لاءِ توهان کي پنهنجون اکيون بند ڪرڻيون پون. گهٽ ۾ گهٽ منهنجين مُٺين ۾ تنهنجي لاءِ ڪائي مٽي ڪونهي." اهو ان کي پنهنجا هٿ ڏيکاري رهيو هيو. "مون ڪڏهن به محبت جي وجود تي يقين ڪونه ڪيو..... شايد ..... شايد انهيءَ ڪري مون کي محبت ٿي وئي ۽ منهنجي محبت مون کي يقين ۽ ايمان ڏنو. تو هميشهه محبت جي وجود تي يقين ڪيو. محبت توکي به ٿي مگر تنهنجي محبت توکي اهي ٻئي شيون ڪونه ڏنيون."

اها بلڪل بي جس و حرڪت ان جون ڳالهيو ٻڌي رهي هئي.

"اسان ٻنهي جي محبت جي نه معيار ۾ فرق هيو نه انتها ۾..... جنهن شخص سان محبت ڪري رهيا هياسين ان شخص ۾ فرق هيو. تو ۾ کوٽ ڪونه هئي جهانزيب ۾ هئي. باهه جو ڪم پچائڻ هوندو آهي ان تي سون رکندا ته اها ان کي ڪُندن بڻائي ڇڏيندي مگر پاڻي رکندا ته ٻاڦ ٿي اڏامي ويندو."

ان کي لڳي رهيو هيو سڀ ڪجهه ختم ٿي رهيو آهي.

"اسان ٻنهي جي رشتي ۾ ڏار پئجي وئي آهي مگر رشتو ٽٽو ڪونهي. اُميد! اسان کي هاڻي اهو طئي ڪرڻ کپي ته ان ڏار کي پري ڇڏڻ گهرجي يا رشتي کي مڪمل طور تي ٽوڙي ڇڏڻ گهرجي. ڪير مون کي ڄاڻي واڻي ڊينئل ايڊگر سڏيندو ته مان برداشت ڪونه ڪندس. ڊينئل ايڊگر کان ايمان علي ٿيڻ تائين مون هڪڙو ڊگهو سفر طئي ڪيو

آهي. گهڻو ڪجهہ ڇڏيو آهي ۽ جنهن ماڻهوءَ ڪي منهنجي انهي شناخت تي يقين ڪونهي، مون ڪي ان سان زندگي گذارڻي ڪونهي.“

ان جي لهجي ۾ قطعيت هئي.

”توکي ڇڏيندي مون کي گهڻي تڪليف ٿيندي. ان کان بہ گهڻا ڀيرا وڌيڪ تڪليف جيتري مون کي پيءُ ماءُ کي ڇڏيندي ٿي هئي مگر مان هاڻي ڪنهن ڪسوٽي تي پرکجڻ نٿو چاهيان. مان باربار ماڻهن کي نہ تہ وضاحتون پيش ڪري سگهان ٿو نہ اهو يقين ڏياري سگهان ٿو تہ مان واقعي مسلمان آهيان مان ڪنهن کي اهو يقين ڏيارڻ بہ ڪونہ ٿو گهران. مون ماڻهن لاءِ اسلام قبول ڪونہ ڪيو آهي. اهو ڪم مون الله جي لاءِ ڪيو آهي ۽ منهنجي نيت کي جانچڻ جو اختيار صرف ان کي آهي. ڪنهن ٻئي شخص کي ڪونهي، توکي بہ ڪونهي.“

اهو ان ڏانهن آگر کڻندي چئي رهيو هيو.

”جيڪڏهن توکي مون تي اعتبار ڪونهي يا اهو شڪ آهي تہ مان هاڻي بہ مسلمان ڪونہ آهيان تہ پوءِ توکي مون کي ڇڏي ڏيڻ گهرجي. مون کان الڳ ٿي وڃڻ گهرجي.“ ان جي آواز ۾ شڪستگي هئي. ”مون سان گڏ رهي جيڪڏهن تون خوش ڪونہ آهين تہ توکي حق آهي تہ تون مون سان گڏ نہ رهہ مگر پنهنجي ذهن مان اهو ڪڍي ڇڏ تہ مان توکي ڇڏي پڇي ويس يا آئيندي ڪيڏانهن پڇي ويندس. مان توکي ۽ پنهنجي ٻار کي مڪمل طور پنهنجو ڪيان ٿو. تون منهنجي ٻار کي پاڻ وٽ رکي سگهين ٿي. مان توهان ٻنهي جي ذميواري کڻان ٿو جيستائين ٻار کي پاڻ وٽ رکڻ گهرين رکي سگهين ٿي. جيڪڏهن ٻي شادي ڪرڻ گهرين ۽ ٻار کي پاڻ وٽ نہ رکڻ گهرين تہ مان ان کي پاڻ وٽ وٺي ويندس. اجا مان پاڪستان ۾ ٿي آهيان، جيترو عرصو هتي رهندس توهان ٻنهي سان رابطي ۾ رهندس. جيڪڏهن واپس ڪٿي ٻئي پاسي ويڃو پيو تڏهن بہ توهان جا خرچ پورا ڪندو رهندس. ان جي بدلي ۾ اهو ضرور چاهيندس تہ تون مون کي پنهنجي ٻار سان ملندو رهڻ ڏجان.“

ان کي شايد پهريون دفعو پنهنجي لونڊڙي مان وهندڙ رت جو احساس ٿيو هيو. پنهنجي زخم کي ان هٿ سان ڇهيو ۽ پوءِ آڱرين تي لڳل رت کي ڏٺو. ڪنڌ مٿي ڪري ان اُميد کي ڏٺو. شايد ان ڪجهہ ٻيو چوڻ ٿي گهريو پر پوءِ اهو ڪجهہ چوڻ جي بجاءِ اسٽڊي ٽيبل ڏانهن وڌي

ويو. خانو کولي انِ ڪجھ ڪڍيو هيو ۽ پوءِ اُميد ڏانهن اڇلائي ڇڏيو. اُميد پنهنجن پيرن ۾ ڪرڻ واري ان شي کي ڏٺو ۽ چپ پڪوڙي ڇڏيائين. اهي روالور جون گوليون هيون.

"مون کي جيڪڏهن هڪڙي گهڙي لاءِ به اهو خيال اچي ها ته اهو روالور هتي تو مون کي مارڻ لاءِ رکيو آهي ته مان ڪڏهن به ان مان گوليون نه ڪڍان ها. موت تنهنجي زبان مان نڪتل لفظن کان وڌيڪ تڪليف وارو نٿي ٿي سگهيو."

اها زمين ۾ گهرندي پئي وئي.

"اُميد! مون کي توسان ايڏي محبت آهي جو توکي ايتري وڏي گِهل واري منصوبه بندي ("پلاننگ")ڪرڻ جي ضرورت ڪونه هئي. چوڪيدار کي موڪلڻ، روالور لڪائڻ، ملازم کي غائب ڪرڻ ....." اهو عجيب انداز سان کِليو. "تون جڏهن به گهرين ها منهنجي سامهون بيهي مون کي ماري ٿي سگهيئن. مان ڪڏهن به تنهنجو هٿ ڪونه روڪيان ها، نه توکي ڪو نقصان پهچايان ها. گُهرين ته هاڻي به آزمائي ڏس."

اهو ڪجھ دير ان جي سامهون جڻ انتظار ۾ بيٺو رهيو. ائين جڻ ان کي اهوئي ڪرڻ جي دعوت ڏئي رهيو هجي. اها چري پري ڪونه سگهي. اهو ٿڪل انداز ۾ اسٽڊي روم جي دروازي ڏانهن ويو. اُميد دروازو کلڻ جو آواز ٻڌو مگر اهو ڪمري مان نڪرڻ جي بجاءِ اتي بيهي رهيو.

"تون جيڪڏهن پڇتائي رهي آهين ته ..... نه پڇتاءِ ..... مان توکي انهي هر ڳالھ کان معاف ڪريان ٿو. مون کي توکان ڪا به شڪايت ڪونهي." اسٽڊي روم جو دروازو بند ٿي ويو.

******

اهو اسٽڊي روم مان نڪري بورچيخاني ۾ آيو. ان فرج کولي پاڻي جي بوتل ڪڍي ۽ ڊائننگ ٽيبل تي اچي ويهي رهيو. گلاس ۾ پاڻي وجهي ان پاڻي جا ڪجھ ڍڪ پريا. مٿي ۾ ڪجھ دير اڳ لڳڻ واري زخم جي تڪليف جو احساس ان کي هاڻي ٿي رهيو هيو مگر ان ۾ ايتري همت ڪونه رهي هئي ته اهو اٿي پنهنجي زخم کي صاف ڪري ملم پٽي ڪرڻ جي ڪوشش ڪري ها. ٻنهي هٿن جي آڱرين کي هڪٻئي ۾ ڦاسائي ٺونٺيون ٽيبل تي رکي اهو سامهون پيل گلاس کي

ڏسي رهيو هيو. ڪجهه دير پهريائين ٽيڻ وارا واقعا ان کي هڪڙي خواب وانگر لڳي رهيا هيا. مگر ان کي خبر هئي ته اهو خواب ڪونه هيو.
اهو جڻ دنيا جي آخري چيڙي تي اچي بيهي ويو هيو. واپس وڃڻ جو رستو اهو وساري چڪو هيو. اڳتي قدم وڌائڻ سان زمين ايندي، خلا ايندو يا وري پاڻي، ان کي خبر ڪونه هئي.
"ڇا مان هاڻي اهڙي طرح اڪيلو رهي سگهان ٿو جهڙي طرح اُميد جي اچڻ کان اڳ رهندو هيس." ان کي پنهنجن اکين ۾ پهريون دفعو الاڻ محسوس ٿي. چپ پڪوڙي ان پاڻ کي قابو ۾ رکڻ جي ڪوشش ڪئي هئي. ٿڪاوٽ جو احساس ڪجهه اچا وڌي ويو هيو. ان پوئتي هٽي پنهنجي پٺي ڪرسي سان لڳائي اکيون بند ڪري ڇڏيون.
ڊائننگ ٽيبل جي مٿان لڙڪندڙ بلب جي روشني ۾ ڊائننگ ٽيبل جي هڪڙي ڪرسي تي ويٺل ايمان علي کان علاوه هر شي ڌنڌلي نظر اچي رهي هئي. ان جو وجود ان روشني ۾ بي حس و حرڪت نظر اچي رهيو هيو ۽ ان جي چهري تي پوندڙ روشني چهري تي موجود هر تاثر کي واضح ڪري رهي هئي. ٿڪاوٽ ..... مايوسي ..... افسردگي ..... بييقيني ..... بيچيني ..... پريشاني ۽ ..... "اميد" ..... اتي ڇا هيو؟ ..... اتي ڇا ڪونه هيو؟



# باب ستون

"پوءِ توچا طئي ڪيو آهي؟" ان رات سُبل ڊنر تي پيٽرڪ کان پڇيو.

"چا طئي ڪرڻو آهي ..... منهنجو خيال آهي تون جيڪو چئي رهي آهين اهو ٺيڪ آهي. ان جو فيصلو ڊيني کي ئي ڪرڻ کپي." پيٽرڪ وڏي مطمئن انداز ۾ چيو.

ان جي ڳالهه تي سُبل مرڪي. "ڊيني جڏهن وڏو ٿيندو تہ اهو اسان ٻنهي جي مذهب جو مطالعو ڪندو. جنهن مذهب ۾ ان کي وڌيڪ دلچسپي محسوس ٿيندي ان کي اهوئي اختيار ڪرڻ گهرجي. گهٽ ۾ گهٽ اهڙي طرح ان جي ذهن ۾ مونجهہ ڪونہ ٿيندي. مون انهيءَ لاءِ توکي اهو مشورو ڏنو هيو."

"ها، ٺيڪ آهي، مونکي ڪو اعتراض ڪونهي."

"منهنجو خيال هيو شايد توکي ڪو اعتراض ٿيندو. ڇوتہ مون کان وڌيڪ مذهبي آهين."

"نہ، خير ايترو مذهبي ڪونہ آهيان جيترو تون سمجهي رهي آهين. مذهب اصل ۾ گهڻو وقت گهري ٿو ءِ مون وٽ وقت گهٽ آهي."

"پوءِ بہ هر هفتي تون عبادت جي لاءِ تہ باقاعدگي سان ويندو آهين." سُبل ان کي ڪجهہ جتائڻ واري انداز ۾ چيو.

"ها، ويندو آهيان. منهنجي لاءِ اتي وڃڻ جي اهميت عبادت کان وڌيڪ هڪڙي روايت جي حيثيت سان آهي. پي ماءُ هڪڙي عادت ٻڌائي ڇڏي آهي. مگر مون کي ان معمول ("روٽين") کان مونجهہ ڪونهي ٿيندي. جتي پيا گهٽائي ڪم هوندا آهن، بس هي بہ سهي." اهو ماني کائيندي ان کي ٻڌائي رهيو هيو.

"ايتري مصروف زندگي ۾ مذهب جي لاءِ وقت ڪيڻ واقعي گهڻو مشڪل ڪم آهي. مون کي تنهنجي انهي روٽين تي گهڻي حيرت ٿيندي آهي. خود مون کي تہ هفتي بلڪ مهيني ۾ هڪڙو ڀيرو بہ گرجا وڃڻ گهڻو مشڪل لڳندو آهي." سُبل کلها لوڏي حيرت جو اظهار ڪندي چيو.

"مون چيو نہ. مون کي عادت تي وئي آهي ورنہ ہي کا ڳالهہ کونهي." پيٽرڪ ماني کائڻ مان تقريبن فارغ ٿي چڪو هيو.

پيٽرڪ ايڊگر جرمني جي هڪڙي سٺي يهودي گهراڻي سان تعلق رکندو هيو. ان جو خاندان سخت ڪٽر قسم جي يهودين تي مشتمل هيو. پيٽرڪ جا پيءُ ماءُ بہ گهڻو وڌيڪ مذهبي هيا. پنهنجي سموري اولاد کي انهن انهي رستي تي هلائڻ جو ڪوشش ڪئي. هٽلر جي زماني ۾ جرمني ۾ يهودين کي وڏي پيماني تي قتل ڪرڻ کان پوءِ باقي يهودين کي جلاوطن ڪيو ويو هيو.

پيٽرڪ جو خاندان بہ ان زماني ۾ آمريڪا اچي ويو هيو مگر جرمني جا بہ ڀاڱا ٿيڻ کان پوءِ جڏهن يهودين آهستي آهستي واپس جرمني وڃڻ شروع ڪيو تہ پيٽرڪ جو خاندان بہ واپس هليو ويو. مگر پيٽرڪ پنهنجي پيءُ ماءُ سان گڏ واپس وڃڻ جي بجاءِ آمريڪا ۾ ئي رهائش اختيار ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. پيءُ ماءُ جي مخالفت ۽ ناراضگي جي باوجود اهو پنهنجي ان فيصلي تي قائم رهيو. آمريڪا ۾ ان کي پنهنجي لاءِ سڀ ڪجهہ پاڻ ئي ڪرڻو پيو ڇوتہ ان جو ڪٽنب واپس وڃي چڪو هيو ۽ وڃڻ کان پوءِ اهي اتي نئين سر آباد ("سيٽل") ٿيڻ جي ڪوشش ڪري رهيا هيا. انهيءَ ڪري انهن لاءِ ممڪن ڪونہ هيوتہ اهي پيٽرڪ جي ڪنهن بہ طريقي سان مالي مدد ڪن ها.

پيٽرڪ مڪينيڪل انجنيئرنگ ڪرڻ جي ڪجهہ عرصي کان پوءِ هڪڙي گهڻي سٺي آمريڪي ڪمپني ۾ ملازمت ڪئي. ان ملازمت جي ڪجهہ عرصي کان پوءِ جڏهن اهو پنهنجي والدين وٽ ٻن هفتن جي موڪل گذارڻ لاءِ جرمني آيل هيوتہ ان جي ملاقات سُبل سان ٿي.

سُبل ترڪ عيسائي هئي. پيٽرڪ وانگر ان بہ پنهنجي والدين سان گڏ اچي جرمني ۾ رهائش اختيار ڪئي هئي. ٻنهي وچ ۾ فرق صرف اهو هيوتہ پيٽرڪ جو آبائي وطن جرمني ئي هيو ۽ سُبل جو آبائي وطن ترڪي هيو. ٻنهي جي وچ ۾ وڏي تيزي سان رابطا وڌيا ۽ پوءِ اهي رابطا شادي جي تجويز ("پرپوزل") تي اچي ويا.

شادي جي انهي پروپوزل تي ٻنهي خاندانن سخت ناراضگي جو اظهار ڪيو هيو. پيٽرڪ جا والدين جيئن تہ ڪٽر يهودي هيا. انهي ڪري انهن پيٽرڪ جي شادي بہ پنهنجي برادري ("ڪميونٽيِ") جي

ڪنهن چوڪري سان ڪرڻ تي گهري، پئي پاسي سُبل هڪڙي ڪئٿولڪ گهراڻي سان تعلق رکندي هئي ۽ يهودين جي باري ۾ ان جي پي ماءُ کي گهڻا وڏيڪ اعتراض هيا. انهن گهريو ٿي تہ اها ڪنهن عيسائي خاندان ("فيملي") ۾ ئي شادي ڪري مگر ٻنهي پنهنجن خاندانن جي اختلافن جي باوجود شادي ڪري ڇڏي

*******

شادي کان پوءِ سُبل پيٽرڪ سان گڏ آمريڪا اچي وئي ۽ اتي ان هڪڙي مشهور اداري ۾ جرمن مترجم ("ٽرانسليٽر") طور ڪم شروع ڪيو. ڪافي عرصي تائين ٻنهي جا خاندان ان شادي تي ناراض ئي رهيا پر پوءِ آهستي آهستي ٻنهي خاندانن انهي شادي کي قبول ڪري ورتو.

پيٽرڪ ۽ سُبل ۾ گهڻيون ئي ڳالهيون هڪجهڙيون هيون. ٻنهي جا خاندان مذهبي ۽ ڪٽر هيا. انهن جي تربيت هڪڙي مخصوص ماحول ۾ ٿي هئي جتي اخلاقيات کي گهڻي اهميت ڏني ويندي هئي. ٻئي گهڻو سنگت ساٿ وارا ("سوشل") ڪونہ هيا. شايد ان جو سبب بہ اهو هيو تہ انهن جي خاندان ۾ هرڪنهن سان ميل ملاقات وڌائڻ جو رواج ڪونہ هيو. گهڻن ئي معاملن جي باري ۾ انهن جو نقطہ نظر خاصو قدامت پرست هيو. سُبل جي پيدائش ۽ پرورش ترڪي ۾ ٿي هئي ۽ ان تي ان معاشري جو گهڻو اثر هيو جنهن ۾ ان پرورش پاتي هئي.

لباس جي معاملي ۾ اها لاشعوري طور گهڻو محتاط ٿي وئي هئي. مغربي معاشري ۾ رهڻ جي باوجود اها اهڙي لباس کي پسند ڪونہ ڪندي هئي جيڪو ان جي پوري جسم کي ڍڪي نہ سگهندو هجي ۽ اهڙو لباس پائڻ کان اها هميشه پاسو ڪندي هئي. پيٽرڪ بہ انهي معاملي ۾ گهڻو قدامت پرست هيو. اهو پاڻ بہ سُبل کي اهڙن ڪپڙن ۾ ڏسڻ پسند ڪونہ ڪندو هيو. ٻئي شراب پيئندا هيا مگر ان جو استعمال صرف ڪنهن تقريب ("فنڪشن") ۾ ئي ڪندا هيا. سُبل جي ذهن تي ان معاملي ۾ ٻنهنجي والدين طرفان ٻالڪپڻي ۾ ڏنل واعظ جو گهڻو اثر هيو ۽ اهوئي سبب هيو تہ جڏهن پيٽرڪ ڪڏهن گهر ۾ بہ شراب پيئڻ جي ڪوشش ڪندو هيو تہ اها ان کي منع ڪندي هئي. ٻنهي جي دوستن جو حلقو محدود هيو ۽ اهو بہ انهن ئي ماڻهن تي مشتمل هيو جيڪي انهن ئي وانگر ڪجهہ اخلاقي قدر رکندا هيا. ٻنهي جي

زندگي ۾ ڪنهن نہ ڪنهن حد تائين مذهب جو عمل دخل رهيو هيو ۽ آمريڪا ۾ رهڻ جي باوجود اهو عمل دخل گهٽ ڪونہ ٿيو هيو.

شايد جيڪڏهن اهي آمريڪا ۾ ڪجهہ وڌيڪ عرصو رهن ها تہ انهن جي طرز زندگي ۾ ۽ خيالن ۾ نمايان تبديليون اچي وڃن ها مگر آمريڪا ۾ اچڻ جي هڪ ڏيڍ سال کان بعد ئي پيٽرڪ جي ڪمپني ان کي اردن موڪلي ڇڏيو جتي اهو ڪجهہ گهڻو وڏن تعميراتي منصوبن ("پروجيڪٽن") لاءِ ٽي سال رهيو. ٽن سالن کان پوءِ ان کي مشرق وسطيٰ (مڊل ايسٽ) جي ٻئي هڪڙي ملڪ مراڪش موڪليو ويو. اتي اهو ٻن سالن تائين رهيو ۽ پوءِ اهو سلسلو شروع ٿي ويو. انهن ٻنهي جو مڊل ايسٽ ۽ ايشيا جي گهڻن ئي ملڪن ۾ رهڻ جو اتفاق ٿيو ۽ انهن مان زياده تر مسلمان ملڪ هيا. يورپ يا آمريڪا ۾ انهن کي گهڻي عرصي تائين رهڻ جو موقعو ڪونہ مليو. انهيءَ ڪري انهن جي قدامت پرستي نہ صرف برقرار رهي بلڪ ان ۾ ڪنهن حد تائين اضافو بہ ٿي ويو.

سُبل مختلف ملڪن ۾ رهائش دوران مختلف سفارتخانن طرفان هلندڙ اسڪولن ۾ پڙهائيندي رهي. اها هڪڙي مهربان ۽ سخي قسم جي ڇوڪري هئي. پيٽرڪ سان ان جي گهڻي ذهني هم آهنگي ("انڊراسٽئنڊنگ") هئي ۽ مذهب جي فرق جي باوجود اها ان سان گڏ هڪڙي گهڻي سٺي زندگي گذاري رهي هئي. مذهب جي باري ۾ ٻئي گهڻو وڌيڪ ڳالهہ ٻولهہ ڪونہ ڪندا هيا. مذهبي روايتن جي پيروي ڪرڻ جي باوجود مذهبي رسمن تي عمل ڪرڻ انهن لاءِ گهڻو مشڪل ٿي ويو هيو ۽ آهستي آهستي مذهب انهن جي زندگي ۾ ثانوي حيثيت اختيار ڪري ويو.

*******

ڊينئل جي پيدائش مراڪش ۾ ٿي هئي ۽ ان جي جمڻ تي ٻهريون پيرو پيٽرڪ ۽ سُبل انهي مونجهاري جو شڪار ٿيا تہ ڊينئل کي ڪهڙو مذهب اختيار ڪرڻ گهرجي. ٻنهي جي خواهش هئي تہ اهو ان جو مذهب اختيار ڪري مگر ٻئي هڪ ٻئي جي سامهون اهڙي خواهش جو اظهار ڪرڻ کان ڪيٻائيندا هيا ۽ انهي ڪشمڪش ۾ ڊينئل ڪوبہ مذهب اختيار ڪرڻ کان سواءِ پلجڻ لڳو.

پهريون دفعو هنهي جي وچ ۾ ڊينئل جي مذهب جي باري ۾ تڏهن ڳالهه ٻولهه ٿي جڏهن پيٽرڪ سُبل سان گڏ موڪلن ۾ جرمني ويو هيو. پيٽرڪ ۽ سُبل جي والدين ڊينئل کي پهريون ڀيرو ڏٺو هيو. ڊينئل ان وقت ٻن سالن جو هيو.

پيٽرڪ جي والدين کي اتفاق سان اهو معلوم ٿي ويو ته پيٽرڪ ڊينئل جي مذهب جي حوالي سان اڃا ڪجهه طئي ڪونه ڪيو آهي. ان ڳالهه انهن کي چيڙائي ڇڏيو هيو.

"اهو تنهنجو پٽ آهي، ان کي يهودي هجڻ گهرجي. ان معاملي ۾ ڪنهن جي سوچ جو سوال ئي پيدا ڪونه ٿو ٿئي." ان جي پيءُ سختي سان پيٽرڪ کي چيو.

"توهان ٺيڪ ٿا چئو مگر توهان کي خبر آهي ته سُبل ڪئٿولڪ آهي ۽ اهڙي طرح مان ڊينئل جي مذهب جي باري ۾ پنهنجي مرضي جو ڪو فيصلو ڪرڻ جي ڪوشش ڪندس ته ان کي اعتراض ٿيندو." پيٽرڪ وضاحت پيش ڪئي.

"مون انهيءَ ڪري گهريو ٿي ته تون سُبل سان شادي نه ڪر." ان جي پيءُ جي اشتعال ۾ اڃا اضافو ٿي ويو هيو.

"بهرحال، سُبل کي انهيءَ معاملي ۾ ڳالهائڻ جو حق ڪونهي، اولاد هميشه اهو مذهب اختيار ڪندو آهي جيڪو پيءُ جو مذهب هوندو آهي."

"بابا! اهو ضروري ڪونهي. اولاد کي اهوئي مذهب اختيار ڪرڻ گهرجي جيڪو ان جو پاڻ ڏانهن توجهه ڇڪائي. جنهن ۾ ان کي دلچسپي محسوس ٿئي."

پيٽرڪ ان جي ڪاوڙ کي گهٽ ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي مگر ان جي ڪوشش مورڳو ابتو اثر ڪيو هيو. ايڏگر اڃا ڪجهه وڌيڪ چڙي ويو.

"مون کي عقل سيکارڻ جي ڪوشش نه ڪر. تنهنجي دماغ ۾ اهو خناس ويهارڻ واري تنهنجي زال آهي. تون پنهنجي پٽ کي يهودي نه بڻائيندين ته ڇا ڪئٿولڪ بڻائيندين؟"

"انهي باري ۾ اڃا اسان ٻنهي ڪجهه طئي ڪونه ڪيو آهي."

"توهان ٻنهي کي ڪجهه طئي ڪرڻ جي ضرورت به ڪونهي. اهو ڇوڪرو پيدائشي يهودي آهي ۽ يهودي ئي رهندو." ايڏگر فيصلو ڪندي چيو.

پيٽرڪ ان سان وڌيڪ بحث ڪرڻ مناسب ڪونه سمجهيو ۽ ماٺ ٿي ويو. مگر جرمني مان واپس اچڻ کان هڪدم پوءِ ان سُبل سان انهي سلسلي ۾ ڳالهه ڪئي.

"اسان کي ڊينئل جي باري ۾ ڪجهه طئي ڪرڻ گهرجي. اهو کهڙو مذهب اختيار ڪري ٿو اهو ان جي مرضي تي ڇڏڻ گهرجي. گهڻو امڪان آهي تہ هاڻي اسان ان جي لاءِ جنهن مذهب جي چونڊ ڪيون، وڌو تي اهو ان جي بجاءِ ٻئي مذهب ڏانهن راغب ٿي وڃي. انهي ڪري بهتر اهوئي آهي تہ اسان ٻئي ان کي پنهنجي پنهنجي مذهب جي باري ۾ معلومات ڏيندا رهون. ان کي پاڻ سان گڏ عبادت ۽ ٻين رسمن ۾ بہ شريڪ ڪندا رهون مگر باقاعده طور تي ان کي يهودي يا عيسائي بڻائڻ جي ڪوشش نہ ڪيون." سُبل جڻ هڪڙي تجويز ان جي سامهون رکي ڇڏي هئي.

"مگر سُبل! منهنجي خاندان کي ان تي اعتراض آهي. اهي چون ٿا تہ ٻار هميشهہ اهوئي مذهب اختيار ڪندو آهي جيڪو ان جي پيءُ جو هجي، انهيءَ ڪري ڊينئل کي بہ يهودي مذهب اختيار ڪرڻ گهرجي."

سُبل هڪڙي هلڪي مسڪراهٽ سان ان جي ڳالهہ ٻڌي.

"منهنجي خاندان وارن کي بہ ان تي گهڻو اعتراض آهي. انهن جو خيال آهي تہ ٻار جي ماءُ مان آهيان ۽ مان ان جي لاءِ سٺي ۽ خراب رستي جو تعين بهتر طور تي ڪري سگهان ٿي ڇوتہ ٻار پيءُ جي نسبت ماءُ جي وڌيڪ ويجهو هوندو آهي. انهيءَ ڪري ان کي منهنجو مذهب اختيار ڪرڻ گهرجي ليڪن مون انهن جي اعتراض کي رد ڪري ڇڏيو. مون پنهنجي والدين کي اهوئي چيو تہ ڊينئل پنهنجي مرضي سان پنهنجي لاءِ مذهب جي چونڊ ڪندو ۽ پنهنجي مرضي سان ڪيل اها چونڊ اسان جي باهمي رشتي تي اثرانداز ڪونہ ٿيندي. باقي اهڙي طرح صرف خاندان جي دٻاءَ تي ڪيل ڪوبہ فيصلو اسان جي باهمي تعلق ۽ اعتماد کي خراب نموني سان متاثر ڪندو."

پيٽرڪ ماٺ ٿي ويو. اهو واقعي ايترو مذهبي ڪونہ هيو تہ صرف مذهب جي خاطر پنهنجي ۽ سُبل جي رشتي جي قرباني ڏئي ها يا باهمي تعلقات ۾ اچڻ واري ڪنهن ڏار کي قبول ڪري وڃي ها. مذهب هوندئن بہ ان جي لاءِ هڪڙي اضافي شي هئي، روٽين ۾ شامل، ڪا اهڙي ضرورت

ڪونہ هئي جنهن کي پورو ڪرڻ جي لاءِ اهو باهمي اختلافن کي بہ برداشت ڪري ڇڏي ها. اهوئي سبب هيو جڏهن سُبل پيهر ان ڪان فيصلو پڇيو تہ ان بہ ان جي تجويز سان اتفاق ڪري ڇڏيو تہ ڊينئل لاءِ پنهنجي مرضي سان مذهب جي چونڊ ڪرڻ ئي بهتر رهندو.

ڊينئل ان ئي ماحول ۾ پلجي رهيو هيو. ماءُ ان کي پنهنجي مذهب جي باري ۾ بنيادي ڳالهين کان آگاهہ ڪندي رهندي هئي. پيءُ ان کي پنهنجي مذهب جي باري ۾ ٻڌائيندو رهندو هيو. جڏهن بہ سُبل ۽ پيٽرڪ عبادت جي لاءِ پنهنجين پنهنجين عبادتگاهن ۾ ويندا هيا تہ اهي ڊينئل کي بہ گڏ وٺي ويندا هيا. اهو وڏي دلچسپي سان يهودين ۽ ڪئٿولڪن جون مذهبي رسمون ڏسندو هيو. ان جي لاءِ اهو سڀ ڪجهہ ائين ئي هيو جيئن مهيني ۾ ڪڏهن سئنيما هليو وڃڻ يا پارڪ ۾ تفريح لاءِ وڃڻ. اهو ٻنهي جاين تي وڃي مزو وٺندو هيو.

شروع ۾ پيٽرڪ هر هفتي پنهنجي عبادتگاهہ باقاعدگي سان ويندو هيو مگر وقت گذرڻ سان گڏوگڏ ان جو اهو معمول تبديل ٿيندو ويو. هونئن بہ ٻين ملڪن ۾ يهودين جي عبادگاهن جو تعداد ٿورو هيو ۽ ان جو زياده تر رهڻ اهڙن علائقن ۾ ٿيندو هيو جتي اڪثر انهن جي عبادتگاهہ ڪونہ هوندي هئي. ان جي برعڪس سُبل وقت گذرڻ سان گڏ باقاعدگي سان گرجا وڃڻ لڳي. پيٽرڪ جي برخلاف ان کي هميشهہ عبادت جي لاءِ هر جاءِ تي ڪانہ ڪا گرجا ملي ئي ويندي هئي. آمريڪا ۾ رهائش دوران ان جي سرگرمين جي نوعيت ٻين ملڪن ۾ رهڻ کان مختلف هوندي هئي. انهن ملڪن ۾ ان جون سرگرميون گهڻو محدود هونديون هيون. ايمبيسي جي اسڪول ۾ پڙهائڻ کان پوءِ ان جو گهڻو ٽو وقت گهر ۾ ئي گذرندو هيو ۽ ڊينئل تي ماءُ جي خيالن ۽ نظرين جو اثر گهڻو ٿيندو ويو.

ان ماءُ کان گهڻو ڪجهہ سکيو هيو. ڪجهہ لاشعوري طور تي ۽ ڪجهہ شعوري طور تي. سُبل مغربي عيسائي هجڻ جي باوجود مشرقي اسلامي روايتن کي نہ صرف پسند ڪندي هئي بلڪ ان گهڻيون ئي مشرقي روايتون اپنايون بہ هيون. مشرقي روايتن جي لاءِ اها پسنديدگي ڊينئل ۾ بہ منتقل ٿي هئي. ان پنهنجي شروعاتي زندگي اهڙي ماحول ۾ گذاري هئي جتي مغرب جي آزادي جو نہ صرف ڪوبہ تصور ڪونہ هيو بلڪ ان آزادي کي ناپسند ڪيو ويندو هيو. اسڪول ۾ بہ اهو زياده تر

مسلمان شاگردن سان گڏ ئي پڙهندو رهيو ۽ اتي بہ اهو آزادي جي ڪنهن نئين تصور سان آشنا ڪونہ ٿي سگهيو. گهر اچڻ کان پوءِ اهو سمورو وقت سُبل سان ئي گڏ گذاريندو هيو. ڇوتہ غير ملڪي هجڻ جي حيثيت ڪري سُبل ۽ پيٽرڪ ٻاهر اچڻ وڃڻ ۾ گهڻو محتاط هيا. انهن جو اچڻ وڃڻ مخصوص ڪٽنبن (فيمليز) سان هيو. ڊينئل اگر ڪڏهن سيروتفريح لاءِ ڪٿي ويندو بہ هيو تہ سُبل ۽ پيٽرڪ سان گڏ ئي ويندو هيو.



پندرهن سالن جي عمر ۾ اهو واپس امريڪا آيو هيو ۽ آمريڪا ۾ اچي ان کي رلمل (ايڊجسٽ) ٿيڻ جي مسئلن (پرابلمز) سان منهن ڏيڻو پئجي ويو هيو. آمريڪا ۾ اچي ملڻ واري آزادي کي پسند ڪرڻ جي بجاءِ اهو ناپسند ڪرڻ لڳو هيو. ان جي لاءِ اها اهڙي دنيا هئي جيڪا ان جي نظرن سان ٺهڪندڙ (ميچ) ڪونہ هئي. ٻي ماءُ وانگر اهو بہ گهڻو پاسي ٿي رهندڙ (رزرو) هيو ۽ ان جي اها عادت خوبي جي بجاءِ هڪڙي خامي طور ان کي هر جاءِ تي گهڻو زياده ظاهر (نمايان) ڪرڻ لڳي.

"پاپا! مان واپس انڊيا وڃڻ گهران ٿو." ان آمريڪا اچڻ کان پوءِ هڪڙي ڏينهن پيٽرڪ کي چيو. پيٽرڪ جي آخري پوسٽنگ انڊيا ۾ هئي جتي ٻن سالن جي رهائش دوران اهو دارجلنگ جي هڪڙي رهائشي (بورڊنگ) اسڪول ۾ پڙهندو رهيو هيو. پيٽرڪ ڪجهہ حيرت مان ان کي ڏٺو.

"ڊينئل ڇو؟"

"مان هتي رهي نٿو سگهان. هتي سڀ ڪجهہ عجيب آهي. اسڪول ۾ منهنجا ڪلاسي نشو (ڊرگز) استعمال ڪندا آهن ۽ ....." اهو چوندي چوندي ماٺ ٿي ويو. "مون کي انهن جون عادتون ۽ حرڪتون پسند ڪونہ آهن."

پيٽرڪ ان کي غور سان ڏٺو. اهو گهڻو بي چين ۽ مايوس نظر اچي رهيو هيو.

"ڊينئل! مون کي خبر آهي، هتان جو ماحول ڪجهہ ٻي طرح جو آهي مگر توکي پاڻ کي ان جو عادي بڻائڻ گهرجي ڇوتہ هاڻي توکي اعليٰ تعليم هتي حاصل ڪرڻ گهرجي."

"پاپا! مون کي اسڪول جو ماحول پسند ڪونهي."

"مان توکي ڪنهن ٻئي سٺي اسڪول ۾ داخل ڪرايان ٿو."

"پاپا! مون کي هتان جي زندگي پسند ڪونهي. مان هتي هري مري (ايڊجسٽ ٿي) نٿو سگهان. مون کي لڳي ٿو مان ڪنهن اجنبي (ايلين) وانگر غلط جاءِ تي اچي ويو آهيان. منهنجا ڪلاسي مون تي ٺٺول ڪندا آهن. بيهوديون ڳالهيون ڪندا آهن."

"تون انهن کي نظرانداز ڪري ڇڏيندو ڪر ..... هر جاءِ جو پنهنجو هڪڙو مخصوص ماحول (ڪلچر) هوندو آهي. هتان جو طرز زندگي اهو آهي." سُبل پهريون دفعو گفتگو ۾ حصو وٺندي چيو.

"ليڪن ممي! مون کي اهو سڀ پسند ڪونهي."

"مون کي بہ ڪونهي، مگر بهرحال اسان کي اتي رهڻو آهي." سُبل چيو.

"توهان مون کي انڊيا موڪلي ڇڏيو. مان ٻارهين جماعت (اي ليول) اتان ڪندس. ان کان پوءِ وري ڪنهن بہ يونيورسٽي ۾ هتي اچي ويندس."

"اتي تعليم جو معيار سٺو ڪونهي بلڪ ڪنهن بہ ايشيائي ملڪ ۾ اهڙو ڪونهي. توکي هتي رهي پنهنجو "هاءِ اسڪول" مڪمل ڪرڻو پوندو ان کان پوءِ تون پنهنجي مرضي جي يونيورسٽي ۾ هليو وڃجان. انهن ٻن ٽِنِ سالن ۾ تون هتي ايڊجسٽ ٿي ويندين، پوءِ يونيورسٽي ۾ تعليم جي دوران توکي ايڊجسمنٽ جو ڪو مسئلو (پرابلم) ڪونہ ٿيندو." سُبل ان کي سمجهائيندي چيو. "هونئن بہ توکي نوڪري ڪرڻي پوندي ۽ سٺي نوڪري توکي ڪنهن ايشيائي ملڪ ۾ ملي نٿي سگهي. جيستائين ڪلاسين جي حرڪتن ۽ عادتن جو تعلق آهي، توکي انهن سان ايترو ملڻ جلڻ وڌائڻ جي ضرورت ڪونهي. اهي جيڪڏهن توتي چٿرون ڪن ٿا تہ ڪرڻ ڏي. جن ماڻهن ۾ اخلاقيات جي گهٽتائي هوندي آهي اهي پنهنجي رويي ۽ طورطريقي سان اهو ٻڌائيندا رهندا آهن تہ اهي ڪيترين خامين جو مجموعو آهن. هاڻي انهن جو مقابلو (ڪائونٽر) ڪرڻ لاءِ ضروري ڪونہ هوندو آهي تہ ٻيو بہ پنهنجا اخلاقي قدر (ويليوز) ڇڏي ڏئي. انهن کي انهن جي رستي تي هلڻ ڏي ۽ تون پنهنجي رستي تي هلندو رهہ." سُبل ان کي سمجهايو.

ان ڏينهن ان ماءُ جون ڳالهيون گهڻي غور سان ٻڌيون ۽ هميشهہ وانگر ذهن ۾ ويهاري ڇڏيون. پوءِ آهستي آهستي اهو ٻارڻ کي نئين ماحول ۾ ايڊجسٽ ڪرڻ لڳوهو. پڙهائي (اسٽڊيز) ۾ اهو ننڍپڻ کان ئي

گهڻو سٺو هيو ۽ ڪجهه مهينن جي اندر پنهنجي ڪلاس ۾ به اهو ظاهر ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو هيو. آمريڪي ڍنگ (اسٽائل) ڪان ان جي مختلف طور طريقن جتي ان کي پهريان مذاق جو نشانو بڻرايو هيو. وقت گذرڻ سان گڏوگڏ اهي ئي طورطريقا ان جي هڪڙي امتيازي خوبي بڻجي ويا هيا. ان ننڍپڻ ۾ برٽش اوورسيز اسڪولن ۾ تعليم حاصل ڪئي هئي ۽ آمريڪين جي برخلاف اهو اُچار سان درست انگريزي زبان استعمال ڪندو هيو. انگلش سان گڏ اهو جرمن زبان به لکي پڙهي سگهندو هيو جڏهن ته عربي ۽ ڪنهن حدتائين اردو زبان به اهو ڳالهائي سگهندو هيو. توڙي جو اهو انهن ٻولين ۾ لکي پڙهي ڪونه سگهندو هيو.

ان جي انهي خصوصيت جي انڪشاف هڪدم ان کي پنهنجي ڪلاس ۾ ۽ ڪنهن حدتائين اسڪول ۾ به مشهور ڪري ڇڏيو هيو. ٻولي (لئنگويج) جي پيرڊ ۾ هڪڙي ڏينهن اتفاقي طور ان جي اوستاد (ٽيچر) کي اها ڳالهه معلوم ٿي هئي ته اهو جرمن زبان تي به عبور رکي ٿو.

"ته ڊينئل تون ٻه ٻوليون استعمال ڪري سگهين ٿو؟" ٽيچر ان کي ساراهيندي چيو.

"ٻه نه، چار ..... عربي ۽ اردو به. توڙي جو مان انهن کي لکي پڙهي نٿو سگهان مگر انهن ۾ ڳالهه ٻولهه ڪري سگهان ٿو." آهستڙي آواز ۾ چيل جملي هڪدم سڄي ڪلاس کي ڪنڌ ورائي ان ڏانهن ڏسڻ لاءِ مجبور ڪري ڇڏيو. انهن جي اکين ۾ حيرت سان گڏ واکاڻ به هئي.

"چار ٻوليون ..... زبردست. مگر چار ٻوليون ڪيئن؟ منهنجو مطلب آهي عربي ۽ اردو."

"منهنجو والد گهڻو عرصو مڊل ايسٽ ۽ ايشيا ۾ ڪم ڪندو رهيو آهي. منهنجي پيدائش به مراڪش ۾ ٿي انهيءَ ڪري عربي ڳالهائڻ اچي وئي ۽ گذريل ٻه سال اسان انڊيا ۾ هياسين. اتي ماڻهن سان ڳالهه ٻولهه انگلش يا اردو ۾ ٿي ٿيندي هئي، انهيءَ ڪري اها به ڳالهائڻ سکي ويس."

"اردو يا هندي؟" ٽيچر وضاحت گهري.

"جيڪو به سمجهو ڇوته انهن ۾ معمولي فرق آهي." ڊينئل ڪلها لوڏيندي چيو.

"ڊينئل تنهنجو ذهن گهڻو زرخيز آهي." ان بي اختيار ان جي تعريف ڪندي چيو. اهو پنهنجي تعريف تي مرڪي شرمائجي ويو.

ان ڏينهن اسڪول جي ڪيفي ٽيريا ۾ هرڪو ان جي باري ۾ ڳالهيون ڪري رهيو هيو. ڇوڪرين جي ان ۾ دلچسپي هڪدم گهڻو وڌي وئي هئي. ان جا مهانڊا هوندئن بہ صنف نازڪ جي لاءِ گهڻي ڪشش جو باعث هيا. ترڪ ماءُ ۽ جرمن پيءُ جون سموريون سٺيون خاصيتون ان ۾ آيون هيون. گرم ملڪن ۾ رهڻ جي ڪري ان جي چمڙي بہ بلڪل سفيد هجڻ جي بجاءِ هلڪي ڪڻڪ رنگي ٿي وئي هئي. يورين اکين ۽ ڪارن وارن سان گڏ ان جي چمڙي (رنگت) ان کي پوري هجوم ۾ مختلف ڪري ڇڏيو هيو. اسڪول جي پهرين ڏينهن ۾ ان جي جنهن شرميلائپ، گهٽ ڳالهائڻ ۽ پاسيرو (رزرو) رهڻ جي خصوصيتن ان کي ڪلاسين جي چترن جو نشانو بڻايو هيو. هاڻي اهي ئي ان جي موهيندڙ خاصيت بڻجي ويون هيون. ڇوڪرين کي ان ۾ مشرق جي پراسراريت نظر اچڻ لڳي هئي ۽ ان ڳالهہ جتي ڇوڪرين ۾ ان جي مقبوليت ۾ اضافو ڪيو اتي ڇوڪرن ۾ ان جي لاءِ رقابت بہ وڌائي ڇڏي.

اسڪول ۾ ان جي باري ۾ ڪهڙيون ڳالهيون ٿينديون هيون، ڪهڙي راءِ رکي ويندي هئي، ان کي ان جي پرواهہ ڪونہ هئي. ان واقعي پنهنجي ماءُ جي ڳالهہ کي پنهنجي ذهن ۾ ويهاري ڇڏيو هيو. اهو اسڪول ايندو هيو ڪلاسين سان دعا سلام (هيلو هاءِ) ڪندو هيو. رسيس ۾ ڪٿي اڪيلو ويهي منجهند جي ماني (لنچ) ڪائيندو هيو. رانديڪن جي پيرڊ دوران ا ستاد سان شطرنج راند کيڏندو هيو يا ترندو هيو ۽ اسڪول ۾ ٿيڻ وارين تقريبن (پارٽيز) مان غائب رهندو هيو. ڇوڪرين طرفان ٿيڻ وارين پيش قدمين کي اهو وڏي اطمينان سان رد ڪري ڇڏيندو هيو. ان جو اهو انڪار ان جي ڪشش ۽ مقبوليت ۾ ڪجهہ وڌيڪ اضافو ڪندو هيو.

پوءِ انهن ئي ڏينهن ۾ ان کي اسڪول بيند ۾ ڳائڻ جو موقعو مليو ۽ ان ئي دوران جڏهن هڪڙي گفتگو جي دوران ان جي ٽيچر مذهب جي باري ۾ معلوم ڪيوتہ ان چيو.

"منهنجو ڪوئي مذهب ڪونهي." سادگي سان چيل انهي جملي تي ٽيچر سان گڏ سڄو گروپ کلڻ لڳو. انهن ان جي انهي ڳالهہ کي پوڳ سمجهيو هيو.

"تنهنجو والد ڪهڙي مذهب سان تعلق رکي ٿو؟" ٽيچر دلچسپي سان پڇيو.

"اهو يهودي آهي."

"ان جو مطلب آهي تہ تون يهودي آهين."

"نہ، مان يهودي ڪونہ آهيان ڇوتہ منهنجي ماءُ ڪئٿولڪ آهي."

"تہ ڇا تو ان جو مذهب اختيار ڪيو آهي؟"

"نہ، مون ٻنهي مان ڪنهن بہ مذهب کي اختيار ڪونہ ڪيو آهي. مان وڏو ٿي اهو فيصلو ڪندس تہ مون کي ڪهڙو مذهب اختيار ڪرڻو آهي." ان اهڙي طرح سنجيدگي سان چيو.

ان جي باري ۾ ان انڪشاف اسڪول ۾ هڪڙي نئين قسم جو تَجَسُس پيدا ڪري ڇڏيو هيو.

"اهو يهودي ڪونهي، اهو عيسائي بہ ڪونهي مگر اهو ٻنهي مذهبن تي يقين رکي ٿو ۽ ٻنهي مذهبن جي جاين تي عبادت لاءِ ويندو آهي ۽ اهو وڏو ٿي فيصلو ڪندو تہ ان کي ڪهڙو مذهب اختيار ڪرڻو آهي. ڪيتري عجيب ڳالهہ آهي." ان جي باري ۾ ٽيڻ وارين چميگوين جو لب لباب اهو هوندو هيو.



"ان جي ڪا سنگتياڻي (گرل فرينڊ) ڪونهي. اهو شراب بہ ڪونهي پيئندو. اهو سگريٽ بہ ڪونہ ڇڪيندو آهي. اهو ڪلاس مان گسائيندو بہ ڪونهي. اهو فلمون بہ ڪونہ ڏسندو آهي. اهو ڪنهن سان وڙهندو بہ ڪونهي. اهو پئسہ آڻڻ جي بجاءِ منجهند جي ماني (لنچ) گهران کڻي ايندو آهي. اهو صبح جو پنهنجي ماءُ سان گاڏي ۾ اسڪول ايندو آهي ۽ پوءِ مقرر وقت تي هيڏي هوڏي وقت ضايع ڪرڻ جي بجاءِ گيٽ تي پنهنجي ماءُ جو انتظار ڪندو رهندو آهي تہ جيئن واپس گهر وڃي سگهي. اهو چار ٻوليون ڳالهائي سگهي ٿو. اهو سترهن ملڪن ۾ رهي چڪو آهي."

ڪيرولين کي ان جي باري ۾ هر ڳالهہ نقش ٿيل هئي. اها ڊينئل جي هم ڪلاسي هئي ۽ انهن ڇوڪرين ۾ شامل هئي جيڪي ڊينئل ۾ ضرورت کان وڌيڪ دلچسپي وٺنديون هيون. ڊينئل پاڻ ايترو پاسيرو رهندو هيو جو ڪيرولين کي خود ان ڏانهن وڌڻ گهڻو مشڪل لڳي رهيو

هيو. اها هميشهہ انهي ڪوشش ۾ هئي تہ ڪو اهڙو موقعو هٿ اچي وڃي جنهن سان اها ڊينئل جو ڌيان پاڻ ڏانهن ڇڪائي سگهي ۽ هڪڙي ڏينهن اهو موقعو ان جي هٿ اچي ئي ويو.

ڪلاس اسٽڊي ٽوئر تي وڃي رهيو هيو ۽ اسڪول بس ۾ جڏهن سيئي شاگرد سوار ٿي رهيا هيا تہ اتفاق سان ڪيرولين اسڪول ۾ دير سان پهتي ۽ اهوہ ان وقت جڏهن ان جون سڀ ساهيڙيون (فرينڊز) پنهنجين پنهنجين سيٽن تي ويهي چڪيون هيون. هڪڙي آخري سيٽ جيڪا بچي هئي اها ڊينئل سان گڏ هئي ۽ اهوہ ان ونگر ڪجهہ دير سان پهتو هيو. ڪيرولين جي دل بي اختيار ڌڙڪڻ لڳي.

ڊينئل ان کي پاڻ ڏانهن ايندي ڏٺو ۽ پرواري سيٽ تان پنهنجو ٿيلهو کڻي ورتائين. اها ان سان گڏ ويهي رهي. ڪوسٽر هلڻ لڳي هئي. ڊينئل وڏي بي نيازي سان دريءَ مان ٻاهر ڏسڻ ۾ مصروف هيو جڏهن تہ ڪيرولين سوچ ۾ پيئل هئي تہ ان سان ڳالهہ ٻولهہ ڪيئن شروع ڪري. ڪوسٽر ۾ گانا ڳائجي رهيا هيا. ٽهڪ گونجي رهيا هيا. تاڙيون وڄي رهيون هيون. ڊينئل ٻاهر ڏسندي ڏسندي هلڪي مسڪراهٽ سان وقت بہ وقت اندر ڏٺو ٿي ۽ پوءِ ٻاهر متوجهہ ٿي ويو ٿي. ڪيرولين مڪمل طور تي ان ڏانهن متوجهہ هئي. ان کي اوچتو هڪڙو خيال آيو ۽ ان پنهنجي ٿيلهي مان هڪڙو چاڪليٽ ڪڍيو. پنو لاهي پاڻ کائڻ جي بجاءِ ڊينئل ڏانهن چاڪليٽ وڌائي ان کي مخاطب ڪيو.

"تون کائيندين؟"

ڊينئل ڇرڪ ڀري ان ڏانهن ڏٺو. "نہ مهرباني."

"ڇونہ؟ ڇا تون چاڪليٽ پسند ڪونہ ڪندو آهين؟" ڪيرولين اصرار ڪيو.

"گهڻو زياده نہ."

"مون کي گهڻو پسند آهي." ڪيرولين ڳالهہ جو سلسلو جاري رکيو. ڊينئل مرڪي هڪڙو ڀيرو وري ٻاهر ڏسڻ لڳو.

"تون گهڻو ڪونہ ڳالهائيندو آهين. توکي ڳالهيون ڪرڻ سنو نہ لڳندو آهي ڇا؟" ڪيرولين چاڪليٽ کائيندي هڪڙو ڀيرو وري ان سان ڳالهايو.

"نہ، اِئين ڪونهي." ڊينئل مختصر وضاحت ڪئي.

"مگر تنهنجا گهڻو زياده دوست ڪونهن؟"

"ها، بس ائين ئي."

"۽ ڪا سنگتياڻي (گرل فرينڊ) بہ ڪونهي؟"

ان دفعي ڊينئل صرف مرڪيو.

"ڇا توکي ڇوڪريون سٺيون نہ لڳنديون آهن؟"

ڊينئل ڪجھہ لڇي ٿيندي مرڪيو. ڪيرولين جي لاءِ ان جي ڇهري جي ڳاڙهاڻ وڏي انوکي شي هئي. ان وڏي دلچسپي سان ان کي ڏسندي پڇيو.

"ڇا تون ڇون سان دوستي ڪندين؟"

ان دفعي ڊينئل ڪجھہ حيراني مان ان کي ڏٺو.

"مان گهڻو سٺي دوست ثابت ٿي سگهان ٿي." ڪيرولين ان کي يقين ڏياريو.

ڊينئل ڪجھہ مونجهاري جو شڪار ٿي ويو. ان جي سمجھہ ۾ نہ آيو تہ اهو ڪهڙي ردعمل جو اظهار ڪري. اها پهرين ڇوڪري هئي جنهن پرساں ايندي ئي ان کي سڌو سنئون دوستي جي آفر ڪئي هئي.

"ها ..... ٺيڪ آهي." ان ڪجھہ لهرائيندي چيو. ڪيرولين جي اکين ۾ تجلي اڀري وئي. ان پنهنجو ساڄو هٿ ان ڏانهن وڌايو. ڊينئل ڪجھہ گهبرائيندي ان سان هٿ ملايو.

ٻنهي جي وچ ۾ گفتگو باقاعده طور شروع ٿي وئي هئي. زياده تر ڪيرولين ئي ڳالهائيندي رهي ۽ ان. ڊينئل کان گهڻيون ئي ڳالهيون پڇيون هيون. ان جي پسند ۽ ناپسند جي باري ۾ ان جي خاندان جي باري ۾. ان جي متوقع پيشي (ڪيريئر) جي باري ۾. ڊينئل ان جي ڳالهين جو جواب ڏيندو رهيو. ڪيرولين ان کي پنهنجي باري ۾ بہ سڀ ڪجھہ ٻڌايو هيو. ان ڊينئل جي باري ۾ ڇوڪرين جي وچ ۾ ٿيڻ واري گفتگو کان بہ ان کي آگاهہ ڪيو هيو. اهو مرڪندي ان جون ڳالهيون ٻڌندو رهيو. هاءِ اسڪول ۾ اهو ان جو ڪنهن ڇوڪريءَ سان ٿيڻ وارو پهريون تفصيلي رابطو هيو.

ڪيرولين گهڻي دلچسپ ڇوڪري هئي. ان سفر جي دوران ڊينئل کي گهڻا دلچسپ قصا بہ ٻڌايا. ڊينئل لاءِ ماءُ کان علاوه ڪنهن بي عورت سان ملڻ جو ۽ اهڙي طرح گفتگو ڪرڻ جو اهو پهريون موقعو هيو ۽ اها تبديلي ان کي گهڻي نئين ۽ سٺي لڳي رهي هئي. اسٽڊي ٽوئر جي دوران

ئي انهن ٻنهي جي وچ ۾ ايتري دوستي ٿي چڪي هئي جو اهي ٻئي پنهنجا فون نمبر ۽ ايڊريس هڪ ٻئي کي ڏئي چڪا هيا ۽ انهن جي دوستي صرف انهن جي حدتائين محدود ڪونہ رهي هئي بلڪ اسٽڊي ٽوئر جي دوران ئي سيني جي نظرن ۾ اچي چڪي هئي. ڊينئل پهريون دفعو ڪنهن ڇوڪريءَ سان ايتري دير تائين گفتگو ڪندو رهيو هيو ۽ اهويہ مرڪندي ۽ ڪيرولين پوري سفر دوران ان سان ئي گڏ رهي هئي. ڪلاسي ڇوڪرين لاءِ اهو ڇڻ هڪڙو جهٽڪو (شاڪ) هيو.

ٻئي ڏينهن جڏهن ڊينئل اسڪول آيو تہ پهريان وانگر اڇڻ سان ئي ڪلاس ۾ هليو وڃڻ جي بجاءِ اهو ڪيرولين سان گڏ اسڪول جي گرائونڊ ۾ گهمندو رهيو هيو. ان جي زندگي ۾ هڪڙي نئين باب جو اضافو ٿي ويو هيو.



جڏهن فون جي گهنٽي وڳي هئي تہ ان وقت سُبل رات جي ماني (ڊنر) تيار ڪري رهي هئي. فون کڻڻ تي هڪڙي ڇوڪري پنهنجو تعارف ڊينئل جي دوست جي حوالي سان ڪرايو ۽ ڊينئل کي سڏ ڪرڻ لاءِ چيو. سُبل کي هڪڙو جهٽڪو لڳو. ڊينئل ان کي پنهنجي ڪنهن دوست جي باري ۾ ڪونہ ٻڌايو هيو ۽ وري گرل فرينڊ؟ اها تمام گهڻو حيران ٿي وئي. اها ڊينئل جي ڪمري ڏانهن وئي. دروازو ڪڙڪائي اها اندر داخل ٿي. ڊينئل اسٽڊي ٽيبل تي ويٺو ڪجهہ لکي رهيو هيو. ان ڪنڌ ورائي ماءُ ڏانهن ڏٺو.

"تنهنجي فون آهي." سُبل غور سان ان کي ڏسندي چيو.

"منهنجي فون؟" اهو ڪجهہ حيران ٿيو.

"ها، تنهنجي دوست ڪيرولين."

ڊينئل جي چهري تي هڪڙو رنگ اچي لهي ويو. هڪدم ان ماءُ جي چهرا تان نظر هٽائي ڇڏي

"مان هاڻي اچان ٿو." ان ٻڏندڙ آواز ۾ چيو. سُبل ڪجهہ چوڻ کان سواءِ ان جي ڪمري مان نڪري آئي.

اهو ڪجهہ دير کان پوءِ هال ۾ داخل ٿيو ۽ فون تي آهستي آواز ۾ ڳالهيون ڪرڻ لڳو. سُبل بورچيخاني مان ان کي ڏٺو هيو. ڪجهہ منٽ ڳالهائڻ کان پوءِ ان فون بند ڪري ڇڏي ۽ واپس پنهنجي ڪمري ۾ هليو

ويو. ان ڏينهن سُبل ان سان ڪيرولين جي سلسلي ۾ ڪا ڳالهه ڪونہ ڪئي. ٻئي ڏينهن صبح جو ان کي اسڪول وٺي ويندي ان ڊينئل کان پڇيو.
"تو دوست ٺاهي ورتا؟"
ڊينئل ڊرائيونگ ڪندڙ ماءُ کي ڏٺو. "زياده نہ بس هڪ."
سُبل مرڪي ان کي ڏسندي چيو. "ڪيرولين؟"
اهوبہ جواب ۾ هائوڪار جي انداز ۾ مرڪيو.
"ڪهڙي ڇوڪري آهي؟"
"گهڻو سٺي آهي." ان لڄي ٿيندي ٻڌايو
"ان جو خاندان ڪيئن آهي."
"ان جو والد وڪيل آهي. ماءُ سماجي ورڪر آهي. هڪڙو ننڍو ڀاءُ اٿس. اهوبہ اسان جي ئي اسڪول ۾ آهي." ڊينئل ماءُ کي تفصيل ٻڌايو.
"تنهنجي دوستي ڪيئن ٿي؟" سبل سرسري انداز ۾ پڇيو.
ڊينئل ماءُ کي سمورو تفصيل ٻڌائي ڇڏيو. اها ماٺ ڪري ڪجهہ سوچيندي رهي.
"مون سان ان کي ملاءِ. مان ڏسڻ گهران ٿي." ان کي اسڪول جي گيٽ تي لاهيندي سُبل چيو.
"ڇا مان ان کي گهر اچڻ جي دعوت ڏيان؟"
"ها. اهو صحيح آهي. تون ان کي ڇانهہ جي دعوت ڏي."
ان ڏينهن ڊينئل ڪيرولين کي پنهنجي گهر اچڻ جي دعوت ڏني. ان بغير ڪنهن اعتراض جي ان جي دعوت قبول ڪئي.
اها ٻئي ڏينهن شام جو ڊينئل جي گهر آئي ۽ دروازو کوليندي ئي ڊينئل جو چهرو ڳاڙهو ٿي ويو هيو. ان کي اڌاگهاڙا ڪپڙا پاتل هيا. ڊينئل کي سمجهہ ۾ ڪونہ آيو تہ اهو ان سان ڪهڙي ريت پيش اچي. ڪيرولين هيلو چوندي ئي وڏي بي حجابي سان ان سان ڀاڪرين ملندي ان جي ڳل تي چمي ڏئي ورتي. ڊينئل ڪجهہ وڌيڪ گهبرائجي ويو هيو. ان کي اندر وٺي ويندي اهو ان کي گهر اچڻ جي دعوت ڏيڻ تي پڇتائي رهيو هيو. سُبل پهرين ئي نظر سان ان ڇوڪري کي ناپسند ڪيو هيو مگر ان پنهنجي چهري سان اها ناپسندگي ظاهر ڪونہ ڪئي. ان کي حيراني ٿي هئي تہ ڊينئل کي ان ۾ ڪهڙي ڳالهہ سٺي لڳي آهي جو اهو ان ڏانهن متوجهہ ٿي ويو.

ڪيرولين جي آڏو چانهه رکي سُبل ان کان ڪوٽي ڪوٽي سوال پڇندي رهي جڏهن تہ ڊينئل جو منهن بلڪل لٿل هيو. چانهه پيئڻ کان پوءِ ڪجهه دير ويهي ڪيرولين واپس هلي وئي. ڊينئل دروازو بند ڪري اندر آيو تہ گهڻو شرمسار نظر اچي رهيو هيو. سُبل خاموشيءَ سان ٿانءَ ڪٺي رهي هئي. اهو تي وڃي ڪولي ويهي رهيو. ڪجهه دير ڪان پوءِ سُبل بہ ان جي پرسان اچي ويهي رهي.

"ڊينئل توکي ان ۾ ڪهڙي شي سٺي لڳي؟" ان گفتگو جي شروعات ڪئي.

"اها قربائتي (فرينڊلي) هئي مگر مون کي خبر ڪونہ هئي تہ اها ايتري بي حجاب (بولڊ) آهي." سُبل ڪجهه دير ماٺ ڪيون ان کي ڏسندي رهي پوءِ اتان اٿي وئي.

ٻئي ڏينهن ڊينئل اسڪول ۾ اڳ وانگر پاسيرو (رزرو)هيو. ڪيرولين ان جي انهي رويي تي حيران هئي. اها بار بار ان کان ان جو سبب پڇندي رهي مگر اهو خاموشي سان ان جي سوالن کي نظرانداز ڪندو رهيو. ايندڙ ڪجهه ڏينهن ان جي ناراضگي برقرار رهي هئي مگر پوءِ آهستي آهستي ڪيرولين سان ان جا تعلقات بحال ٿي ويا هيا. ٻنهي ۾ هڪڙو ڀيرو وري پهريان جهڙي گهرائپ ٿي وئي.

******

انهن ڏينهن ۾ ڪيرولين ان کي شام جو نائيٽ ڪلب ۾ اچڻ جي دعوت ڏني. ان ڪجهه نتايو مگر ڪيرولين جي ضد تي اهو راضي ٿي ويو.

"مون کي پنهنجي ماءُ کان اجازت وٺي پوندي." ان ڪيرولين کي چيو.

"ٺيڪ آهي، تون پنهنجي ماءُ کي ٻڌاءِ، مان شام جو تنهنجو انتظار ڪنديس." ڪيرولين مٺو لوڏيندي چيو.

ان ڏينهن اسڪول کان واپس ايندي ڊينئل سُبل کي ڪيرولين جي دعوت جي باري ۾ ٻڌايو. اها ڪجهه چوڻ کان سواءِ ماٺ ڪري ان جو منهن ڏسندي رهي.

"تون ڪچهري (ڊيٽ) لاءِ وڃڻ گهرين ٿو؟" ان ڪجهه گهڙين جي وقفي کان پوءِ چيو. اهو ڪجهه لڄي ٿي ويو.

سُبل گاڏي هلائيندي گهر ڏانهن وڃڻ جي بجاءِ هڪڙي پر واري پارڪ ۾ اچي وئي. ڊينئل حيران ٿيو هيو.

"ڊينئل، اسان کي اڄ ڪجهه ڳالهين جو فيصلو ڪرڻ گُهرجي .....
گهر جي بجاءِ هتي اسان اهو ڪم بهتر طريقي سان ڪري سگهنداسين." اها ان کي وٺي پارڪ جي ويجهو موجود هڪڙي فاسٽ فوڊ جي دوڪان تي اچي وئي. برگر کائيندي ان ڊينئل سان ڳالهه شروع ڪئي.

"مون کي خبر آهي، هاڻي تون وڏو ٿي رهيو آهين. شايد ڇوڪرين سان دوستي به ڪرڻ گهرين ٿو انهن سان ڪچهري (ڊيٽ) لاءِ وڃڻ گهرين ٿو. ڊيني! اها بلڪل فطري ڳالهه آهي مگر ڇا تون نٿو سمجهين ته ڪچهرين (ڊيٽس) لاءِ وڃڻ لاءِ اجا تون گهڻو ننڍو آهين. اجا تون سورهن سالن جو ڪونه ٿيو آهين، ايترو جلدي ڪنهن ڇوڪريءَ سان ذهني يا جسماني طور ملوث ٿيڻ تنهنجي لاءِ سٺو ڪونهي. تون سمجهي رهيو آهين نه مان ڇا چئي رهي آهيان؟"

"اڄ ڪيرولين توکي نائيٽ ڪلب جي دعوت ڏئي رهي آهي، سياڻي ڪتي ٻئي هنڌ ڪنهن ڪم جي دعوت ڏيندي، تون انڪار ڪيئن ڪندين؟" اها هاڻي ڪافي پي رهي هئي.

"اجا تو زندگيءَ جو سفر شروع ڪونه ڪيو آهي. اجا ته پهريون قدم کڻڻ جي ڪوشش ڪري رهيو آهين. پهريون قدم سڌي سنئين زمين تي رکڻ گهرجي، پٿريلي يا هيٺ مٿانهين واري زمين تي نه. مان اهو ڪونه ٿي چوان ته تون ڇوڪرين سان دوستي نه ڪر. تون ڇوڪرين سان دوستي ڪر مگر پنهنجي لاءِ ڪجهه حدن جو تعين ڪري ڇڏ ته عمر جي ڪنهن حصي تائين توکي ڪنهن ڇوڪري سان ڪهڙا تعلقات رکڻا آهن ۽ جڏهن تون وڏو ٿي وڃين، پنهنجو ڪيريئر ٺاهي وڃين ته ٺيڪ آهي پوءِ تون ان معاملي ۾ به پنهنجي لاءِ فيصلا ڪري سگهين ٿو مگر هاڻي نه."

اهو سنجيدگي سان ماءُ جي ڳالهه ٻڌي رهيو هيو.

"ڪيرولين جهڙيون گهٽيون ئي ڇوڪريون تو ڏانهن وڌنديون. ڇا تون هر ڪنهن سان اهڙي طرح ڪچهري (ڊيٽ) لاءِ ويندو رهندين. توکي ياد آهي نه. هتي اچي تو سڀ کان پهريان ان ڳالهه جي باري ۾ ئي شڪايت ڪئي هئي." سُبل ان کي ڪجهه ياد ڏياريندي چيو. "ڊينئل، تنهنجي انفراديت اها آهي ته تون انهن سرگرمين ۾ ملوث نه رهيو آهين، انهيءَ ڪري تون سيني کي مختلف ۽ منفرد لڳين ٿو. ڇوڪرين کي به

انهي ڪري تو ۾ ڪشش محسوس ٿئي ٿي ۽ جڏهن تون به انهن سرگرمين ۾ ڦاسي ويندين ته تنهنجي ڪشش ختم ٿي ويندي پوءِ تون به هجوم جو حصو ٿي ويندين. مونکي توکي بس ايتروئي سمجهائڻو هيو. جيڪڏهن پوءِ به تون ڪيرولين سان ڪچهري (ڊيٽ) لاءِ وڃڻ گهرين ٿوته ٺيڪ آهي، مون کي ڪوبه اعتراض ڪونهي." سُبل ڳالهه ختم ڪئي هئي.

"توهان کي منهنجو اهڙي طرح وڃڻ پسند ڪونهي." ڊينئل سموري ڳالهه ٻڌي پرسڪون انداز ۾ ڪنڌ مٿي ڪئي پڇيو.

"نه. مون کي انهي عمر ۾ تنهنجو اهڙي طرح ڇوڪرين سان گڏ وڃڻ پسند ڪونهي." سُبل صاف طور تي چيو.

"ته ٺيڪ آهي، مان ڪونه ويندس ۽ اهو مان انهيءَ لاءِ ڪونه ڪندس ته منهنجي انفراديت يا ڪشش ختم ٿي ويندي، اهو مان صرف انهيءَ ڪري ڪندس ڇوته توهان انهي ڳالهه کي پسند نٿيون ڪيو ۽ مان توهان جي خواهش جو احترام ڪرڻ گهران ٿو. بلڪل ائين ئي جيئن هميشهه کان ڪندو پيو اچان." ان سنجيدگيءَ سان چئي ڳالهه ختم ڪري ڇڏي

سُبل جي اکين ۾ هڪڙي تجلي ظاهر ٿي هئي. ان کي بي اختيار ڊينئل تي فخر ٿيو.

شام جو ان ڪيرولين کي فون تي انڪار ڪندي ٻڌائي ڇڏيو هيوته اهو اڳتي به ان سان گڏجي ڪيڏانهن وڃي نٿو سگهي. اها چڙي وئي هئي ۽ فون اچلائي ڇڏيو هيو.

ٻئي ڏينهن اسڪول ۾ به ڪيرولين جو موڊ گهڻو خراب هيو. ڊينئل ان سان معذرت ڪئي مگر اها گهڻي ڪاوڙ ۾ هئي.

"مان توسان هتي ملي سگهان ٿو مگر ٻاهر ڪٿي وڃي نٿو سگهان، نه نائيٽ ڪلب، نه سئنيما، نه ئي ڪٿي ٻئي پاسي." ان صاف صاف چيو هيو.

"پر ڇو؟"

"مون کي اهو پسند ڪونهي."

اها ٻرندڙ اکين سان ان کي ڏسندي رهي ۽ پوءِ پير ڇنڊيندي اتان هلي وئي.

پٺي ڏينهن ڊينئل ان کي پنهنجي هڪڙي پٺي ڪلاسي سان ڦرندي ڏٺو هيو. ان کي صدمو (شاڪ) ٿيو هيو. ان ايترو جلدي ۽ ايتري آساني سان ان جو متبادل تلاش ڪري ورتو هيو. ان جي مايوسي (ڊپريشن) ڪجهه ڏينهن کان پوءِ ان وقت ڪجهه اجا وڌي وئي هئي جڏهن اسڪول جي گرائونڊ ۾ ان انهن ٻنهي کي هڪٻئي سان ضرورت کان وڌيڪ بي حجابي جو مظاهرو ڪندي ڏٺو. ان جي لاءِ اهي نظارا (سين) نوان ڪونه هيا. اهو اسڪول ۾ اهڙا سين ڏسڻ جو عادي هيو مگر ان دفعي ان لاءِ تڪليف واري ڳالهه اها هئي تہ جنهن ڇوڪريءَ لاءِ ان جي دل ۾ ڪجهه پسنديدگي جا جذبا پيدا ٿي ويا هيا، اها بہ ان سين جي هڪڙي ڪردار جي روپ ۾ هئي. ان هلڪي ٺوڪر ان کي ڪجهه وڌيڪ محتاط ڪري ڇڏيو هيو.

ايندڙ ڪجهه سالن ۾ ان جي ڪجهه ڇوڪرين سان دوستي ٿي مگر اها دوستي بہ اهڙي طرح ختم ٿي. ان جي ذهن تي ماءُ جي خيالن ۽ نظرين جي ڇاپ گهٽي گهري ٿيندي وئي.



جنهن سال ان هارورڊ يونيورسٽي ۾ داخلا ورتي هئي ان سان ان جي مذهب جو معاملو هڪڙو ڀيرو وري بحث (ڊسڪس) هيٺ آيو هيو.

"هاڻي تون ايترو وڏو ٿي ويو آهين ڊينئل جو پنهنجي لاءِ هڪڙي باقاعده مذهب جي چونڊ ڪري سگهين. توکي هاڻي ڪنهن هڪڙي مذهب جي باري ۾ فيصلو ڪري ڇڏڻ گهرجي."

ان شام سُبل پيٽرڪ جي سامهون ان کي چيو هيو.

"ها، مون کي خبر آهي ممي! ليڪن منهنجي لاءِ هاڻي بہ ڪجهه طئي ڪرڻ مشڪل آهي. مان پڙهائي (اسٽڊيز) ۾ ايترو مصروف ٿي چڪو آهيان جو هاڻي تہ گهڻي عرصي کان عبادت جي لاءِ توهان مان ڪنهن سان بہ گڏ وڃي ڪونہ سگهيو آهيان. اجا مون کي ڪجهه وقت ڏيو تہ جيئن مان غور ڪري سگهان تہ مون کي پنهنجي لاءِ ڪهڙي مذهب جي چونڊ ڪرڻي آهي." ڊينئل ڪافي پيئندي چيو.

"تون هاڻي انهيءَ جي قابل ٿي چڪو آهين تہ ان جي باري ۾ ڪو فيصلو ڪري سگهين. آخر وڌيڪ وقت ڇوٿو چاهين؟" سُبل اعتراض ڪيو.

"مان اڃا به مونجهاري (ڪنفيوزن) جو شڪار آهيان ۽ ڪنفيوزن جي حالت ۾ ڪو فيصلو نه نٿو ڪري سگهان." ان وضاحت ڪندي چيو.

"مان گهران ٿو ته تعليم مڪمل ڪري وٺان. جيڪڏهن تعليم جي دوران مان پنهنجي معاملي ۾ ڪنهن فيصلي تي پهچي ويس ته مان توهان کي ٻڌائيندس ورنه تعليم مڪمل ڪرڻ کان پوءِ يقينن ان باري ۾ ڪجهه نه ڪجهه ضرور طئي ڪري ڇڏيندس." ان سُبل ۽ پيٽرڪ کي يقين ڏياريو. اهو معاملو هڪڙو دفعو وري ملتوي ٿي ويو.

*******

هارورڊ ۾ ايم.بي.اي ڪرڻ دوران ان سان گڏ ڪجهه ايشيائي ڇوڪريون به پڙهنديون هيون جن ۾ ڪجهه مسلمان به هيون. لاشعوري طور تي ان کي انهن ڇوڪرين ۾ گهڻي دلچسپي محسوس ٿيندي هئي. شايد ان جو سبب اهو هيو ته جنهن ماحول ۾ ان پنهنجو سمورو ننڍپڻ گذاريو هيو پنهنجي شخصيت مٿان ان ماحول جي اثر هجڻ ڪري اهو ذهني طور تي پاڻ کي انهن ڇوڪرين جي زياده ويجهو محسوس ڪندو هيو.

هارورڊ ۾ ئي پهريو ڀيرو ان باقاعده طور تي پنهنجي لاءِ هڪڙي ساٿي (پارٽنر) جي تلاش شروع ڪئي هئي. اهائي تلاش ان کي ڪيٽي جي ويجهو وٺي وئي هئي. ٻنهي جي وچ ۾ جلدئي سني دوستي ٿي وئي، پوءِ اها دوستي آهستي آهستي محبت جي احساس (رومانس) ۾ تبديل ٿيڻ لڳي هئي جڏهن هڪڙي ننڍڙي واقعي ان جي زندگي ۾ هلچل مچائي ڇڏي هئي.

اهو هڪڙي رات ڪيٽي سان گڏ فلم ڏسڻ ويو هيو. اهو ٽڪيٽ واري دري وٽ بيهي پنهنجي ۽ ڪيٽي لاءِ ٽڪيٽون وٺي رهيو هيو. ڪيٽي پوئتي ئي بيهي رهي هئي. ان کي ٽڪيٽون وٺڻ ۾ ڪجهه منٽ لڳا. جڏهن ٽڪيٽون وٺڻ کان پوءِ اهو پوئتي هٽيو ته ان کي ڪيٽي ڏسڻ ۾ ڪونه آئي. اهو تلاش ڪرڻ لاءِ ان کي ڏسڻ لڳو. ٽڪيٽون وٺڻ لاءِ اتي موجود قطار کان ڪجهه فاصلي تي ڪيٽي هڪڙي ماڻهوءَ جي ڳچيءَ ۾ ٻانهون وجهيون وڏي بي حجابي سان گفتگو ۾ مصروف هئي. اهو شخص به ان جي ڇيله جي چوڙاري ٻانهن ڦيرايون بيٺو هيو. ڊينئل ڪجهه دير جي لاءِ اتان چُري ڪونه سگهيو. ڪيٽي ڪجهه منٽ ان ماڻهوءَ سان گفتگو ۾ مصروف رهي پوءِ انهن ٻنهي وڏي بي حجابي سان هڪٻئي کي

چمي ڏني ۽ ڪيٽي واپس ان ڏانهن اچي وئي. ڊينئل ڪي ڏسي ان جي چپن تي هڪڙي مسڪراهٽ اڀري مگر ڊينئل اوپرين نظرن سان ان کي ڏسندو رهيو. اها ان وٽ پهچي وئي.

"اهو ماڻهو ڪير هيو؟" ڊينئل هڪدم ان کان پڇيو.

"او رچرڊ! اهو منهنجو سنگتي (بواءِ فرينڊ) هيو."

ڊينئل کي پنهنجو رت ٿهڪندو محسوس ٿيو. "تو مون کي ڪڏهن اهو ڪونہ ٻڌايو تہ تنهنجو ڪوئي بواءِ فرينڊ هيو."

"تو ڪڏهن پڇيوئي ڪونہ" ڪيٽي وڏي اطمينان سان جواب ڏنو. "اچ اندر هلون." ان قدم وڌايو.

ڊينئل اتي بيٺو رهيو. "نہ، اسان فلم ڏسڻ ڪونہ ويندا سين. اسان ٻاهر هلي ڪجهہ ڳالهيون ڪنداسين." اوپري آواز ۾ چوندي ان ٻاهر وڃڻ لاءِ قدم وڌايو.

"ڊينئل! توکي هڪدم ڇا ٿي ويو؟" اها ڪجهہ حيران ٿيندي ان جي پٺيان آئي.

"تو مون کي ان شخص جي باري ۾ ڇو ڪونہ ٻڌايو؟" ان ٻاهر ايندي ئي تيز آواز ۾ ان کي چيو.

"مون ضرورت محسوس ڪونہ ڪئي ۽ پوءِ ان سان ڪهڙو فرق پوي ٿو. هونئن بہ هاڻي اهو منهنجو سنگتي (بواءِ فرينڊ) ڪونهي."

"مگر اهو تنهنجو بواءِ فرينڊ هيو." ان رڙ ڪئي.

"رڙين ڪرڻ جي ضرورت ڪونهي." ڪيٽي جو لهجو هڪدم اوپرو ٿي ويو. "ڪير منهنجو بواءِ فرينڊ هيو ۽ ڪير نہ هيو ان سان توکي ڪابہ دلچسپي نہ هجڻ گهرجي. بلڪل اهڙي طرح جهڙي طرح مون کي تنهنجين اڳين سنگتياڻين (گرل فرينڊز) سان ڪائي دلچسپي ڪونهي رهي."

"منهنجي ڪڏهن بہ ڪا گرل فرينڊ ڪونہ رهي آهي."

ڪيٽي ان جي ڳالهہ تي هڪڙو طنزيہ ٽهڪ ڏنو. "واقعي!.....تون تہ گوتم ٻڌ رهيو آهين؟" اهو رت جا ڍڪ پي ويو.

"مان تنهنجي باري ۾ ڳالهہ ڪري رهيو آهيان."

"منهنجا گهڻائي سنگتي (بواءِ فرينڊ) رهيا آهن. مان توکي ڪنهن ڪنهن جو ٻڌايان. اهو منهنجو ذاتي معاملو آهي. تون پنهنجي ڪم سان ڪم رک."

اهو ڪجهه گهڙين لاءِ ان کي ڏسندو رهيو پوءِ ان هٿ ۾ پڪڙيل ٻئي ٽڪيٽون ان جي منهن ۾ اڇلايون. "پوءِ مون سان گڏ فلم ڏسڻ جي بجاءِ ان شخص کي وٺي وڃ."

اهو موٽڻ لڳو ته ڪيٽي ست ڏئي ان جي ٻانهن پنهنجي طرف ڇڪي. "تون هڪڙي ننڍڙي ذهن وارو واهيات ماڻهو آهين."

"پنهنجو وات بند رک." ان دانهن ڪئي.

"مان پنهنجو وات بند ڪونه رکنديس. توکي هر ڳالهه تي اعتراض آهي. منهنجن ڪپڙن تي، منهنجين ڳالهين تي، منهنجن بواءِ فرينڊز تي."

"مان اهڙي ڪنهن به ڇوڪري سان شادي نٿو ڪري سگهان جنهن جا سنگتي (بواءِ فرينڊز) هجن."

"ته پوءِ تون هتي ڇو ويٺو آهين. وڃ منهنجي پاران ڪنهن جاهل پردي ۾ لڪل ڪنهن مسلمان عورت سان شادي ڪر جيڪا سڄي عمر تنهنجي آڳر پڪڙي هلي ۽ توکان سواءِ ڪنهن ٻئي مرد جو منهن ڏسڻ جي جرئت نه ڪري."

ان جو لهجو حد کان وڌيڪ زهريلو هيو. ڊينئل لاءِ پاڻ کي قابو ۾ رکڻ مشڪل ٿي رهيو هيو. اهو اهڙو انسان ڪونه هيو جو ننڍين ننڍين ڳالهين تي چڙي پوي مگر ان وقت اهو پاڻ به پنهنجن جذبن کي سمجهي ڪونه پئي سگهيو. ان ڪيٽي کي ڪجهه به چوڻ جي بجاءِ هڪڙي سٽ سان پنهنجي ٻانهن ڇڏائي ۽ تيزي سان پارڪنگ ڏانهن هليو ويو. پنهنجي پٺيان ان ڪيٽي کي رڙيون ڪندي ڪجهه گاريون ڏيندي ٻڌو هيو. اهو ان تي توجهه ڏيڻ جي بجاءِ ڪڙهندو پنهنجي گاڏي ڏانهن هليو ويو.

ايندڙ ڪيترا هفتا ڪيٽي جا جملا ان جي ذهن ۾ گونجندا رهيا هيا. هڪڙو ڀيرو وري اهو اتي ئي پهچي ويو هيو جتان هليو هيو. ڀيهر ان ڪنهن مغربي ڇوڪريءَ سان تعلقات وڌائڻ جي ڪوشش ڪونه ڪئي. ايم.بي.اي جي آخري سال ۾ اهو جاڻي واڻي هڪڙي هندوستاني ڇوڪري ڏانهن متوجهه ٿي ويو هيو.

*******

وجيتا اتي اسڪالرشپ تي آئي هئي ۽ يونيورسٽي جي هڪڙي تقريب (فنڪشن) ۾ ئي ڊينئل سان ان جي ملاقات ٿي. ٻنهي کي هڪبئي ۾ دلچسپي محسوس ٿي. ڊينئل هاڻي ڪنهن مشرقي ڇوڪري

سان ئي شادي ڪرڻ گهري ٿي ۽ وجيتا ۾ ان کي اهي خوبيون نظر آيون هيون جيڪي ان پنهنجي زال ۾ ڏسڻ گهريون ٿي. ڪجهه ئي ملاقاتن کان پوءِ اهو وجيتا کي سُبل سان ملائڻ لاءِ وٺي آيو هيو ۽ ان کي ان جي پسند تي ڪوئي اعتراض ڪونه ٿيو.

وجيتا هاڻي اڪثر ان جي گهر اچڻ لڳي هئي. ڊينئل ان کي باقاعده طور شادي لاءِ (پروپوز) ڪونه چيو هيو ليڪن وجيتا پنهنجي لاءِ ان جي پسنديدگي کان آگاهه هئي. جن ڏينهن ۾ اهو ان کي تجويز پيش (پروپوز) ڪرڻ لاءِ سوچي رهيو هيو تہ انهن ئي ڏينهن ۾ وري ان کي هڪڙي پريشاني کي منهن ڏيڻو پيو.

يونيورسٽي ۾ ساليانہ راندين جو انعقاد ڪيو پئي ويو ۽ وجيتا ترڻ (سُئِمنگ) جي مقابلن ۾ حصو ورتو هيو. اها مشق (پريڪٽس) ڪرڻ لاءِ يونيورسٽي جي سوئِمنگ پول تي ويندي رهندي هئي ۽ اها ڳالهہ ڊينئل جي علم ۾ ڪونہ آئي هئي. مقابلي کان تقريبن هڪڙو هفتو اڳ وجيتا وڏي فخريہ انداز ۾ ان کي ان ڳالهہ کان آگاهہ ڪيو هيو ۽ ڊينئل هڪڙو ڀيرو وري هڪو بڪو (شاڪڊ) ٿي ويو هيو.

"تون ائين ڪيئن ٿي ڪري سگهين؟"

"ڇا مطلب! ڇو نٿي ڪري سگهان؟" وجيتا ان جي ڳالهہ تي حيران ٿي.

"ايترن ماڻهن جي سامهون ترڻ وارن ڪپڙن (سُئِمنگ ڪاستيوم) ۾ نہ، وجيتا! مون کي اهو پسند ڪونهي." اهو ڪجهه بِرُ ٿي ويو هيو ڇوتہ ان کي وجيتا کان اهڙي حرڪت جي توقع ڪونہ هئي.

"ان ۾ نہ پسند ڪرڻ واري ڪهڙي ڳالهہ آهي. اها هڪڙي راند آهي ۽ مان راند ۾ حصو وٺي رهي آهيان ۽ وري مان ان ۾ حصو وٺڻ واري اڪيلي ڇوڪري ڪونہ آهيان."

"مون کي خبر آهي تہ اها هڪڙي راند آهي ليڪن پوءِ بہ مان اهو ڪڏهن بہ نہ چاهيندس تہ تون ايترن ماڻهن جي سامهون اهڙي طرح وڃين."

"ڊينئل توسان ڪهڙو مسئلو (پرابلم) آهي؟" اها ڪجهه حيراني مان ڪِلي. "آخر ان سان ڪهڙي قيامت اچي ويندي"

"وجيتا! مان پسند ڪونہ ٿو ڪيان تہ جنهن ڇوڪريءَ سان مان شادي ڪرڻ جو خواهشمند آهيان اها اهڙي طرح جي سرگرمين ۾ ملوث هجي." اهو بيحد سنجيدو هيو.

اها ڪجهہ دير خاموش رهي. ”تون ڪجهہ ڳالهين ۾ گهڻو تنگ نظر آهين.“

”ها، نيڪ آهي. تون اهو چئي سگهين ٿي مگر مون کي ڪائي شرمندگي ڪونهي. منهنجا پنهنجا اخلاقي قدر (ويليوز) آهن ۽ مان انهن کي ڇڏي نٿو سگهان.“

”تون پنهنجا ويليوز نہ ڇڏ مگر انهن کي ٻين تي ٿاڦڻ جي ڪوشش نہ ڪر. ويهين صدي ۾ عورت جي باري ۾ تون ايترا قدامت پرستاڻا خيال رکين ٿو جو مون کي ڊپ ٿيڻ لڳي ٿو. ڪڏهن ڪڏهن تون مونکي مسلمان مرد وانگر ڪٽر ۽ تنگ نظر لڳين ٿو.“

ڊينئل ڪنڌ مٿي ڪري ان کي ڏٺو. ان جي بيزاريءَ ۾ اڃا وڌيڪ اضافو ٿي ويو. ”توکي مون تي تبصرو ڪرڻ جي ضرورت ڪونهي. مان توکي صرف اهو چوڻ گهران ٿو تہ مون کي تنهنجو ترڻ (سُئِمنگ) جي ڪنهن بہ مقابلي ۾ حصو وٺڻ پسند ڪونهي انهيءَ ڪري تون حصو نہ وٺ.“

”۽ جيڪڏهن مان اها ڳالهہ نہ مڃان تہ؟“

”تڏهن پوءِ مان توسان ڪڏهن بہ ملڻ نہ چاهيندس.“

وجيتا هڪدم اشتعال ۾ اچي وئي. ”ڊينئل! توکي خبر آهي، تنهنجو مسئلو ڪهڙو آهي. تنهنجو مسئلو اهو آهي تہ تون ڪل ٽڙيل (ائبنارمل) آهين. تنهنجي سوچ ويهين صدي ۾ بہ ٻارهين صدي جي مرد وانگر آهي. مون کي حيرانگي ٿئي ٿي تہ تون آمريڪا ۾ ڇا ڪري رهيو آهين. توکي انهن ملڪن مان ڪنهن هڪڙي ملڪ جي پوسٽ واري ماحول ۾ هجڻ گهرجي ها جتي تو پنهنجو ننڍپڻ گذاريو. تنهنجي ذهن تي تنهنجي ماءُ ۽ انهن ملڪن جي تهذيب جي ايتري گهري ڇاپ آهي جو تون سڄي عمر پنهنجي زال جي لاءِ عذاب بڻيو رهندين. توکي جنهن عورت جي تلاش آهي، اها توکي ملي نٿي سگهي. اڄ جي عورت پنهنجي زندگي جي هر معاملي ۾ ايتري مداخلت برداشت ڪري نٿي سگهي، جيتري تون گهرين ٿو. پنهنجن اخلاقي اقدارن (ويليوز) جي ان پاسداري سان گڏ تون پنهنجي لاءِ بہ مسئلا پيدا ڪري رهيو آهين ۽ ٻين لا بہ. بهتر آهي تہ تون پنهنجن نام نهاد اقدارن (سوڪالڊ ويليوز) ۾ تبديلي آڻ يا پوءِ آمريڪا ۾ اهڙي زال جي ڳولا ڇڏي ڏي. اسان اهي عورتون ڪونہ

آهيون جن جي ڪنڌ تي لت رکي تون انهن کي پنهنجي مرضي جي زندگي گذارڻ کان روڪي ڇڏين.

هر عورت تنهنجي ماءُ وانگر بيوقوف ڪونہ هوندي آهي جيڪا پنهنجي اولاد کي اخلاقي اقدارن جي سُٺي پيارينديِ ان کي زندگي ۾ ڪجھہ ڪرڻ جي قابل ئي ڪونہ ڇڏيندي آهي. جيڪو مرد هڪڙي عورت کي ايتري آزادي نٿو ڏئي سگهي تہ اها پنهنجي مرضي جو لباس پائي سگهي تہ اهو ان کي گهر ۾ اندر رکي ڪهڙي زندگي ڏيندو. مجبوري ۽ بيوسيءَ جي. توکي مون کي اهو چوڻ جي ضرورت ڪونهي تہ تون مون سان پيهر ڪونہ ملنديِن. مان پاڻ توسان پيهر ملڻ نٿي گهران."

اها ان کي اتي ڇڏي ڪاوڙ جي حالت ۾ اٿي هلي وئي.

*******

"ڊينئل! تون گهڻو جذباتي ٿي وڃين ٿو." ان رات ڊينئل گهر اچي سُبل کي سڀ ڪجھہ ٻڌائي ڇڏيو هيو. زندگيءَ ۾ پهريون ڀيرو سُبل ڇوڪرين جون غلطيون ڳڻائڻ جي بدران ان جي رويي تي اعتراض ڪيو هيو. اهو حيرانگيءَ مان ماءُ جي منهن ۾ ڏسندو رهجي ويو.

"ان جو ترڻ (سُئِمنگ) جي مقابلي ۾ حصو وٺڻ ڪا ايتري عيب واري ڳالھہ تہ ڪونہ هئي."

"امان! اهو توهان چئي رهيون آهيو؟"

"ها، اهو مان چئي رهي آهيان. گهٽ ۾ گهٽ هين ڇوڪرين کان گهڻو سٺي آهي. ان جا سنگتي (بواءِ فرينڊ) ڪونہ آهن. ڪجھہ مشرقي روايتن جو احترام بہ ڪندي آهي مگر تون جيڪڏهن چوين تہ هتي اهڙي معاشري ۾ توکي ڪا اهڙي ڇوڪري ملي وڃي جيڪا بلڪل ئي خامين کان پاڪ هجي تہ اهو ممڪن ڪونهي. توکي ٿورو گهڻو سمجهوتو تہ ڪرڻو ئي پوندو." سُبل ان کي سمجهائيندي چيو هيو.

"مان سمجهوتو ڪري نٿو سگهان. گهٽ ۾ گهٽ انهي معاملي ۾ نہ. منهنجو ذهن جنهن ڳالھہ کي قبول نٿو ڪري تہ مان ان ڳالھہ سان سمجهوتو ڪيئن ڪري سگهان ٿو."

"تون انهي معاملي ۾ گهڻو انتهاپسند ٿي ويو آهين."

"امان! توهان کي خبر آهي تہ مان غلط ڪونہ آهيان. جهڙي طرح توهان منهنجو نيپاچ ڪيو آهي، جن اخلاقي قدرن سان مون کي پالي وڏو ڪيو آهي اهي جيڪڏهن مان هاڻي گهران بہ تہ پنهنجي ذهن مان ڪڍي نٿو سگهان."

"تون هن مغربي معاشري ۾ رهي جنهن قسم جي ڇوڪري کي زال طور حاصل ڪرڻ گهرين ٿو اها توکي ملي نٿي سگهي." سُبل سچائيءَ سان چيو.

"تہ ٺيڪ آهي، ڪنهن اهڙي ڇوڪريءَ سان زندگي گذارڻ جي بجاءِ جنهن جو ڪردار منهنجي اخلاقي قدرن سان،ملندو نہ هجي، مان اڪيلو زندگي گذارڻ پسند ڪندس." سُبل حيرانگي سان ان جو منهن تڪيندي رهجي وئي.

"ڊينئل! تنهنجو دماغ ٺيڪ آهي؟"

"ها، بلڪل ٺيڪ آهي. مان هاڻي اهي رڙون ملائڻ (ميچ ميڪنگ) واري چڪر کان تنگ اچي ويو آهيان. ڇوڪريون صحي چون ٿيون تہ مان قدامت پرست ۽ تنگ نظر آهيان، مگر مان انهن ٻنهي ڳالهين لاءِ ڪجهہ نٿو ڪري سگهان. مان سڄي ڄمار ائين ئي رهندس. مان ڪنهن اهڙي عورت کي پنهنجي زندگي ۾ آڻڻ جي لاءِ تيار ڪونہ آهيان جنهن جو جسم هڪڙي عام ملڪيت (پبلڪ پراپرٽي) ٿي چڪو هجي، جنهن جا سنگتي (بواءِ فرينڊ) هجن. جيڪا ترڻ وارا ڪپڙا (سُئِمنگ ڪاسٽيوم) پائي ماڻهن کان داد وصول ڪري. جيڪا منهنجي سامهون ڪنهن ٻئي مرد سان گڏ بي حجابي جا مظاهرا ڪري. هاڻي ان جي لاءِ ڪير مون کي قدامت پرست چوي يا تنگ نظر يا تعصبي، مون کي پرواهہ ڪونهي. اهڙي عورت کي گهر ۾ رکي ڪڙهڻ کان بهتر آهي تہ ماڻهو آزاد رهي."

"ايتري انتهاپسندي انسان کي ڪٿي جوءِ ڪونہ ڇڏيندي آهي."

"امان! مان انتهاپسند ڪونہ آهيان. ڇا دنيا ۾ اهڙيون عورتون ڪونہ ٿيون ڏسجن. توهان بہ تہ آهيو مون کي توهان جهڙي عورت جي ڳولا آهي. توهان بہ تہ مغربي آهيو ماڊرن آهيو لکيل پڙهيل آهيو مگر پوءِ بہ توهان وٽ اخلاقي اقدار (ويليوز) آهن جيڪي هڪڙي عورت کي

عورت ٻڌائيندا آهن، ان کان علاوه اسان مسلمان ملڪن ۾ گذاريو آهي.
اتي بہ تہ عورتون، سيئي عورتون نہ ڪٺي مگر اڪثريت تہ انهن ويليوز
جي مالڪ آهي جن جي مان ڳالهہ ڪري رهيو آهيان. پوءِ توهان کي اهو
ڇوٿو لڳي تہ ڪنهن اهڙي شي جو مطالبو ڪري رهيو آهيان جيڪا دنيا
۾ آهي ئي ڪونہ." اهو پهريون دفعو ماءُ سان بحث ڪري رهيو هيو.

"ڊينئل! منهنجي ڳالهہ ٻي هئي. منهنجا ماءُ پيءُ ڪئٿولڪ هيا، آزاد
خيال ڪونہ هيا ۽ منهنجي خاص ماحول ۾ پالنا ٿي. انهيءَ ڪري مون
کي ڪڏهن بہ عورت جي ايتري آزادي ۽ ڇڙواڳي پسند ڪونہ آئي.
خوش قسمتي سان تنهنجي پيءُ سان شادي ٿي ۽ اهوبہ انهن ئي خيالن جو
مالڪ هيو. انهيءَ ڪري منهنجي لاءِ ڪو مسئلو ڪونہ ٿيو ليڪن
جيڪڏهن پيٽرڪ گهڻو زياده آزاد خيال هجي هاتہ پوءِ مون کي بہ
اهڙوئي ٿيڻو پوي ها. وري زندگي گهڻو تڻو اتي گذري جتي گهڻي بي
حجابي ماڻهن جي نظرن ۾ خامي هوندي آهي باقي خوبي ڪونهي
هوندي. انهيءَ ڪري تون منهنجو مثال نہ ڏي. جيستائين مسلمان عورتن
جو تعلق آهي تہ اهي ڪنهن ٻئي ماحول سان واسطو رکندڙ آهن. انهن
تي گهڻيون ئي پابنديون هونديون آهن. ڪجهہ معاشرتي، ڪجهہ
خانداني ۽ ڪجهہ مذهبي. اهي چاهيندي بہ گهڻو ڪجهہ ڪري ڪونہ
سگهنديون آهن. يا اهو سمجهہ تہ انهن جون روايتون انهن کي اجازت
نٿيون ڏين. اسان جي ۽ انهن جي مذهب ۽ تهذيب ۾ گهڻو فرق آهي،
انهيءَ ڪري تون انهن جو مثال بہ نہ ڏي. تون ان معاشري جي ڳالهہ ڪر
جتي تون رهين ٿو جتان جي عورت سان توکي شادي ڪرڻي آهي."
سُبل ان کي سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي هئي.

"مون کي هي معاشرو پسند ڪونهي ۽ توهان کي انهي ڳالهہ جي
چڱي طرح خبر آهي ۽ نہ ئي مون کي انهي معاشري جي ڪنهن نمائنده
عورت سان شادي ڪرڻي آهي."

"پوءِ تون ڇا ڪندين؟"

"ڪجهہ بہ نہ. جهڙي طرح زندگي گذاري رهيو آهيان، گذاريندو
رهندس."

"شادي کان سواءِ؟"

”ها، شادي کان سواءِ.“

”تنهنجي لاءِ ڏاڍو مشڪل ٿيندو.“

”شادي ڪري منهنجي لاءِ اجا گهڻو مشڪل ٿي ويندو.“

سُبل پهريون ڀيرو ان کي اهڙي طرح ضد ڪندي ڏٺو هيو.

اهو پنهنجي ضد تي قائم رهيو هيو. سُبل ۽ پيٽرڪ جي ڪوشش جي باوجود ان نہ وجيتا سان تعلقات بحال ڪيا نہ ئي ڪنهن ٻي ڇوڪري سان رابطا وڌائڻ جي ڪوشش ڪئي. ايم.بي.اي ڪرڻ کان پوءِ ان کي هڪڙي گهڻ قومي (ملٽي نيشنل) ڪمپني ۾ نوڪري ملي وئي هئي ۽ اهو لنڊن هليو ويو. هڪڙو سال لنڊن ۾ رهڻ کان پوءِ ان جي پاڪستان بدلي ٿي هئي ۽ اهو خوشي سان هتي اچي ويو هيو. ننڍي هوندي اهو پي ماءُ سان گڏ هندوستان ۾ رهي چڪو هيو ۽ ان زماني ۾ اهو پاڪستان جي باري ۾ ٿوري گهڻي ڄاڻ رکڻ لڳو هيو. پوءِ آمريڪا ۾ تعليم دوران بہ ان جا ڪجهہ ڪلاسي پاڪستان سان تعلق رکندڙ هيا انهيءَ ڪري ان کي پاڪستان جي باري ۾ گهڻي معلومات هئي ۽ اهو ذهني طور تي ڪنهن ڪشمڪش جو شڪار بہ ڪونہ هيو.

*******

# باب ائون

پاڪستان اچي ان جي زندگيءَ جي نئين دور جو آغاز ٿيو هيو. ڪجھ عرصو ان کي نئين جاءِ تي رائل مائل (ايڊجسٽ) ٿيڻ جا مسئلا پيش آيا. مگر هڪڙي سال جي اندر اندر اهو مڪمل طور تي رائل مائل ٿي ويو هيو. نه صرف اهو اتي رائل مائل ٿي ويو پر اتان جي زندگي جا مزا به ماڻڻ لڳو هيو.

ان به سال ڪمپني جي ڪراچي آفيس ۾ ڪم ڪيو. پوءِ اتان اهو لاهور اچي ويو. هڪڙو دفعو وري اهو نئين سر اردو زبان تي مهارت حاصل ڪرڻ لڳو هيو. هتي اچي ان جي دوستن جو حلقو محدود ٿي رهيو هيو. لاهور آفيس ۾ پاڻ سان گڏ ڪم ڪرڻ واري هڪڙي جرمن ڇوڪريءَ سان ٿوري گهڻي دوستي هئي ۽ اڪثر ڪري هفتيوار موڪل ڏينهن (ويڪ اينڊ) تي اهو ان سان گڏ گهمڻ ڦرڻ لاءِ هليو ويندو هيو. موڪلن ۾ اهو آمريڪا هليو ويندو هيو ۽ پنهنجي پيءُ ماءُ سان گڏ وقت گذاريندو هيو.

پيٽرڪ کي معدي جو ڪينسر ٿي ويو هيو ۽ هڪڙي سال تائين اهو سخت بيمار رهيو. ان بيماري دوران ئي ان پنهنجي نوڪري تان رٽائرمنٽ وٺي ڇڏي. ڪجھ وقت تائين سُبل ۽ اهو آمريڪا ۾ ئي رهيا ليڪن پوءِ پيٽرڪ واپس جرمني هليو ويو ڇوته ان اتي پنهنجي خاندان وارن سان گڏ رهڻ گهريو ٿي. انهن ٻنهي جي گهڻي زوربار ڪرڻ جي باوجود ڊينئل سدائين شادي ڪان ڪترائيندو ئي رهندو هيو. اهو هر ڀيري انهن کي ڪونه ڪو بهانو ٻڌائي ٽاريندو رهيو ۽ اهو سلسلو اهڙي طرح هلندو رهيو. ايستائين جو ان کي پاڪستان ۾ رهندي اٺ سال ٿي ويا.

زندگيءَ جو هڪڙو مقرر ماحول (سيٽ روٽين) هو. اهو شام تائين آفيس ۾ هوندو هيو. ڪڏهن ڪڏهن دعوت (پارٽي) يا رات جي ماني (ڊنر) تي هليو ويندو هيو ۽ ڪڏهن فلم ڏسڻ لاءِ. رات جو ڏهين يارهين وڳي گهر اچي ويندو هيو. خبرون ٻڌندو هيو. ڪو ڪتاب پڙهندو هيو ۽ سمهي پوندو هيو. ان لاءِ زندگي بس بلڪل مڪمل هئي. جنهن ۾ نه

ڪنهن ڳالهہ جي گهٽتائي هئي ۽ نہ ڪنهن شيءِ جي ضرورت. ڪڏهن ڪڏهن زندگي ۾ ڪا تبديلي اچڻي 'هوندي آهي، ڪا اهڙي تبديلي جيڪا انسان جي پوري زندگيءَ جو رخ بدلائي ڇڏيندي آهي ۽ هڪڙي اهڙي تبديلي ان جي زندگي ۾ بہ اچڻي هئي.

اهو روزانو منجهند جي ماني (لنچ) آفيس ۾ ڪائڻ جي بجاءِ هڪڙي ويجهي فاسٽ فوڊ جي ريسٽورنٽ تي هليو ويندو هيو. ان ڏينهن بہ اهو پنهنجي معمول (روٽين) جي مطابق ان ئي ريسٽورنٽ تي ويو هيو. ان دخل (ڪائونٽر) تي وڃي پنهنجي پسند جو برگر گهريو هيو ۽ پوءِ ڪائونٽر تي ٿوٺيون رکي سرسري نظر سان آرڊر مطابق شيون پيش ڪرڻ وارين ڇوڪرين ۽ ڇوڪرن جون سرگرميون ڏسندو رهيو جيڪي دخل (ڪائونٽر) جي ٻئي پاسي گهڻو مصروف نظر اچي رهيا هيا. تڏهن ئي ان جي نظر هڪڙي ڇوڪري تي پئي هئي. اها ڇوڪري خوبصورت هئي. اها مرڪندي ڪائونٽر تي بيٺل هڪڙي ٻئي جوڙي جو آرڊر نوٽ ڪري رهي هئي ۽ پوءِ اها ڪائونٽر جي پٺيان موجود دروازي ۾ گم ٿي وئي هئي. ڊينئل جون نظرون ان دروازي تي ڄمي ويون. اهو لاشعوري طور تي جڻ ان ڇوڪريءَ جو منتظر هيو. اها ڪجهہ منٽن کان پوءِ ٻيهر ظاهر ٿي. اهو هڪڙو ڀيرو وري ان جي چهري کي ڏسڻ لڳو هيو. اها ڪائونٽر جي ٻئي پاسي ڪنهن ٻئي ماڻهوءَ کي ڪجهہ چئي رهي هئي. ڊينئل ڪوشش جي باوجود ان جي چهري تان نظرون هٽائي ڪونہ سگهيو. ان جي دل گهريو تہ ان جو آرڊر ڏئل ،برگر اها کڻي اچي. شايد اها قبوليت جي گهڙي هئي ڇوتہ اها ڇوڪري ٻيهر گم ٿي وئي هئي ۽ ان ڀيري اها جڏهن موٽي آئي تہ سڌو ڊينئل ڏانهن ئي آئي هئي. ڊينئل جي دل بي اختيار ڌڙڪڻ لڳي هئي. هٿن ۾ پڪڙيل ٽري کڻي اچي ان ڊينئل جي سامهون ڪائونٽر تي رکي ۽ مُرڪي. ڊينئل ڪجهہ چوڻ کان سواءِ ٽري کڻي ورتي.

ڪائونٽر کان ڪجهہ وٿي تي رکيل ميز تي ويهي ان هڪڙو ڀيرو وري نظرون ان ڇوڪري تي ڄمائي ڇڏيون هيون. گهڻي عرصي کان پوءِ ان ڏينهن ان جي دل گهريو تہ اهو ان ڇوڪريءَ جون اکيون چِٽي (پينٽ ڪري) ڊگهن ڇپرن واريون ڪاريون، ساديون، شفاف مگر اداس اکيون پنل پنبڙيون ۽ ڳورا ڇپر ۽ انهن تي اها مُرڪ جنهن سان اها آرڊر وٺي ۽

پيش ("سرو" Serve) ڪري رهي هئي. ان جي ماءُ گهڻي سٺي پينٽنگ ڪندي هئي ۽ ڊينئل ۾ بہ فطري طور تي اها صلاحيت هئي تہ اهو شين کي گهڻي سٺي نموني ۾ چٽي وٺندو هيو. ان ڏينهن بہ ان جو هڪدم ان ڇوڪريءَ ڏانهن ڌيان ڇڪائڻ واريون شيون ان جون اکيون ئي هيون ۽ ان جي دل گهريو تہ اهو اتي ويهي انهن اکين کي پينٽ ڪري ان پنهنجي خواهش پوري ڪئي هئي. پينٽنگ تہ ممڪن ڪونہ هئي مگر تيز رفتاريءَ سان لنچ ختم ڪندي ان پنهنجي پٺون مان پنهنجو ملاقاتي (وزيٽنگ) ڪارڊ ڪڍيو ۽ ان ڪارڊ جي پٺيان قلم سان ان ڇوڪريءَ جي اکين جو نقشو (اسڪيچ) چٽيو هيو.

لنچ ڪري اهو اتان اٿي ويو هيو مگر ان ڏينهن اتان موٽي اچڻ کان پوءِ بہ ان جي اکين ۾ ان جو چهرو گهمي رهيو هيو.

"ايتري اداسي جو سبب ڪهڙو ٿي سگهي ٿو. مالي مجبوري؟" اهو سوچيندو رهيو. رات جوير دير تائين اهو ان ملاقاتي ڪارڊ کي ڏسندو رهيو. ان کي ائين لڳي رهيو هيو جڻ اهو نقش (اسڪيچ) کي چڱي نموني ناهي ڪونہ سگهيو آهي.

ٻئي ڏينهن منجهند جو هڪڙو دفعو وري اتي هيو. ان چاٽي واٽي ڪوشش ڪئي هئي تہ ڪالهہ پهريون پيرو ڏٺل ڇوڪريءَ کي ئي آرڊر نوٽ ڪرائي. ان کي حيراني ٿي هئي تہ ان ڇوڪريءَ جون اکيون اڄ اهڙي طرح ئي پنل هيون مگر اها اڄ بہ مسڪرائي رهي هئي. ڊينئل پنهنجي لنچ وٺي ڪالهہ واري ميز تي ويهڻ کان پوءِ کيسي مان ڪاغذ ۽ پينسل ڪڍي ان جي اکين جو نقش چٽڻ (اسڪيچنگ) شروع ڪري ڇڏيو هيو. اهو تقريبن پندرهن منٽن تائين ان سرگرمي ۾ مصروف رهيو ۽ ڪجهہ مطمئن ٿي ان هٿ روڪي ڇڏيو. ان هڪڙو پيرو وري ان ڇوڪريءَ تي نظرون جمائي لنچ ڪئي هئي ۽ پوءِ اٿي هليو ويو.

پوءِ جڻ اهو معمول (روٽين) بڻجي ويو هيو. اهو روزانو منجهند جو اتي ايندو هيو. لنچ ڪندو هيو ۽ لنچ ڪرڻ جي دوران مختلف انداز ۾ ان جي اکين جي اسڪيچنگ ڪندو رهندو هيو. هن کي ان ڇوڪريءَ سان هڪڙو عجيب قسم جو اُنس ٿي ويو هيو. پوءِ ان کي اوچتو هڪڙي هفتي لاءِ ڪراچي وڃڻو پئجي ويو ۽ اهي ست ڏينهن ان جي زندگيءَ جا سڀ کان مشڪل ۽ تڪليف وارا ڏينهن هيا. ان کي هاڻي احساس ٿيو تہ

اهو ان روٽين جو ڪيترو عادي ٿي چڪو هيو. اهو رات جو اهي سيئي ننڍا وڏا اسڪيچ ڪڍي ويهندو هيو جيڪي ان مختلف وقتن تي ٺاهيا هيا. پوءِ جڻ ان جي بيقراري ۽ بيچيني ۾ اڃا وڌيڪ اضافو ٿي ويندو هيو.

ستن ڏينهن کان پوءِ لاهور ايئرپورٽ تي لهڻ سان ئي اهو آفيس يا گهر وڃڻ جي بجاءِ سڌو ان فاسٽ فوڊ ريسٽورنٽ تي ويو هيو ۽ اتي وڃي ان کي جڻ مايوسي ٿي هئي. اها ان کي ڪائونٽر جي پٺيان نظر ڪونہ آئي. اهو مايوس ٿي اتان موٽي آيو هيو.

ٻئي ڏينهن منجهند جو اهو وڏي بيقراري جي حالت ۾ اتي ويو هيو ۽ دروازي مان داخل ٿيڻ سان ئي ان ڏگهو ساهہ کنيو هيو. اها اتي موجود هئي. خوشيءَ جي هڪڙي عجيب لهر ان جي پوري بدن ۾ ڊوڙي وئي هئي. ان ڏينهن ڪائونٽر تي ان کي پنهنجو آرڊر نوٽ ڪرائيندي ان چيو. ”ڇا مان توهان جو نالو پڇي سگهان ٿو؟“ ان ڇوڪريءَ جي چپن تان مرڪ گم ٿي وئي هئي. ڪنڌ مٿي ڪري اها ڪجهہ نہ سمجهڻ واري انداز ۾ ان کي ڏسي رهي هئي.

”مان دراصل هتي روزانو ايندو آهيان. توهان ئي مون کان آرڊر وٺنديون آهيو. انهيءَ ڪري مون سوچيو تہ نالو معلوم هجڻ گهرجي. منهنجو نالو ڊينئل ايڊگر آهي.“

ڊينئل فضيلت واري انداز ۾ وضاحت ڪئي. ان کي ان جي اکين ۾ عجيب مونجهہ نظر آئي.

”روزانو هتي ايندا آهيو؟“ سواليہ لهجي ۾ چيل اهو جملو ڊينئل کي حيران ڪري ويو هيو. اهو ان فاسٽ فوڊ ريسٽورنٽ ۾ تہ گهڻي عرصي کان اچي رهيو هيو مگر جڏهن کان اها ڇوڪري اتي آئي هئي اهو هڪڙي مهيني کان باقاعدگي سان اتي وڃي رهيو هيو ۽ اها ڇوڪري ان کي چئي رهي هئي.

”روزانو هتي ايندا آهيو؟“ هن جو خيال هيو تہ اها بہ ان وقت تائين هن جي چهري کي سڃاڻڻ لڳي هوندي.

”ها, مان روزانو هتي ايندو آهيان, مون کان توهان ئي روزانو آرڊر وٺنديون آهيو... ان ئي وقت..... ڇا توهان کي ياد ڪونهي؟“

”نہ مون کي ياد ڪونهي.“ اهو بي حس و حرڪت ٿي ويو. ڇوڪري ڪائونٽر جي پٺيان موجود دروازي مان غائب ٿي چڪي هئي. ان کي ڪڏهن بہ ايتري شرمساري کي منهن ڏيڻو ڪونہ پيو هيو.

”مان ايترو خراب تہ ڪونہ آهيان جو منهنجو چهرو ياد نہ رهي سگهي. ڇا اها ڇوڪري ڄاڻي واڻي ڪوڙ ڳالهائي رهي آهي يا واقعي اها منهنجي چهري کي نٿي سڃاڻي.“ اهو پاڻ بہ منجهي پيو.

اها ڏهن منٽن کان پوءِ ظاهر ٿي ۽ ٽري کنيون ان ڏانهن آئي. ڊينئل پڇيو.

”مون توهان کان  نالو پڇيو هيو؟“ اها ڪجهہ دير تائين بي تاثر اکين سان ان جو چهرو ڏسندي رهي ۽ پنهنجو نالو ٻڌائي واپس موٽي.

”اُميدا!“ ڊينئل ان جو نالو ڇپن ۾ ورجايو. پاڪستان ۾ رهندي اهو اردو تي ايترو عبور حاصل ڪري چڪو هيو جو ان نالي جو مطلب سمجهي وڃي.

ٻئي ڏينهن اهو هڪڙو ڀيرو وري اتي هيو ۽ ان دفعي ڪائونٽر تي ويندي ئي هن ان ڇوڪري کي ياد ڏياريو.

”مان اهوئي آهيان جنهن ڪالهہ توهان کان نالو پڇيو هيو.“ ان هن ڀيري پهريون دفعو ان ڇوڪري جي اکين ۾ سڃاڻپ ڏٺي هئي، ۽ پوءِ اها ڪجهہ چوڻ کان سواءِ ماٺ ڪري واپس هلي وئي هئي.

ايندڙ ڪجهہ هفتا بہ اهڙي طرح گذريا هيا. هر دفعي جڏهن بہ اهو ان سان ڳالهائڻ جي ڪوشش ڪندو هيو تہ اها خاموشي سان پنهنجي ڪم ۾ مصروف ٿي ويندي هئي ۽ ڊينئل کي مايوسي سان واپس اچڻو پوندو هيو. پوءِ ان جي شفٽ تبديل ٿي وئي. اها شام کان رات جو دير تائين اتي هوندي هئي ۽ ڊينئل جي لاءِ اهو هڪڙو سونهري موقعو هيو. هاڻي اهو آفيس مان واندو ٿي اتي اچي ويندو هيو ۽ ان وقت تائين اتي موجود رهندو هيو جيستائين اها نظر ايندي رهندي هئي. جڏهن اها ڪائونٽر جي پٺيان غائب ٿي ويندي هئي تہ اهو بہ اٿي ويندو هيو. اها ڇوڪري چڻ ان جي زندگيءَ جو حصو ٿي وئي هئي. جنهن جي لاءِ اچڻ ۽ ويٺو رهڻ ان کي خراب ڪونہ لڳندو هيو.

ٽن مهينن تائين ان جو اهو معمول (روٽين) جاري رهيو. پوءِ هڪڙي ڏينهن هميشهہ وانگر ڪائونٽر جي پٺيان مقرر وقت تي ان جي غائب ٿيڻ تي اتان هليو اچڻ جي بجاءِ اهو ٻاهر اچي پنهنجي گاڏي ۾ ويهي

رهيو. ان وقت ان ريسٽورنٽ جي گاڏي ۾ اتي ڪم ڪرڻ وارا سوار ٿي رهيا هيا. پندرهن ويهن منٽن کان پوءِ ان اندران ان ڇوڪريءَ کي ٻاهر ايندي ڏٺو هيو ۽ هاڻي ان کي سلوار قميص پاتل هيا. ڊينئل جي چهري هڪڙي اطمينان واري مرڪ اڀري آئي.

.... رات هن ٻهريون ڀيرو ان ڇوڪريءَ جو پيڇو ڪيو هيو. اها نوڪري ڪندڙ عورتن (ورڪنگ وومين) جي هڪڙي هاسٽل جي سامهون لٿي ۽ اندر هلي وئي، ۽ ڊينئل اتان واپس اچي ويو. پوءِ ڊينئل جي معمول ۾ جڻ اها ڳالهہ بہ شامل ٿي وئي هئي. اهو روزانو اهڙي طرح هاسٽل تائين ان جو پيڇو ڪندو هيو ۽ پوءِ ان کي اندر ويندو ڏسي واپس اچي ويندو هيو. هڪ ٻہ ڀيرا ائين بہ ٿيو تہ اها ڇوڪري مقرر وقت کان ڪجهہ ڪلاڪ اڳ ۾ ئي ٻاهر نڪري ويندي هئي. اسٽاپ تان ويگن ۾ ويهندي هئي پوءِ هاسٽل کان ڪجهہ فاصلي تي اسٽاپ تي لهي پوندي هئي ۽ اتان هاسٽل تائين جو پنڌ پيادل خاموشي سان ۽ پنهنجي چوڌاري ماحول کان بي نياز ٿي طئي ڪندي هئي. شايد اها پنهنجي چوڌاري جي ماحول کان بي نياز نہ هجي ها تہ ڪاري رنگ واري اها گاڏي گهڻو اڳ ان جي نظرن ۾ اچي وڃي ها جيڪا ان وقت بہ ان جي ٿورو پٺيان آهستي آهستي هلي رهي هئي. اها هاسٽل ۾ داخل ٿيندي هئي، ڊينئل ڪجهہ گهڙيون اتي بيهي هاسٽل جي بند ٿيل گيٽ کي ڏسندو رهندو هيو ۽ پوءِ واپس اچي ويندو هيو.

ان کي خبر ڪونہ هئي تہ اهو ائين ڇو ڪري رهيو آهي. اهو ڇاجي لاءِ اتي ويندو آهي. ڪهڙي سبب اتي ويٺو رهندو آهي ۽ پوءِ ڇو ان جو هاسٽل تائين پيڇو ڪري ٿو. هو اهو سڀ ڪجهہ ڪرڻ لاءِ بي اختيار هوندو هيو. ائين جڻ ڪا شي ان وقت ان تي حاوي ٿي ويندي هئي. هر رات گهر واپس اچي اهو وڏي ويچارگي ۽ بيوسي جي حالت ۾ ويٺو رهندو هيو.

شايد اهو سڀ ڪجهہ گهڻي عرصي تائين هلندو رهي ها جيڪڏهن هڪڙي ڏينهن اها ڇوڪري اتان غائب نہ ٿي وڃي ها ۽ پوءِ مسلسل هڪڙو هفتو غائب نہ رهي ها. پهرين ڏينهن ان جي غير موجودگي تي اهو بيچين رهيو هيو مگر ٻئي ڏينهن بہ ان کي اتي نہ ڏسي ان جي دل ٻڏي وئي هئي. هن ڪائونٽر تي موجود هڪڙي ٻي ڇوڪري کان ان جي باري ۾ پڇيو.

"اُميد ..... ها اها ٻن ڏينهن جي موڪل تي آهي."

ان کي ٿورو سڪون محسوس ٿيو هيو. ان جو مطلب هيو ته ٻئي ڏينهن اها هڪڙو ڀيرو وري اتي موجود هوندي، مگر ائين ڪونه ٿيو هيو. ٻئي ڏينهن اها وري اتي موجود ڪونه هئي.

"خبر ڪونهي اها اڃ ڇو ڪونه آئي آهي. ان جي موڪل ته صرف ٻن ڏينهن جي هئي." ان ئي ڇوڪري ڪلها لوڏيندي ان جي پڇا ڪرڻ تي جواب ڏنو. اهو ان جو چهرو ڏسندو رهيو پوءِ ٻي جان قدمن سان ٻاهر اچي ويو. ان رات ٻارهين وڳي تائين بغير ڪنهن مقصد جي رستن تي گاڏي هلائيندو رهيو.

ٻي ڏينهن اهو هڪڙو ڀيرو وري اتي ويو هيو ۽ اها وري به اتي ڪونه هئي.

"ڇا توهان کي ان سان ڪو ڪم آهي؟" ڪائونٽر تي موجود ان ڇوڪريءَ وڏي غور سان ڊينئل کي ڏٺو.

اهو گهبرائي ويو. "نه، ڪم ڪونهي." اهو بيٺو ڪونه، ٻاهر گاڏي ۾ ويهي ان پنهنجو متو پڪڙي ورتو هيو.

"آخر اها ڇوڪري ڪٿي گم ٿي وئي آهي. ڇو واپس نٿي اچي؟" اهو بي اختيار مڻ مڻ ڪري رهيو هيو. پوءِ ڇڻ هڪڙو خيال اچڻ تي سڌو ٿي ويو ۽ گاڏي ڪٽي ان جي هاسٽل هليو ويو جتي اها رهندي هئي. گيٽ تي لهي ان چوڪيدار سان اردو ۾ ڳالهائڻ شروع ڪيو هيو. چوڪيدار هڪڙي غيرملڪي جي زبان مان ايترو رواني سان نڪرڻ واري اردو ٻڌي حيران هيو ۽ حيراني سان گڏ رعب ۾ اچڻ به ان جي هر انداز مان ظاهر ٿي رهيو هيو.

"ڪهڙي اُميد! توهان پورو نالو ٻڌايو. هتي ته گهڻيون ئي ڇوڪريون رهنديون آهن؟" چوڪيدار ان جي سوال تي جواب ڏنو.

"پوري نالي جي ته مون کي خبر ڪونهي." ان ڪجهه ويچارگي مان چيو.

"چڱو مان اندران پڇي اچان ٿو."

چوڪيدار وڏي مروت جو ثبوت ڏيندي چيو. اهو اندر ويندڙ چوڪيدار کي ڏسڻ لڳو جيڪو ڪجهه وڪون ڪٽڻ کان پوءِ هڪدم موٽي ان ڏانهن آيو.

"توهان ان جا ڇا ٿيندا آهيو؟" ڊينئل جي سمجهه ۾ نه آيو ته ڪهڙو جواب ڏي.

"مان ..... مان ان جي ريسٽورنٽ جي طرفان آيو آهيان. اها ٻن ڏينهن جي موڪل تي وئي هئي ۽ اڃا تائين ڪونہ آئي آهي. مان انهيءَ ڪري آيو آهيان."

ان جي ذهن ۾ جيڪو پهريون بهانو آيو ان اهوئي چوڪيدار جي سامهون چئي ڇڏيو. چوڪيدار جي اکين ۾ هڪدم هڪڙي چمڪ اڀري

"توهان اُميد عالم باجي جوتہ نہ پڇي رهيا آهيو جيڪا هوٽل ۾ ڪم ڪندي آهي."

ڊينئل ڪجهہ گهبرايل انداز ۾ مٿو لوڏيو.

"اها پنهنجي شهر ويل آهي."

"ڪٿي؟"

"راولپنڊي"

"واپس ڪڏهن ايندي"

"اهاتہ خبر ڪونهي."

"ڇا اندران معلوم ٿي سگهي ٿو؟"

"مان ڪوشش ڪريان ٿو." چوڪيدار تڪڙو تڪڙو اندر هليو ويو.

اهو اتي ٻاهر چڪر ڏيندو رهيو. ڪجهہ منٽن کان پوءِ اهو واپس آيو.

"اها ٻن ڏينهن جي لاءِ وئي هئي مگر اڃا تائين ڪونہ آئي آهي." ان اچڻ سان ان کي ٻڌايو. اهو ڪجهہ گهڙيون ڳالهائي ڪونہ سگهيو.

"ان جو ڪو رابطي جو نمبر نٿو ملي سگهي؟"

"اهڙي طرح تہ اسان ڪنهن کي بہ ڪنهن ڇوڪريءَ جو نمبر يا ايڊريس ڪونہ ڏيندا آهيون جيستائين اها ڇوڪري پاڻ اجازت نہ ڏئي."

اهو ڪجهہ چوڻ کان سواءِ موٽي آيو.

ان رات اهو ڪوشش ڪرڻ جي باوجود سمهي ڪونہ سگهيو. سڀ ڪجهہ ان کي هڪدم بيڪار لڳي رهيو هيو. جيڪڏهن اها ڇوڪري نہ آئي تہ؟ جيڪڏهن مان ٻيهر ان سان ملي نہ سگهيس تہ؟ اهي سوال ان جي ذهن ۾ آيا ٿي ۽ اهو پلنگ تي ليٽي ليٽي بي اختيار بيچين ٿي اٿي ويو ٿي. ڪمري ۾ بيمقصد چڪر لڳائي لڳائي ان جون ٽنگون ٿڪجي ويون ٿي ۽ اهو وري مٿو پڪڙي ويهي رهيو ٿي.

ٻئي ڏينهن اهو پهريون دفعو آفيس ۾ ڪو ڪم بہ صحيح طريقي سان ڪري ڪونہ سگهيو. ڊڪٽيشن ڏيندي اهو وري وري ڀلجي ٿي ويو

تہ ان کي اڳتي ڇا ڇوٽو هيو ۽ اهو ڪهڙي ڳالھ جي باري ۾ ڊڪٽيشن ڏئي رهيو هيو. ان جي سيڪريٽري حيراني سان ان کي ڏسندي رهي ٿي. ٿي ڀيرا ان پٽيوالي کان غلط فائيل گهرايو. ٽئي ڀيرا ان فائيل واپس بہ غلط جاءِ تي موڪلرايو. پنهنجي ٽپال ۾ آيل فيڪس (فيخس)پڙهندي اهو ڪنهن جي بہ مفهوم کي سمجهي نہ پئي سگهيو. تنگ اچي ان ٽپال ڏسڻ ڇڏي ڏني هئي. ڪمپني جي آڊيٽر سان ميٽنگ دوران اهو هڪڙي معمولي ڳالھ تي ٻِر تي ويو هيو. ان کان اڳ ڪنهن بہ ڊينئل ايڊگر کي ڪاوڙ ۾ ڪونہ ڏٺو هيو. نہ اهڙي طرح وڏي واڪي ڳالهائيندي ٻڌو هيو. ان کان بہ وڌيڪ هڪابڪا اهي تڏهن ٿي ويا هيا جڏهن وڏي آواز ۾ ڳالهائيندي اهو ميٽنگ مان واڪ آئوٽ ڪري ويو هيو. گهڻي دير تائين ميٽنگ روم ۾ ماٺ ڇانيل رهي.

”ڊينئل گهڻو پريشان (اپ سيٽ) آهي، ڪهڙي ڳالھ آهي؟ شايد آفيس ۾ ڪم جي دٻاء (پريشر) کان يا وري پنهنجي ڪنهن ذاتي ڳالھ ڪري. ليڪن منهنجو خيال آهي تہ ڪجھ ڏينهن لاءِ ان کي آرام ملڻ گهرجي. توهان ان کي ٽن ڏينهن جي موڪل ڏئي ڇڏيو.“ زونل چيف جُون بليوارڊ پنهنجي ايچ. آر مئنيجر کي هدايت ڪئي هئي.

ميٽنگ ختم ٿيڻ کان پوءِ سعود ارتضيٰ ان جي آفيس ۾ آيو هيو. اهو ڊينئل جو ساٿي (ڪُليگ) هيو مگر ڪُليگ هجڻ سان گڏوگڏ ٻنهي ۾ سٺي دوستي بہ هئي.

”تون ڪجھ پريشان آهين؟“ ان اچڻ سان ڊينئل کان پڇيو هيو. اهو چاهيندي بہ انڪار ڪري ڪونہ سگهيو. صرف ڪنڌ جهڪائي ويٺو رهيو.

”چيف چيو آهي تہ مان توکان پڇان تہ ڪهڙو مسئلو (پرابلم) آهي. انهن توکي ٽن ڏينهن جي موڪل بہ ڏني آهي تہ جيئن تون پرسڪون ٿي سگهين.“

اهو ڳالھ ڪندي ان جي ميز جي سامهون موجود ڪرسي ڇڪي ويهي رهيو.

”ڊينئل ڪهڙي پريشاني آهي؟“ ان وڏي نرم لهجي ۾ ڊينئل کان پڇيو. ان جواب ۾ ڦرڻي ڪرسي (روالونگ چيئر) جي پٺي سان ٽيڪ ڏئي اکيون بند ڪري ڇڏيون. ان کي سمجھ ۾ نٿي آيو تہ ان کي پنهنجي

مسئلي جي باري ۾ سعود سان خيال ونڊڻ (ڊسڪس ڪرڻ) گهرجي يا نه ۽ جيڪڏهن ان سعود سان پنهنجي مسئلي بابت ڳالهه ٻولهه (ڊسڪس) ڪئي ته ان جو ردعمل ڪهڙو هوندو. اهو ان ڇوڪريءَ لاءِ هن جي جذبات کي ڇا سمجهندو.

ڪجهه ڏگها ساهه کڻڻ کان پوءِ آخرڪار ان اڪيون ڪوليون ۽ جهيڻي آواز ۾ ان سعود کي ان ڇوڪريءَ جي باري ۾ سڀ ڪجهه ٻڌائي ڇڏيو هيو. سعود خاموشي ۽ سنجيدگيءَ سان ان جون سيئي ڳالهيون ٻڌندو رهيو.

"اڄ مون ٽي ڀيرا ان کي پنهنجي آفيس ۾ ڏٺو آهي." اهو ويچارگيءَ مان ان کي ٻڌائي رهيو هيو. "مان گينڊي (واش بيسن) ۾ هٿ ڌوئي رهيو هيس ۽ هٿ ڌوئڻ کان پوءِ مون ڪنڌ مٿي ڪري سامهون لڳل آئيني ۾ ڏٺو ته مون کي پنهنجي بجاءِ اتي به ان جو چهرو نظر آيو هيو. صبح آفيس ايندي هڪڙي چوراهي (ڪراسنگ) تي گاڏي روڪيندي به مون کي ائين لڳو جڻ اها چوراهي تان گذري رهي آهي. مون کي پنهنجي ذهني ڪيفيت کان خوف ٿيڻ لڳو آهي."

سعود ڪجهه بي يقيني سان ان کي ڏسندو رهيو هيو. اهو هاڻي ماٺ ٿي ويو هيو. ڪمري ۾ ڪجهه گهڙيون خاموشي ٿي رهي هئي. پوءِ هڪڙو ڊگهو ساهه کڻي سعود ئي خاموشي کي ٽوڙيو.

"ته توکي ان ڇوڪريءَ سان محبت ٿي وئي آهي." ڊينئل ڇرڪ ڀري ان کي ڏٺو.

"محبت؟ مگر مون کي ڪڏهن به ڪنهن سان محبت ڪونه ٿي آهي ۽ نه ئي مون ڪڏهن ان جي ضرورت محسوس ڪئي آهي."

"مگر هن ڀيري توکي محبت ٿي وئي آهي ۽ تون هاڻي ان جي ضرورت ۽ اهميت به محسوس ڪري رهيو آهين. پهريان ڪڏهن محبت نه ٿيڻ جو مطلب اهو ته ڪونهي ته آئيندي به ڪڏهن نه ٿيندي."

ڊينئل ڪجهه حيراني مان ان جي لفظن تي غور ڪندو رهيو. "ڇا واقعي مون کي ان ڇوڪريءَ سان محبت ٿي وئي آهي؟ ان سوچيو. "۽ جيڪڏهن ائين ٿي ويو آهي ته اها ڪيتري حيراني جي ڳالهه آهي. ڇا مون کي ڪڏهن ڪنهن سان محبت ٿي سگهي ٿي ۽ اها به ڪنهن

ڇوڪريءَ سان، اهڙي طرح اوچتو..... ڪجهه بہ ڄاڻڻ کان بغير؟" ان کي هڪڙو خوشگوار احساس ٿيو هيو.

"هاڻي اها ڇوڪري غائب ٿي وئي آهي ۽ تون پريشان آهين. ان کي ڳولي رهيو آهين ۽ اها ملي ڪونہ ٿي سگهي مگر سوال اهو ٿو پيدا ٿئي تہ جيڪڏهن اها ڇوڪري ملي بہ وئي تہ تون ڇا ڪندين. ڇا تون صرف انهيءَ لاءِ ان کي ڳولڻ ٿو گهرين تہ هڪڙو ڀيرو وري ان جي هٿ جو برگر کائي سگهين؟"

ڊينئل ڪجهه چرڪ ڀري سعود کي ڏٺو جيڪو ڳالهائيندي مرڪي رهيو هيو.

"يا تون ان سان محبت جو اظهار ڪرڻ گهرين ٿو ۽ شادي ڪرڻ جي خواهش جو اظهار ڪندين؟"

"ها، مان ان سان شادي ڪرڻ گهران ٿو." ان بي اختيار چيو هيو.

سعود هڪڙو ڀيرو وري سنجيدو ٿي ويو. "مون کي خبر ڪونهي تہ ان ڇوڪريءَ جو مذهب ڪهڙو آهي پر جيڪڏهن اها مسلمان آهي تہ مسلمان عورت ڪنهن غيرمسلم مرد سان شادي نٿي ڪري سگهي. ان سان شادي ڪرڻ لاءِ توکي مسلمان ٿيڻو پوندو. هاڻي تون سوچ، ڇا تون اهو ڪري سگهين ٿو ۽ جيڪڏهن تون اسلام قبول ڪرين بہ تہ پوءِ بہ اهو يقين ڪونهي تہ ان سان تنهنجي شادي ضرور ٿي ويندي. ٿي سگهي ٿو ان جي شادي ٿي وئي هجي يا ٿيڻ واري هجي يا مڱڻو ٿيل هجي. جيڪڏهن ائين نہ بہ هجي تہ بہ اها توکي ناپسند ڪري سگهي ٿي يا ان جو خاندان توکي ناپسند ڪري سگهي ٿو. اسان وٽ هتي خاندان برادري جو رواج تمام گهڻو مضبوط آهي. اسان وٽ تہ ڪڏهن ڪڏهن خاندان کان ٻاهر شادي ڪندا ئي ڪونہ آهن. ڪٿي اها ڳالهہ تہ ڪنهن غير ملڪي سان شادي ڪري ڇڏجي ۽ غيرملڪي بہ اهو جيڪو نئون مسلمان هجي. هاڻي اهڙي صورتحال ۾ تنهنجي محبت جو ڪهڙو حشر ٿي سگهي ٿو اهو تون چڱي طرح سمجهين ٿو. اسان ماڻهو آزاد خيال ٿيڻ جي ڪوشش ڪري رهيا آهيون مگر ڪن معاملن ۾ اسان سدائين قدامت پرست ئي رهندا آهيون، خاص طور تي تڏهن جڏهن ڪنهن معاملي ۾ مذهب بہ ملوث ٿي وڃي ۽ هي بہ اهڙوئي هڪڙو معاملو آهي. هاڻي تون انهن سڀني ڳالهين تي اڄ رات چڱي طرح سوچ ۽ ڏس تہ ڇا

تون ايترين پريشانيون برداشت ڪري سگهين ٿو. ان معاملي ۾ تنهنجي هر وڪ هڪڙي جوا هوندي ۽ جوا بهرحال جوا هوندي آهي ۽ ان ۾ کٽڻ ۽ هارائڻ جو هڪجيترو امڪان هوندو آهي. هارائڻ جي صورت ۾ تون پاڻ کي ڪيئن سنڀاليندين، توکي ان باري ۾ به سوچڻو آهي. اهي سموريون ڳالهيون سوچڻ کان پوءِ اهو طئي ڪجان ته ان محبت کي قائم رکڻ گهرين ٿو يا سمورو معاملو ختم ڪرڻ گهرين ٿو. جيڪڏهن سڀ ڪجهه سوچڻ کان پوءِ به تون ان ڇوڪريءَ سان شادي ڪرڻ جو خواهشمند رهين ته ٺيڪ آهي، پوءِ مان توسان گڏ آهيان. ان ڇوڪريءَ کي ڳولهيندس ڇوته اها اهڙي به ناممڪن ڳالهه ڪونهي.“

سعود پنهنجي ڳالهه ختم ڪري اتان اٿي ويو هيو مگر ڊينئل جي ذهن ۾ هاڻي به ان جون ڳالهيون گونجي رهيون هيون.

ان ڏينهن شام جو اهو هڪڙو پيرو وري هڪڙي مايوسي واري اميد دل ۾ رکي اتي ويو هيو. اها اتي ڪونه هئي. ان کي پنهنجي اندر ۾ لڙڪن جي هڪڙي ٻوڏ محسوس ٿي رهي هئي.

ان رات پنهنجي ڪمري ۾ ويهي اهو سعود جي ڳالهين تي سوچيندو رهيو. ڪا مسلمان عورت ڪنهن غيرمسلم مرد سان شادي نٿي ڪري سگهي، توکي ائين ڪرڻ لاءِ سڀ کان پهريان اسلام قبول ڪرڻو پوندو. مذهب جو سوال هڪڙو پيرو وري ڳر ڪٽي ان جي سامهون اچي ويو هيو مگر هن دفعي يهودي يا عيسائي نه پر هڪڙي نئين مذهب جو پيروڪار ٿيڻ جي باري ۾ ان کي سوچڻو پيو هيو ۽ ان پيري اهو معاملي کي هميشهه وانگر پنهنجي ذهن مان ڇڏائي به نٿي سگهيو ڇوته ان جي زندگيءَ جو هڪڙو اهم معاملو ان سان سلهاڙجي ويو هيو.

”ڇا مان اسلام قبول ڪري سگهان ٿو؟“ ان پنهنجو پاڻ کان پڇيو ۽ ان سوال ان جي ذهن ۾ گهٽيون ئي پراڻيون يادون تازيون ڪري ڇڏيون هيون.

*******

# باب نائون

ان جي لاءِ اسلام ڪا نئين ۽ انوکي ڳالھ ڪونہ هئي. ان مذهب سان ان جو پهريون تعارف بلڪل ٻاراڻي عمر ۾ ئي ٿي ويو هيو. اهو مراڪش ۾ ڄائو هيو. هڪڙي مسلمان ملڪ ۾. پوءِ جن بہ ملڪن ۾ ويو اهي بہ اسلامي هيا. بانگ (آذان) جي آواز تي پنهنجن ڪلاسين جي پيروي ڪندي اهو بہ خاموشي اختيار ڪندو هيو ۽ اها عادت پندرهن سالن ۾ گهٽي پڪي ٿي وئي هئي. آمريڪا ۾ هڪڙو ڏگهو عرصو رهڻ کان پوءِ پاڪستان اچڻ تي هڪڙو ڀيرو وري آذان جي آواز تي بي اختيار ان کي پنهنجو ننڍپڻ ياد اچي ويندو هيو. هڪڙو ڀيرو وري اهو اهڙي طرح احترام ۾ خاموش ٿي ويندو هيو جيئن ننڍپڻ ۾ اسڪول ۾ ٿيندو هيو. اهڙيون ٻيون گهڻيون ئي يادون ان جي ننڍپڻ جو حصو هيون جيڪي ڪنهن نہ ڪنهن طرح ان جي عادتن ۾ شامل هيون مگر ان وقت اهو اهي سڀ ڳالهيون سوچڻ سمجهڻ کان سواءِ ڪندو هيو.

اسلام جي باري ۾ پهريون ڀيرو ان تڏهن سوچيو هيو جڏهن ڇهن سالن جي عمر ۾ اهو پنهنجي والدين سان گڏ هڪڙي سال جي لاءِ لنڊن آيو هيو. اتي پهريون دفعو ان پنهنجي ماءُ سان گڏ چرچ ۾ هڪڙي پادريءَ جو واعظ ٻڌو هيو جنهن ۾ اهو لبنان ۽ دنيا جي ڪجھ ٻين علائقن ۾ عيسائين سان مسلمانن طرفان ٿيڻ وارن ظلمن جو ذڪر ڪري رهيو هيو. اهو انهن ظلمن جي ڪجھ اهڙي نموني ۾ منظرڪشي ڪري رهيو هيو جو چرچ جي بينچن تي ويٺل ڪجھ عورتن جي اکين ۾ ڳوڙها ۽ چپن تي سسڪيون اچي ويون هيون. انهن ۾ سُبل بہ شامل هئي.

ڊينئل تڏهن ماءُ کي حيراني مان ڏٺو هيو ۽ پاڻ بہ اداس ٿي ويو هيو.

"مسلمان ائين ڇو ڪن ٿا؟" ان ڊينهن چرچ کان ٻاهر ايندي پنهنجي ماءُ جي آڱر پڪڙيون ان پنهنجي ماءُ کان پڇيو.

"اها انهن جي تهذيب (ڪلچر) آهي ..... اهي پاڻ کان سواءِ ٻئي ڪنهن کي برداشت نٿا ڪري سگهن." ان جي ماءُ چيو هيو. اهو غور سان ماءُ جي جملي تي سوچيندو رهيو.

"مگر اهڙي طرح ماڻهن کي مارڻ خراب ڳالهه آهي، آهي نه؟" ان ماءُ کان پڇيو.

"ها، خراب آهي مگر مسلمانن کي انهيءَ جي پرواهه ڪونهي. اهي بيا به گهڻا خراب ڪم ڪندا رهندا آهن. مان توکي گهر هلي ٻڌائينديس." ان جي ماءُ ان کي چيو هيو.

ان ڏينهن گهر پهچي سُبل هڪڙو ڪتاب کوليو هيو ۽ ڊينئل کي اسپين تي مسلمانن جي قبضي ۽ ظلمن جو تفصيل سان داستان ٻڌايو هيو. ٻئي هفتي ۾ اهو صليبي لڙاين ۾ مسلمانن جي زيادتين-جا قصا به ٻڌي چڪو هيو.

هڪڙي هفتي کان پوءِ ان جي اسڪول ۾ ايشيا جي ملڪن ۾ عيسائي جماعتن (مشنريز) ۽ مقامي عيسائي برادرين جي لاءِ فنڊ گڏ ڪيا ويا هيا.

"توهان اسان کي هڪڙي چاڪليٽ جي قيمت ڏئي سگهو ٿا. هڪڙي ڏينهن هڪڙو چاڪليٽ نه کائي توهان گهٽ ۾ گهٽ اهڙن ٻارن جي مدد ڪري سگهو ٿا جن وٽ چاڪليٽ ته ڇا کائڻ لاءِ ڪجهه به ڪونهي."

ڊينئل اسڪول ۾ اچڻ واري ان پادري (فادر) جون ڳالهيون ٻين ٻارن وانگر غور سان ٻڌيون هيون ۽ پوءِ ٻين ٻارن سان گڏ پنهنجي ان ڏينهن جي خرچي پاڻ وٽ رکڻ جي بجاءِ چندي واري پيتي ۾ وجهي ڇڏي هئي. گهر اچي ان پنهنجي ماءُ کي پنهنجو اهو ڪارنامو ٻڌايو هيو. سُبل گهڻو خوش ٿي وئي هئي.

"انهن ٻارن وٽ کائڻ لاءِ ڇو ڪجهه به ڪونهي؟" رات جو وينئي وينئي ان سُبل کان پڇيو هيو.

"ڇو ته اهي ماڻهو مسلمان ملڪن ۾ رهن ٿا. مسلمان پاڻ کان سواءِ سيني ٻين مذهبن جي ماڻهن کي ناپسند ڪندا آهن. اها اتان جي مقامي عيسائي آبادي سان خراب سلوڪ ڪندا آهن. انهن کي خبر آهي ته اهي ماڻهو گهٽ تعداد ۾ آهن. انهيءَ ڪري انهن جو مقابلو نٿا ڪري سگهن. انهيءَ ڪري انهن کي ڪو خوف ڪونهي. اهي فنڊ گڏ ٿيڻ کان پوءِ انهن ملڪن ۾ موڪليا ويندا، اتي انهن ٻارن لاءِ اسڪول ٺاهيا ويندا. هاسٽلون ٺاهيون وينديون. انهن جي رهائش ۽ کاڌي تي خرچ ڪيا ويندا."

سُبل ان کي تفصيل سان ٻڌايو هيو. جيڪا هڪڙي ڳالھ سُبل ان کي ان وقت ڪونہ ٻڌائي ۽ جيڪا ان واقعي جي پندرهن سالن کان پوءِ هڪڙي ليک (آرٽيڪل) جي ذريعي ان جي علم ۾ آئي، اُها اِها هئي تہ اهي فنڊ عيسائيت جي تبليغ جي لاءِ غريب مسلمانن کي پنهنجي مذهب ڏانهن راغب ڪرڻ جي لاءِ ۽ انهن جي وڏي مالي امداد جي لاءِ بہ استعمال ڪيا ويندا هيا.

ڇهن سالن جي عمر ۾ ٻين ٻارن جي مدد ڪرڻ جي لاءِ ان باقاعدگي سان پنهنجي خرچي اسڪول ۾ موجود چندي واري پيتي ۾ وجهڻ شروع ڪئي ۽ جنهن ڏينهن اهو ماءُ سان گڏ چرچ ويندو هيو ان ڏينهن اهو چرچ ۾ چندي واري پيتي ۾ پئسہ وجهڻ ڪونہ وساريندو هيو.

"مسلمان مڪار، وحشي ۽ ڌوڪيباز آهن" (مسلمس آر وڪڊ بروٽل اينڊ ٽريچرس" (Muslims are wicked, brutal and treacherous) يهودين جي هڪڙي عبادتگاھ ۾ 1967ع واري عرب اسرائيل لڙائي جي باري ۾ تبصرو ڪندي هڪڙي يهودي مذهبي رهنما جو هي اهو جملو هيو جيڪو اينڊرڪيترا ڏينهن ان جي ذهن ۾ گھر ڪيون پيو هيو. اهو پيٽرڪ سان گڏ هفتيوار عبادت جي لاءِ ويو هيو ۽ اتي بہ ربي (Ribbi) يعني يهودي عالم مسلمانن جي ظلمن جي باري ۾ ٻڌائيندي يهودين کان چندي جي درخواست ڪري رهيو هيو. ڊينئل پنهنجي پيءُ کي هڪڙو چيڪ ڪاتي ربي ڏانهن وڌائيندي ڏٺو هيو ۽ پوءِ ان بہ پنهنجي کيسي ۾ موجود هڪڙو پائونڊ ڪڍي ربي ڏانهن وڌايو . ربي ان کي هٿ کان پڪڙي پنهنجي ويجهو ڪيو هيو.

"هي ٻار ئي اسرائيل ۽ يهودين جو مستقبل ٿيندا." ربي ان کي خراج تحسين پيش ڪندي چيو. ڊينئل ڪجھ لڄي ٿيندي پنهنجي پيءُ ڏانهن ڏٺو جنهن جي چهري تي ان وقت چمڪ ۽ فخر هيو. پوءِ اهويہ هڪڙو معمول (روٽين) ٿي ويو هيو. اهو جڏهن بہ پيءُ سان گڏ ويندو هيو تہ پنهنجي خرچي يهودين جي لاءِ چندي ۾ ڏئي ايندو هيو. جڏهن ماءُ سان گڏ ويندو هيو تہ پنهنجي خرچي عيسائين لاءِ ڏئي ايندو هيو.

شايد مسلمانن جي خلاف ان جي اها ذهني صفائي (برين واشنگ) ناپسنديدگي مان نفرت ۾ بدلجي وڃي ها جيڪڏهن اهو ٻيهر پنهنجي والدين سان مصر نہ وڃي ها ۽ پوءِ اينڊرڪيترائي سال اتي نہ گذاري ها

جتي ان جي ڪلاسين ۽ اوستادن جو گهڻو تعداد مسلمان هيو ۽ اهي ايترائي مهربان ۽ محبت ڪرڻ وارا هيا جيترا ان جا پيا اوستاد ۽ ڪلاسي هيا. انهن کي ڪمپني طرفان جيڪو گهر ڏنو ويو هيو اهو هڪڙي بيوهہ مسلمان عورت جي ملڪيت هيو جيڪا پاڻ ان گهر جي هڪڙي ننڍي حصي ۾ رهندي هئي مگر پنهنجون مالي ضرورتون پوريون ڪرڻ لاءِ ان پنهنجي گهر جي وڏي حصي کي مسواڙ تي ڏنو هيو. حامده اسدالزهير نالي اها عورت ترڪي سان تعلق رکندڙ هئي جيڪا پنهنجي مڙس سان شادي کان پوءِ اتي آئي هئي ۽ سُبل سان ان جا گهڻو سٺا تعلقات هيا. اها بي اولاد هئي ۽ ڊينئل کي گهڻو پيار ڪندي هئي. جيڪڏهن ڊينئل کي ڪڏهن گهر تي ڇڏڻ جي ضرورت پيش ايندي هئي تہ سُبل ان کي حامده وٽ ئي ڇڏيندي هئي ۽ حامده ان جي گهڻي سٺي سنڀال ڪندي هئي. ڊينئل سدائين ان کي مٽي کان پيرن تائين سفيد چادر ۾ ويڙهيل ڏسندو هيو ۽ زياده تر اها قرآن شريف جي تلاوت ڪندي رهندي هئي. جڏهن سُبل ڊينئل کي ان وٽ ڇڏي ويندي هئي تڏهن بہ ان سان ٿوري دير ڳالهيون ڪرڻ کان پوءِ ۽ ان کي ڪنهن راند روند ۾ لڳائي اها پاڻ هڪڙو پيرو وري قرآن شريف جي تلاوت ڪرڻ لڳندي هئي. اتي ڊينئل ۽ ان عورت جي وچ ۾ هڪڙي مخصوص پنهنجائپ پيدا ٿيڻ لڳي. اهو شروع ۾ ڪجهہ هٻڪندو هيو مگر پوءِ آهستي آهستي اهو ان عورت کان مسلمانن جي باري ۾ پنهنجي ذهن ۾ ويهاريل سمورن خدشن جو اظهار ڪندو رهيو. حامده اسدالزهير ان جي ڪجهہ ڳالهين تي مرڪندي هئي ۽ ڪن تي ٺهڪ ڏئي کلندي هئي. پوءِ تلاوت ڪندي ڪندي اها ان کي ڪنهن آيت جو انگريزي ترجمو ٻڌائيندي هئي.

"اسان جو خدا ۽ رسول صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم هي ڳالهيون فرمائين ٿا ۽ اسان هنن ڳالهين تي عمل ڪندا آهيون." اها هر دفعي اهوئي چوندي هئي. تو انهن زيادتين جي باري ۾ ٻڌو آهي جيڪي مسلمانن ٻين سان ڪيون آهن مگر جيڪي مسلمانن سان ڪيون ويون آهن انهن جي توکي خبر ڪونهي. فلسطين ۾ مسلمانن سان ڇا ٿي رهيو آهي." ان کي تفصيل سان ٻڌائڻ لڳي. "ترڪي ۾ اتحادين، جيڪي سيئي

عيسائي ملڪ هيا، ڇا ڪيو." اها پهرين مهاڀاري لڙائي جا تفصيل ٻڌائڻ لڳندي هئي. "ننڍي ڪنڌ ۾ مسلمانن سان برطانيہ وارن ڇا ڪيو."

انهن سالن جي عمر ۾ اهو منجهيل ذهن سان حامده اسدالزهير جون ڳالهيون ٻڌندو هيو ۽ پريشان ٿي ويندو هيو.

"مسلمان اهڙا ڪونہ هوند آهن جهڙا تون سمجهين ٿو. اسان جو پنهنجو مذهب آهي، خاص تهذيب آهي، مختلف روايتون آهن. جيڪڏهن اسان انهن مطابق زندگي گذاريون ٿا تہ ان ۾ ڪهڙي خرابي آهي. توهان بہ تہ اهوئي ڪندا آهيو. منهنجو مطلب آهي تنهنجو پيءُ ۽ ماءُ ..... يهودي ۽ عيسائي ..... اسان اعتراض ڪونہ ٿا ڪيون، اسان مداخلت ڪونہ ٿا ڪريون، اسان ٻين جي آزادي جو احترام ڪيون ٿا ۽ حقن جو بہ. پوءِ اسان جي آزادي ۽ حقن جو احترام ڇو نٿو ڪيو وڃي."

حامده اسدالزهير هميشهہ ان سان اهڙي طرح ڳالهائيندي هئي ڄڻ اهو انهن نَوَن سالن جو ڇوڪرو نہ پر ارڙهن اوڻويهن سالن جو هڪڙو نوجوان هجي ۽ ڊينئل کي اها ڳالهہ سٺي لڳندي هئي. اها ان کي هر ڳالهہ ٻڌائڻ کان پوءِ ان جي راءِ پڇندي هئي ۽ ان کي مجبورن پنهنجي پسند يا ناپسندي کان ان کي آگاهہ ڪرڻو پوندو هيو.

مصر ۾ ٻن سالن جي رهائش لنڊن ۾ هڪڙي سال واري رهائش جي نتيجي ۾ ان جي ذهن ۾ جنم وٺندڙ تعصب کي صاف ڪري ڇڏيو هيو. اهو هر ڳالهہ کي ڪجهہ زياده غير جانبدار ٿي سوچڻ لڳندو هيو.

ايندڙ ڪجهہ سالن جيڪي ان مسلمان ملڪن ۾ گذاريا هيا مذهب جي باري ۾ ان جي تعصب کي وري ايرڻ ڪونہ ڏنو. ان جون جيڪي ڪجهہ دوستيون هيون اهي مسلمان ڇوڪرن سان ئي هيون. انهن جي روايتن ۽ ان جي پنهنجي گهر جي روايتن ۾ گهڻو فرق ڪونہ هيو. ان جي دوستن جون پيڻون جيڪڏهن ان جي منهن نہ پونديون هيون يا ان کان پردو ڪنديون هيون تہ تڏهن بہ ان کي اها ڳالهہ پهريان وانگر خراب نہ لڳندي هئي بلڪ سٺي لڳندي هئي. ان کي اهي ڇوڪريون پنهنجي ماءُ جايون ("ايڪسٽينشن" Extension) لڳنديون هيون. ان جي پنهنجي ماءُ بہ پڙو (اسڪرٽ) يا پاجامو (ٽرائوزر) پائڻ جي باوجود پنهنجي جسم کي گهڻو چڱي طرح ڍڪي رکندي هئي. ان پنهنجن دوستن جي مائرن کي بہ

اهڙي طرح ٻين جي مدد ڪندي ڏٺو هيو جنهن نموني خود ان جي ماءُ ڪندي هئي.

پندرهن سالن جي عمر ۾ واپس آمريڪا ويندي اهو پاڻ به انهن اسلامي روايتن جو ايترو عادي ٿي چڪو هيو جو ان جي لاءِ آمريڪا ۾ نظر اچڻ واري آزادي هڪڙي افسوس (شاڪ) وانگر هئي. پردي ۾ ڍڪجي رهڻ وارين عورتن سان بي لباس رهڻ وارين عورتن جي ڀيٽ ڪندي اهو شديد ڪشمڪش جو شڪار هيو. ڪير سٺيون هيون؟ ڪير خراب هيون؟ ان جي ذهن ۾ هڪڙي حيادار ۽ پردي واري مسلمان عورت جو تصور ڪجهه ايترو سختي سان نقش ٿي ويو هيو جو مسلمان ملڪن ۾، خاص طور تي مصر ۽ اردن ۾ بنا پردي ۽ بنانقاب (حجاب) جي نظر اچڻ وارين عورتن کي ياته اهو مسلمان ڪونه سمجهندو هيو يا وري اهو سوچيندو هيو ته انهن جو تعلق ڪنهن سني خاندان سان ڪونهي.

اسلام جي باري ۾ ان کي هڪڙي نئين بحث کي تڏهن منهن ڏيڻو پيو هيو جڏهن سترهن سالن جي عمر ۾ ان جي اسڪول ۾ اچڻ واري هڪڙي مسلمان ڇوڪري کي صرف رئو (اسڪارف) پائڻ جي ڪري اسڪول مان ڪڍيو ويو. ان جي لاءِ اها ڳالهه هڪڙي جهٽڪي برابر هئي. صرف اسڪارف پائڻ ڪري اسڪول اچڻ کان روڪي ڇڏڻ؟ ان کي سمجهه ۾ ڪونه آيو ته اهو ان معاملي (اشو) تي پنهنجي ردعمل جو اظهار ڪيئن ڪري، اهو خود مسلمان ملڪن ۾ ڇوڪرين کي اسڪارف سان اسڪول ۾ ايندي ڏسي چڪو هيو ۽ ان جي لاءِ اها هڪڙي معمولي ڳالهه هئي مگر هاڻي اها معمولي ڳالهه ڪونه رهي هئي. ان ڇوڪريءَ جي والدين اسڪارف لهرائڻ جي خلاف عدالت ۾ ڪيس ڪيو هيو ۽ اخبارون ڏراڏڙ ان باري ۾ پنهنجن خيالن ۽ راءِ جو اظهار ڪري رهيون هيون.

ڪجهه مهينن اندر ڪيس جو فيصلو ٿي ويو هيو. عدالت اسڪول جي انتظاميه جو فيصلو برقرار رکيو هيو. اها ڇوڪري ان وقت اسڪول اچي ٿي سگهي جڏهن اها اسڪارف کان سواءِ مٿو اگهاڙو ڪري اچي ها ۽ اها ڇوڪري اسڪول ڪونه آئي. ان ڪنهن ٻئي اسڪول ۾ داخلا ورتي جتي اها اسڪارف پائي اسڪول وڃي سگهي ٿي. اخبارن اسڪول انتظاميه ۽ عدالت جي حق ۾ داد ۽ تحسين جا دهل وڄائي ڇڏيا

هيا. جن مسلمانن جي طرفان مذهبي تعصب پکيڙڻ جي ڪوشش کي ناڪام ڪري ڇڏيو هيو.

"جيڪڏهن جج يهودي، ملڪ عيسائي هجي ۽ اپيل ڪرڻ وارو مسلمان هجي تہ پوءِ اهڙي ئي فيصلي جي توقع ڪري سگهجي ٿي."

ان بئي ڏينهن ڪيفي ٽيريا ۾ پنهنجي هڪڙي پاڪستاني ڪلاسي جي واتان طنزيہ انداز ۾ اها ڳالهہ ٻڌي هئي.

"هن اسڪول ۾ ڪا ڇوڪري اڌ اگهاڙا (ٽاپ ليس) ڪپڙا پائي ايندي تہ ڪوئي مذهبي تعصب ڪونہ پکڙجندو مگر هڪڙي مسلمان ڇوڪري مٿو ڍڪي ايندي تہ قيامت اچي ويندي. اسان جي دين جي امتيازي صفت حيا آهي ۽ اسان جي عورتن جي اسڪارف ۾ انهن کي اها صفت نظر ايندي آهي، اسڪارف ختم ڪري اهي اهو سمجهن ٿا تہ اسان جي دين تي غالب اچي ويا. اهي اسان جي سڃاڻپ کان خوف کائين ٿا، چاهي اهو اسان جي عورتن جي لباس ۾ نظر اچي يا مردن جي ڏاڙهين ۾."

ڊينئل ماٺ ڪيون ان جون ڳالهيون ٻڌندو رهيو هيو. ان جي پنهنجي دل ۾ بہ هڪڙي نفرت هئي. ڇا صرف لباس جي بنياد تي ڪنهن کي اهڙي طرح اسڪول مان ڪڍي ڇڏڻ آزادي، مساوات ۽ انساني حقن جي خلاف ورزي ڪونہ هئي. اهو ايندڙ ڪجهہ ڏينهن سوچيندو رهيو پوءِ آهستي آهستي اها ڳالهہ ان جي ذهن مان نڪري وئي.

يونيورسٽي ۾ ايم.بي.اي ڪرڻ دوران هڪڙو پيرو جڏهن سُبل ۽ پيٽرڪ ان کي پنهنجي مذهب جي باري ۾ حتمي فيصلو ڪرڻ جي لاءِ چيو تہ ماني کائڻ واري ميز (ڊائننگ ٽيبل) تي ان ڪجهہ مذاق جي انداز ۾ انهن کي چيو.

"توهان ٻئي فڪر نہ ڪيو. مرڻ وقت مان ائين لامذهب ڪونہ هوندس جو توهان کي منهنجين آخري رسمن ۾ ڏکيائي ٿئي تہ ڪهڙي عقيدي جي مطابق منهنجون آخري رسمون ادا ڪيون وڃن. يهودي نہ تہ عيسائي ٿي ويندس. عيسائي بہ نہ تہ ٻڌمت وارو يا وري ڪٿي مسلمان ٿي ويندس."

اهو آئيس ڪريم تي نظرون ڄمايون چئي رهيو هيو. ڊائننگ ٽيبل تي اوچتو ماٺ ڇانئجي وئي. ڊينئل ڪجهہ حيران ٿي آئيس ڪريم

ڪائيندي ڪنڌ مٿي ڪري پي ماءُ ڏانهن ڏٺو. اهي ٻئي بي حس و حرڪت ڪنهن صدمي جي حالت ۾ ان کي ڏسي رهيا هيا.

”ڇا ٿيو؟“ اهو آئيس ڪريم ڪائيندي رڪجي ويو.

”تو مسلمان ٿيڻ جي باري ۾ سوچيو به ڪيئن؟“ سُبل اوپري آواز ۾ چيو هيو.

”مون سوچيو ڪونهي صرف مذاق طور چئي رهيو آهيان.“ ان وضاحت ڪئي.

”تو ان مذهب کي ايتري اهميت ڪيئن ڏني جو مذاق طور به ان کي قبول ڪرڻ جو ذڪر ڪرين.“ ان دفعي پيٽرڪ سخت لهجي ۾ چيو.

”ڪوبه مذهب اختيار ڪر. ٻڌمت وارو ٿي وڃ، هندو ٿي وڃ، پارسي ٿي وڃ اسان قبول ڪنداسين مگر مسلمان ٿيڻ جي باري ۾ سوچجان به نه. مان يهودي آهيان ۽ مان ڪنهن اهڙي اولاد کي پنهنجو نٿو ڪري سگهان جيڪا مسلمان هجي.“ پيٽرڪ کي ايتري سخت ۽ ڪاوڙيل لهجي ۾ ان ڪڏهن به ڪونه ٻڌو هيو. ”اِها اُها قوم آهي جنهن يهودين کي فلسطين مان ڪڍي ڇڏيو هيو.“ پيٽرڪ هڪڙو تاريخي حوالو ڏنو.

ڊينئل محتاط نظرن سان ماءُ ڏانهن ڏسندي چيو.

”اها گهڻو پراڻي ڳالهه آهي، ان کي وساري ڇڏڻ گهرجي ورنه يهودين کي ته عيسائين به جرمني مان تڙي ڪڍيو هيو ۽ اها ته پراڻي ڳالهه به ڪونهي، پوءِ توهان کي اها به ياد رکڻ گهرجي.“

”ڊينئل!“ سُبل ٻئي هٿ ميز تي هڻي رڙ ڪئي هئي.

”سوري ممي! جيڪڏهن توهان کي منهنجي ڳالهه خراب لڳي آهي ته ..... ليڪن مان ته صرف حقيقت ٻڌائي رهيو هيس ۽ حقائق کي ٽالائي نٿو سگهجي.“ ان صلح واري انداز ۾ چيو.

”تون..... تون مسلمان ٿيڻ گهرين ٿو؟“

”نه، مون ائين ڪونه چيو آهي. مون بس مذاق ۾ هڪڙي ڳالهه ڪئي هئي ۽ بس. توهان ان ڳالهه کي وساري ڇڏيو.“ ان ڳالهه جو موضوع مٽائي ڇڏيو هيو.

ان رات، ان کي اها حيراني ضرور ٿي هئي ته ان جا پي ماءُ اسلام جي ايترو خلاف ڇو آهن. ٻئي ڪنهن به مذهب کي اختيار ڪرڻ تي انهن کي اعتراض ڪونهي مگر اسلام جي اختيار ڪرڻ تي اهي

قطع تعلق ڪرڻ لاءِ تيار آهن. حالانڪ ان جو خيال هيوتہ ان جي پيءُ ماءُ ۾ مذهبي تعصب ڪونهي. آخر اسلام کان اهي ماٺهو خوفزده ڇو آهن؟“ اهو سوچيندو رهيو. ”مون کي اسلامي تاريخ جو مطالعو ڪرڻ گهرجي. مان عيسائين ۽ يهودين جي باري ۾ سڀ ڪجهہ ڄاڻان ٿوتہ پوءِ اسلام جي باري ۾ بہ مون کي ڪجهہ بنيادي معلومات ضرور رکڻ گهرجي.“ هن ان رات طئي ڪيو هيو ۽ اهوئي تجسس هيو جنهن ان کي اسلام جو مطالعو ڪرڻ لاءِ مجبور ڪيو هيو. ڇهہ مهينا اسلام جي تاريخ ۽ قرآن شريف جو ترجمو پڙهڻ کان پوءِ ان جو ذهن مذهب جي چونڊ جي باري ۾ ڪجهہ وڏيڪ ڪشمڪش جو شڪار ٿي ويو هيو. ”بهرحال، اهوتہ طئي آهي تہ مان جڏهن بہ پنهنجي لاءِ هڪڙي مذهب جي چونڊ ڪندس تہ پوءِ صرف عيسائيت يا يهوديت نہ مان اسلام جي باري ۾ بہ غور ڪندس.“ انهن ڇهن مهينن کان پوءِ اهو ان جو فيصلو هيو.

”منهنجي بدران ڪنهن جاهل، پردي ۾ لڪل مسلمان عورت سان شادي ڪر جيڪا سڄي عمر تنهنجي آگر پڪڙي هلندي رهي ۽ توکان سواءِ ڪنهن ٻئي مرد جو منهن ڏسڻ جي جرئت نہ ڪري.“

اهو ڪيٿي جي چيل جملي تي ڪيترا ڏينهن مشتعل ٿي سوچيندو رهيو تہ مسلمان عورت واقعي ڪيٿي جهڙين عورتن کان بهتر هوندي آهي، ان ۾ وفاداري ۽ حيا تہ هوندو آهي. اها پنهنجي نمائش ڪرڻ جو شوق ناهي رکندي. جيڪو مذهب پنهنجن پيروڪارن ۾ اهي خوبيون پيدا ڪري اهو ان مذهب کان بهتر آهي جيڪو پنهنجن پيروڪارن ۾ اهي خصوصيتون پيدا ڪري نہ سگهي. ڪيٿي ان کي مسلمان عورت سان شادي ڪرڻ جو طعنو انهيءَ ڪري ڏنو هيو ڇوتہ مغرب ۾ مسلمان عورت کي هڪڙي پنتي پيل، اڻ پڙهيل، مجبور، لاچار مخلوق طور پيش ڪيو ويندو آهي ۽ اهڙي مخلوق ڪنهن بہ سٺي مرد جي قابل نہ سمجهي ويندي آهي. مگر ڊينئل کي اها ڳالهہ طنز لڳڻ جي بجاءِ هڪڙي نئين وات ڏيکارڻ لڳي هئي. اها وات جيڪا ان جو مشرقي عورتن ڏانهن ڏيان ڇڪائي وئي.

پوءِ وجيتا جي زبان مان نڪتل لفظ ان کي هڪڙو دفعو وري بيچين ڪري ويا هيا.

”ڪڏهن ڪڏهن تون مون کي هڪڙي مسلمان مرد وانگر تنگ نظر ۽ ڪٽر لڳندو آهين.“ هن کي ان وقت ان تبصري تي ڪاوڙ آئي هئي. ”جيڪڏهن مان پنهنجي زال جو ڪنهن ٻئي جي سامهون اگهاڙو ٿيڻ پسند ڪونہ ٿو ڪريان تہ ان ۾ تنگ نظري ۽ ڪٽر هجڻ ڪٿان اچي ويجي ٿو. جيڪا شي قيمتي هجي ۽ ان جو قدر ڪيو وڃي تہ ان کي ڪيرہ گهٽي ۾ ڪونہ رکندو آهي ..... جيڪڏهن مسلمان مرد بہ پنهنجي عورت جي باري ۾ اهڙا خيال رکي ٿوتہ ٺيڪ ڪري ٿو. ڇا اهڙين ڳالهين جي ڪري مغرب مسلمانن تي تنگ نظري، تعصب ۽ ڪٽرپڻي جا ٺپائي لڳائي ويٺو آهي.“ ان رات بہ اهو گهڻي دير تائين اهوئي سڀ ڪجهہ سوچڻ تي مجبور هيو.

نوڪري ملڻ کان پوءِ اهو پاڪستان اچي ويو هيو. مگر هتي بہ جنهن ماحول ۽ سنگت ۾ اهو اٿندو ويهندو هيو زياده تر ڇوڪريون اهڙيون ئي هيون. اهو دعوتن (پارٽين) ۾ ايوننگ گائونز ۾ ملبوس ڇوڪرين کي هٿ ۾ شراب جو گلاس پڪڙي مردن سان بي حجابي جو مظاهرو ڪندي ڏسندو هيو ۽ حيران ٿي ويندو هيو ڇا واقعي هاڻي مسلمان ملڪن ۾ بہ اهڙيون عورتون ڪونہ ٿيون ملن. اهائي جنس ("استف" Stuff) ملي ٿي جيڪا ڪنهن بہ ترغيب جي سامهون نٽي اچي سگهي، چاهي اها ترغيب دولت جي صورت ۾ هجي، شهرت جي صورت ۾ هجي، حيثيت (اسٽيٽس) جي صورت ۾ هجي يا وري ڪنهن مرد جي صورت ۾ هجي. اهو مايوس ٿي سوچيندو هيو ۽ شادي کان ڪجهہ وڌيڪ نفرت ڪندو هيو.

”جيڪڏهن اهڙي ئي ڪنهن عورت کي زندگيءَ جو ساٿي بڻائڻو هيوتہ پنهنجي معاشري جي عورت ڇونہ پوءِ هتي شادي ڪرڻ جي ڪهڙي ضرورت آهي.“ اهو ڪجهہ بي دليءَ سان سوچيندو هيو. آهستي آهستي اهو پنهنجي ڪم ۾ ايترو مصروف ٿي ويو هيو جو ان پارٽين ۾ ڇوڪرين کي ان نظرئي سان ڏسڻ ئي ڇڏي ڏنو هيو. اهو هرهڪ سان رسمي دعاسلام ڪندو هيو ۽ رابطو ڪونہ رکندو هيو. ان جو اهو معمول (روٽين) لاهور اچڻ کان پوءِ بہ اهڙوئي رهيو.

*******

# باب ڏهون

هاڻي اهو هڪڙي اهڙي ڇوڪري جي محبت ۾ گرفتار ٿي چڪو هيو جنهن جي باري ۾ ان کي ڪا به خبر ڪونه هئي. سواءِ نالي جي "جيڪڏهن اها ڇوڪري به انهن ڇوڪرين جهڙي نڪتي جن کي مان اڄ ڏينهن تائين رد ڪندو رهيو آهيان ته پوءِ ڇا مان ان کي به ڇڏي ڏيندس؟"

ان پاڻ کان پڇيو هيو ۽ پنهنجي اندر ۾ جواب ڏيڻ جي همت ڪونه ڏنائين. "مان ان کي ڇڏي نٿو سگهان. مان ان جي ماضيءَ سان ڪا دلچسپي ڪونه رکندس ۽ پنهنجي حال کي اهڙِو بڻائي سگهجي ٿو جهڙو مان چاهيان ٿو. جڏهن مان زندگيءَ ۾ ان کي سڀ ڪجهه ڏيندس ته ڇا اها منهنجي لاءِ پارسائي اختيار ڪري ڪونه سگهندي" ان سوچيو. "اها ڪندي. ڇوته اها مشرقي عورت آهي ۽ شايد مسلمان به."

گذريل پنجتيهن سالن کان جنهن مسئلي کي اهو ٽاريندو رهيو هيو. هاڻي اهو ان جي سامهون اهڙي طرح اچي ويو هيو جو اهو اڪيون چورائي اڳتي وڃي نٿي سگهيو.

"ڇا مان هڪڙي مسلمان عورت سان شادي ڪرڻ لاءِ اسلام قبول ڪري سگهان ٿو؟" ان پنهنجو پاڻ کان پڇيو هيو. ان جي اندر خاموشيءَ جو هڪڙو ڊگهو وقفو هيو.

"ها، مان ڪري سگهان ٿو." آخرڪار جواب آيو هيو.

"جيڪڏهن اها ڇوڪري مون کي ملي وڃي ته مان ڪجهه به ڪري سگهان ٿو." فيصلو گهڻو آسان ٿي ويو هيو.

ٻئي ڏينهن هڪڙو پيرو وري فاسٽ فوڊ ريسٽورنٽ تي ويو هيو. اها اڄ به ڪونه هئي. رات جو اهو سعود وٽ پهچي ويو.

"ٺيڪ آهي، تو فيصلو ڪري ڇڏيوته تون ان ڇوڪريءَ جي لاءِ مذهب تبديل ڪندين ..... چڱو فرض ڪر، ڪجهه عرصي کان پوءِ توهان ٻنهي جي شادي ناڪام ٿي وڃي ٿي ۽ تون ان کي طلاق ڏئي ٿو ڇڏين پوءِ تون ڇا ڪندين؟ ڇا اسلام ڇڏي ڏيندين؟" ان وٽ ڊينئل جي لاءِ هڪڙو ٻيو مشڪل سوال هيو.

"شادي ناڪام ٿيڻ سان مذهب جي تبديلي جو ڪهڙو تعلق آهي؟"

"گهڻو گهرو تعلق آهي، تون مذهب کان متاثر ٿي اسلام قبول ڪونه ڪري رهيو آهين. صرف هڪڙي عورت سان شادي ڪرڻ خاطر ائين ڪري رهيو آهين. ظاهر آهي جيڪڏهن اها عورت تو وٽ نه رهي ته پوءِ تنهنجي مسلمان رهڻ جوبه سوال ئي پيدا ڪونه ٿو ٿئي. گهڻي معذرت سان چوندس ليڪن سچ اهوئي آهي ته تو جهڙو شخص جنهن جي زندگيءَ ۾ ڪڏهن مذهب رهيوئي ڪونهي ان جي لاءِ ڪنهن مذهب ۾ داخل ٿيڻ کان وڌيڪ آسان ڪم نڪرڻ آهي."

اهو سعود جو چهرو ڏسندو رهيو. "منهنجي ذهن ۾ انهي باري ۾ ڪا پريشاني ڪونهي، ٺيڪ آهي، مان هڪڙي عورت جي لاءِ اسلام قبول ڪري رهيو آهيان پر منهنجو خيال آهي ته اهو مذهب مون کي هڪڙو بهتر انسان بڻائيندو ليڪن هڪڙي عورت کي ڇڏڻ تي مان اهو مذهب ڇڏڻ جو ڪوبه خيال نٿو رکان. شادي هڪڙو سماجي معاملو آهي مگر مذهب جو تعلق عقيدن سان هوندو آهي."

"پوءِ تون تسليم ڪر ته ڪجهه سماجي معاملا اسان جي عقيدن تي اثرانداز ٿيندا آهن."

"گهٽ ۾ گهٽ مان پنهنجن سماجي معاملن کي عقيدن تي اثرانداز ٿيڻ ڪونه ڏيندس."

"مان ان معاملي ۾ توسان بحث ڪونه ڪندس، ٺيڪ آهي، جيڪڏهن تو هڪڙو فيصلو ڪيو آهي ته مان اهوئي چاهيندس ته الله پاڪ توکي استقامت ۽ ثابت قدمي عطا فرمائي." سعود بحث ختم ڪندي چيو.

ٻئي ڏينهن شام جو اهو سعود سان گڏجي اتي ويو هيو ۽ هال ۾ داخل ٿيڻ سان ئي ان جي چهري تي هڪڙي چمڪ ظاهر ٿي هئي. ان بي اختيار سعود جي ٻانهن کي پڪڙيو.

"اها واپس اچي وئي آهي." سعود ڪجهه حيرت مان ان جي چهري جي تاثرات کي ڏٺو. ڪجهه گهڙين ۾ ئي ان جي چهري جي اداسي ۽ بيچيني ختم ٿي وئي هئي. سعود ڪائونٽر ڏانهن ڏٺو. اتي گهڻيون ڇوڪريون موجود هيون. ڊينئل ان کي پاڻ سان وٺي هڪڙي ڇوڪري ڏانهن ويو. ان ڪنڌ کڻي ڊينئل کي پنهنجي طرف ايندي ڏٺو ۽ مرڪي. ڊينئل آرڊر نوٽ ڪرائڻ جي بجاءِ بي تابي مان ان کان پڇيو.

”توهان هڪ هفتي کان ڪٿي هيا؟“ ان ڇوڪريءَ جي چهري تان مرڪ غائب ٿي وئي، ڪجهه نه سمجهڻ واري انداز ۾ اها ڊينئل ۽ سعود جو منهن ڏسندي رهي. سعود هڪدم مداخلت ڪئي ۽ آرڊر نوٽ ڪرائڻ شروع ڪيائين. اها اتان هلي وئي.

”ڊينئل! پاڻ کي هوش ۾ رک. تنهنجي ان سان ايتري ڄاڻ سڃاڻ ڪونهي جو تون ان جي هتي نه هجڻ جي باري ۾ اهڙي طرح پڇڻ لڳين.“

سعود ان کي ڪجهه تنبيهه ڪئي. ڏهن منٽن کان پوءِ اها ٻيهر ٽري سان ظاهر ٿي. ان دفعي ان ڇوڪريءَ نه ڊينئل ڏانهن ڏسڻ جي ڪوشش ڪئي هئي ۽ نه اها مرڪي هئي. خاموشي سان ان آرڊر ڏنل شين جي ٽري انهن جي حوالي ڪئي ۽ پوئتي هٽي وئي. اهي ٻئي پنهنجي ٽري کڻي هڪڙي ويجهي ٽيبل تي پهچي ويا.

”ته اها اُميد عالم آهي؟“

”جي!“ ڊينئل پري ڪائونٽر طرف ان تي نظرون ڄمائيندي چيو.

”ٺيڪ آهي، مان ان جي باري ۾ ڏس پتو معلوم ڪرڻ جي ڪوشش ڪندس. مگر ڇا اهو بهتر ڪونهي ته تون ان آڏو شادي جي تجويز (پروپوزل) پيش ڪر. گهٽ ۾ گهٽ ان جو ردعمل ته معلوم ٿي سگهندو.“ سعود ان کي مشورو ڏنو هيو.

”شاديءَ جي تجويز (پروپوزل)؟ ٺيڪ آهي مان اڄ ان کي پروپوز ڪندس.“

اهو هاڻي به ان کي ئي ڏسي رهيو هيو. سعود کي ڊينئل جي اُبهرائي تي حيرت ٿي رهي هئي. اهو گهڻو سنجيدو ۽ گهٽ ڳالهائو (رزرو) ماڻهو هيو. ڪنهن ڇوڪري جي باري ۾ ڊينئل جو اهڙي طرح والهانه انداز سعود جي لاءِ نئون هيو. ان وقت سعود کي ائين لڳي رهيو هيو ڄڻ ڊينئل پوري طرح جادوءِ جي اثر هيٺ آهي. ان هڪڙي گهڙي لاءِ به ڳالهه ڪندي ان ڇوڪريءَ تان نظرون ڪونه هٽايون هيون، ائين ڄڻ ان کي ڊپ هجي ته اها ٻيهر گم ٿي ويندي.

سعود اٺڪلاڪ ٻيو به ويٺو هيو پوءِ اٿي هليو ويو هيو جڏهن ته ڊينئل اتي ويٺو رهيو هيو. رات جو ان وقت کان اڳ ۾ جڏهن اها هلي ويندي هئي اهو اٿي ان ڏانهن آيو هيو. ان دفعي ڇوڪريءَ ڪجهه پريشاني مان ان کي ڏٺو.

"اُميد! ڇا توهان مون سان شادي ڪنديون؟"

ڇوڪريءَ کي ان پٽر جي بت وانگر بي جان ٿيندي ڏٺو. ڪجهه گهڙيون اها ساهه روڪي اهڙي طرح بيٺي رهي پوءِ اها وڏي تيزيءَ سان ڪائونٽر پٺيان دروازي مان گم ٿي وئي. ڊينئل ڪجهه دير تائين ان جو انتظار ڪندو رهيو مگر اها ٻيهر ظاهر ڪونه ٿي. اهو ڪجهه بيچين ۽ مايوس ٿي ٻاهر اچي پنهنجي گاڏي ۾ ويهي رهيو. ڊينئل هميشهه وانگر هاسٽل تائين گاڏي جو پيڇو ڪيو پوءِ واپس گهر اچي ويو. گهر اچڻ کان پوءِ ان فون تي سعود کي ان جي ردعمل جي باري ۾ ٻڌايو.

"چڱو ٺيڪ آهي. هاڻي مان ان جي باري ۾ ڪجهه معلومات حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪريان ٿو. تون پريشان نہ ٿي." سعود ان کي تسلي ڏئي فون بند ڪري ڇڏي.

ٻئي ڏينهن اهو پنهنجي معمول مطابق آفيس مان فارغ ٿيڻ کان پوءِ ٻيهر اتي ويو هيو ۽ اهو ڏسي بيچين ٿي ويو تہ اها هڪڙو ٻيرو وري ڪائونٽر تي نظر ڪونہ ٿي آئي.

"اُميد عالم، ان ڪالهه نوڪري ڇڏي ڏني." ان جي پيرن هيٺان جڻ ڪنهن زمين کسڪائي ڇڏي هئي، خبر نہ آهي ڇو ان کي اهو محسوس ٿي رهيو هيو تہ ان هن جي ڪري ئي نوڪري ڇڏي هئي. اهو ڪجهه گهڙيون ڪجهه بہ چوڻ کان سواءِ ڪائونٽر وٽ بيٺو رهيو پوءِ ٻاهر نڪري آيو ۽ ٻاهر نڪرڻ سان ئي اهو سڌو ان هاسٽل تي ويو هيو جتي اها رهندي هئي. چوڪيدار کان ان اُميد جي باري ۾ پڇيو ۽ چوڪيدار ڪجهه رُکي لهجي ۾ ان کي چيو.

"اها ڪالهه هاسٽل ڇڏي هلي وئي آهي."

"ڪيڏانهن هلي وئي؟" ان جي جڻ جان تي اچي پئي هئي.

"اها اسان کي خبر ڪونهي." چوڪيدار رُکائي سان جواب ڏيندي گيٽ بند ڪري ڇڏي. خبر نہ آهي اهو ڪيتري دير تائين موڪي ذهن سان گيٽ ٻاهران بيٺو رهيو هيو ان جي سمجهه ۾ ڪونہ ٿي آيو تہ هاڻي اهو ڇا ڪري، ان کي ڪيئن ۽ ڪٿي ڳولي، پوءِ خبر ڪونهي ڪهڙي خيال کان ان هڪڙو ٻيرو وري گيٽ کي ڪڙڪايو. چوڪيدار ٻاهر نڪتو.

"ڇا اُميد عالم مسلمان آهي؟" چوڪيدار ڪجهه حيراني مان ان جي سوال تي ان کي ڏٺو.

"ها، اها مسلمان آهي." اهو پنهنجي گاڏي ڏانهن موٽي آيو.

ان کي خبر ڪونہ هئي تہ اها ڪهڙي علائقي جي ڪهڙي مسجد هئي، ان کي صرف اهو ياد هيو تہ ڪيترا ڪلاڪ سڙڪ تي بي مقصد گاڏي هلائڻ کان پوءِ ان هڪڙي وڏي عاليشان مسجد ڏٺي ۽ ان اتي گاڏي بيهاري. مسجد ۾ وڃي امام سان ملاقات ڪئي هئي ۽ پنهنجي اچڻ جو مقصد ٻڌايو هيو. مسجد جو امام گهڻي دير تائين حيراني مان ان کي ڏسندو رهيو پوءِ ان مسجد ۾ ان وقت موجود ڪجهہ ماڻهن کي ڊينئل ايڊگر جي اچڻ جو مقصد ٻڌايو هيو. ڊينئل انهن سڀني جي چهرن تي بہ ايتري ئي حيراني ڏٺي. اهو وڏي صبر سان انهن سڀني کي تورو پرتي هڪٻئي سان ڳالهيون ڪندي ڏسندو رهيو. ڪجهہ منٽن کان پوءِ اهي آخرڪار ان ڏانهن آيا ۽ ان سان گرمجوشي سان هٿ ملايائون.

ڊينئل ايڊگر هڪڙي ڪلاڪ کان پوءِ ايمان علي جي صورت ۾ ان مسجد جي هال ۾ ڪجهہ ٻين ماڻهن سان گڏ انهن جي ئي پيروي ۾ نماز ادا ڪري رهيو هيو. دعا گهرندي امام جي دعا ختم ٿيڻ کان پوءِ ان هڪڙي ٻي دعا بہ گهري هئي ۽ ان کان پوءِ آمين چيو هيو.

اتان گهر موٽي اچي ان سعود ارتضيٰ کي فون ڪري سڀ ڪجهہ ٻڌايو هيو.

"ڊينئل نہ ايمان علي، مان جيڪو ڪم ڪرڻ گهريو ٿي اهو ڪري چڪو آهيان. جلد ڪيو آهي يا دير سان ان جو فيصلو وقت ڪندو. مان صرف اهو پڇڻ گهران ٿو تہ توهان مون کي اهو ٻڌاءِ تہ اُميد کي ڳولڻ جي سلسلي ۾ توهان منهنجي ڪهڙي مدد ڪري سگهو ٿا. ان کان علاوه مان ڪنهن اهڙي عالم سان بہ ملڻ گهران ٿو جيڪو مون کي ڪجهہ رهنمائي فراهم ڪري سگهي."

سعود کي ان جي لهجي ۾ موجود سڪون ۽ اطمينان حيران ڪيو.

ٻئي ڏينهن ٻنهي جي ملاقات ايمان علي جي آفيس ۾ ٿي هئي. سعود ان کي ڀاڪر پائي مبارڪ ڏني هئي.

"مان اجا ڪنهن تي پنهنجي مذهب جي تبديلي کي ظاهر ڪرڻ نٿو گهران. توقع ڪيان ٿو تہ توهان انهي ڳالهہ جو خيال رکندين." ان ڳالهہ شروع ڪندي سعود کي هدايت ڪئي.

”ٺيڪ آهي، توکي انهي باري ۾ پريشان ٿيڻ جي ضرورت ڪونهي. جيستائين اُميد جو تعلق آهي تہ سياڻي تائين توکي ان جي باري ۾ معلوم ٿي ويندو. اڄ شام مون سان گڏ هلجان، مان توکي هڪڙي اسڪالر سان ملائيندس.“ سعود اٿڻ کان اڳ چيو هيو.

شام جو اهو سعود سان گڏجي ان اسڪالر وٽ ويو هيو جنهن جو سعود ذڪر ڪيو هيو. هڪڙي غيرمعروف علائقي ۾ هڪڙي ننڍڙي مگر سٺي نموني سان ٺهيل گهر ۾ اهو هڪڙي ڊگهي قد ۽ سانوري رنگ واري ڏاڙهي رکيل ماڻهوءَ سان مليو هيو جنهن هٿ ملائڻ کان پوءِ ان کي ياڪر پاتو هيو. اهو ان کي اندر پنهنجي ڊرائنگ روم ۾ وٺي ويو هيو جتان جي سڀ کان نمايان ۽ خاص ڳالهہ اتان جي سادگي ۽ ڪتابن جو تعداد هيو. انهن جي اندر ويهڻ سان ئي هڪڙو ملازم هڪڙي ٽري ۾ کائڻ پيئڻ جون ڪجهہ شيون کڻي آيو هيو.

ايمان علي پنهنجون نظرون پنهنجي سامهون ويٺل شخص تي ڄمايون پيو هيو جنهن جو نالو ڊاڪٽر خورشيد اصغر هيو. جڏهن تہ اهو شخص وڏي پرسڪون انداز ۾ هلڪي مرڪ سان ملازم کي ميز تي شيون رکندي ڏسي هدايتون ڏيندو رهيو. ان شخص جي انداز ۾ هڪڙي خاص ڪشش ۽ طاقت هئي جنهن ايمان علي کي متاثر ڪيو هيو. ملازم جي وڃڻ کان پوءِ چانهہ پيئندي ان ئي پرسڪون انداز ۾ ان ايمان علي کي مخاطب ڪيو.

”مون کي شرم ٿو اچي تہ مان توهان جي خدمت لاءِ گهٽيون شيون پيش ڪري ڪونہ سگهيو آهيان.“ ان جي ڳالهہ تي ايمان علي ڪجهہ شرمسار ٿي ويو.

”توهان اڳ ۾ ئي گهڻي تڪليف ڪئي آهي، ايتري بندوبست جي ضرورت ڪونہ هئي، چانهہ جو هڪڙو ڪوپ ئي ڪافي هيو.“

”اهو بندوبست ان شخص جي لاءِ ڪونهي جيڪو مون کان ڪجهہ سکڻ آيو آهي، اهو بندوبست ان شخص جي لاءِ آهي جنهن کان مان ڪجهہ سکڻ وارو آهيان.“

ايمان علي چانهہ پيئندي رڪجي ويو ان جي ڳالهہ هن جي سمجهہ ۾ ڪونہ آئي هئي. ڪجهہ منجهيل نظرن سان ان گڏ ويٺل سعود کي ڏٺو جيڪو بي نيازي سان چانهہ پيئڻ ۾ مصروف هيو.

"سعود صاحب کان معلوم ٿيو تہ توهان هڪڙي عورت جي لاءِ ڊينئل ايڊگر مان ايمان علي ٿي ويا آهيو. اسان کي ان عورت کي ڏسڻ جو شوق آهي جنهن جي لاءِ توهان ايمان علي ٿي ويا آهيو. سچ پڇو تہ تمام گهٽ عورتون اهڙيون هونديون آهن جن جي لاءِ ڪوئي ايمان علي ٿيڻ جي خواهش ڪري" ايمان علي ان جو چهرو ڏسڻ لڳو.

"ڇا توهان کي خبر آهي تہ توهان ڪهڙي واٽ جي چونڊ ڪئي آهي؟" ان هڪدم ايمان علي کان پڇيو.

"نہ." ان شخص جي چپن تي هڪڙي مرڪ تري آئي.

"مان ايترو ڄاڻان ٿو تہ پنهنجي سامهون موجود ٽن رستن مان مون سڀ کان بهتر رستي جي چونڊ ڪئي آهي. هاڻي اهو رستو ڪيڏانهن ويندو اهوئي معلوم ڪرڻ لاءِ مان توهان وٽ آيو آهيان."

"اهو آزمائش جو رستو آهي ..... توهان کي خبر آهي آزمائش ڇا آهي؟" ايمان علي انڪار ۾ متو ڌوڻيو. "ها. توهان کي انهيءَ ڪري معلوم ،ڪونہ هوندو ڇو تہ توها ن سموري زندگي مذهب جي دائري کان ٻاهر رهيا آهيو.مگر هاڻي ڪجهہ وقت کان پوءِ توهان کي آزمائش سان بہ منهن ڏيڻو پوندو. ان وقت اهو فيصلو ٿي سگهندو تہ توهان ۾ دين جي لاءِ ڪيتري پختگي (استقامت) آهي. توهان روزانو هن وقت مون وٽ ايندا ڪجو. مان ڪوشش ڪندس تہ دين جي باري ۾ توهان جي واقفيت وڌائي سگهان. دين سان عشق تہ الله ئي وڌائيندو."

ان گهڻي عجيب انداز ۾ مرڪندي چيو هيو.

اهو تقريبن بہ ڪلاڪ ان وٽ وينو رهيو. ان هن کي گهڻين ئي بنيادي ۽ ضروري ڳالهين کان آگاهہ ڪيو هيو. وڃڻ کان پهريائين ان هن کي ڪجهہ ڪتاب مطالعي لاءِ ڏنا. اهو ان کان واپس ايندي گهڻو مطمئن هيو. رات جو سمهڻ کان پهريائين ان کي پنهنجي گذريل رات نماز دوران ڪيل دعا ياد آئي هئي.

"هر ماڻهوءَ کي ڪنهن نہ ڪنهن شي جي طلب ئي مذهب ڏانهن وٺي ايندي آهي، مون کي هڪڙي عورت جي طلب ان طرف وٺي آئي آهي ۽ هاڻي جڏهن مون وٽ ايمان آهي تہ مان ان ئي ايمان جو سهارو وٺي توکان دعا ڪريان ٿو تہ مسلمان جي حيثيت ۾ منهنجي پهرين دعا قبول فرماءِ. جيڪڏهن منهنجي محبت ۾ خلوص آهي تہ اها ڇوڪري

مون کي ملي وڃي. مان زندگيءَ ۾ پهريون دفعو توکان ڪجهہ گهري رهيو آهيان، ان کان اڳ مون کي ڪڏهن ضرورت ئي ڪونہ پئي هئي مگر هاڻي اهڙي طرح هڪڙي مسلمان طور تنهنجي سامهون گوڏا کوڙي مون کي اهو يقين آهي تہ مون کي ٺڪرايو ڪونہ ويندو. منهنجي دعا قبول ڪئي ويندي. مون کي ان شي سان نوازيو ويندو جنهن جي مون کي خواهش آهي.“

ايمان علي اکيون بند ڪري پنهنجا لفظ ياد ڪيا هيا ۽ پوءِ اکيون کولي ڇڏيون. ”ها، مون کي يقين آهي تہ اها مون کي ملي ويندي. گهٽ ۾ گهٽ هاڻي ضرور ملي ويندي“ ان ٻيهر سمهڻ لاءِ اکيون بند ڪندي سوچيو.

*******

”اها ان ئي هاسٽل ۾ آهي. ان جو پيءُ فوج ۾ ميجر هيو. اهي ٻہ ڀينرون ۽ ٻہ ڀائر آهن. ان جو گهر راولپنڊي ۾ آهي. اڃا ان شادي ڪونہ ڪئي آهي.“

سعود ارتضيٰ ٻئي ڏينهن شام جو ان کي اُميد عالم جي باري ۾ سمورا تفصيل ٻڌايا هيا. ان وٽ اُميد جي راولپنڊي واري گهر جي ايڊريس ۽ فون نمبر بہ هيو.

”مگر چوڪيدار تہ چيو هيو تہ اها اتي ڪونهي.“ اهو سعود جي اطلاع تي ڪجهہ حيران ٿيو.

”ها، چوڪيدار ڪوڙ ڳالهايو هوندو. ٿي سگهي ٿو ڪوڙ ڳالهائڻ لاءِ ان کي اُميد ئي چيو هجي.“

”پوءِ هاڻي..... هاڻي ڇا ڪرڻ گهرجي؟“

”مان ڪنهن جي ذريعي ان جي گهر وارن سان رابطو ڪري تنهنجو رشتو موڪلڻ جي ڪوشش ڪيان ٿو.“

”تون اهو ڪم ڪيئن ڪندين؟“

”تون اهو مون تي ڇڏي ڏي.“ سعود ان کي چيو.

*******

ان کي خبر ڪونہ هئي تہ سعود اُميد جي گهر وارن سان رابطو ڪرڻ لاءِ ڪهڙي نموني سان ڪوشش ڪري رهيو آهي. ان اهو معاملو مڪمل طور تي ان تي ڇڏي ڏنو هيو. هاڻي اهو روزانو رات جو ڊاڪٽر

خورشيد وٽ هليو ويندو هيو. اهو پنهنجي زندگي ۾ وڏن وڏن اسڪالرن سان ملندو رهيو هيو. هارورڊ ۾ تعليم دوران به پنهنجن ڪجهه پروفيسرن کان اهو گهڻو زياده متاثر هيو. مگر ٽين دنيا جي هڪڙي ننڍڙي ملڪ ۾ رهڻ وارو اهو اسڪالر ان جي لاءِ حيران ڪندڙ هيو. اهو جامعہ الازهر جو تعليم يافته هيو ۽ اردو ۽ انگريزي سان گڏوگڏ عربي به گهڻي رواني سان ڳالهائيندو هيو مگر هن کي سڀ کان وڏو جهٽڪو ان وقت لڳو هيو جڏهن هڪڙي ڏينهن ان سان ڳالهائيندي رواني ۾ هن هڪڙو جملو جرمن ٻولي ۾ چيو ۽ ڊاڪٽر ان جملي جو جواب ايتري ئي صاف جرمني ۾ ڏنو هيو.

"جرمني؟" اهو حيراني مان ان جو منهن ڏسڻ لڳو.

"توهان وانگر مان به ڪجهه ٻوليون ڳالهائي سگهندو آهيان." ان جو اطمينان برقرار هيو.

ان ڏينهن کان پوءِ اهو گهڻو ڪري هن سان جرمني ۾ ئي گفتگو ڪندو هيو. ڪنهن انسان جي علم جي حد ڇا هوندي آهي يا ٿي سگهي ٿي، هي اهو اندازو لڳائڻ کان قاصر هيو. ڊاڪٽر خورشيد وٽ هر ڳالهه جي باري ۾ معلومات هئي ۽ صرف معلومات ئي ڪونه هئي پر يقين ڏيارڻ جي لاءِ حوالا ۽ قائل ڪرڻ جي لاءِ دليل به هيا. ان وٽ صرف اسلام جي باري ۾ خاطر خواهه معلومات ڪونه هئي بلڪ دنيا جي هر ننڍي وڏي مذهب جي باري ۾ معلومات هئي. ان جي ذهن ۾ اسلام جي باري ۾ جيترا مونجهارا هيا، اهو هڪڙي ماهر اٽيندڙ وانگر هر ڳنڍ کوليندو ويندو هيو. ڪڏهن هي ان جي ڳالهين تي لاجواب ٿي ويندو هيو ۽ جڏهن هي ان جي تعريف ڪندو هيو ته اهو چوندو هيو.

"ڪوبه دليل لاجواب نٿو ڪري سگهي جيستائين دليل ۾ طاقت نه هجي، منهنجو دين دليل جو دين آهي. منطق جو دين آهي. سڙڪ تي وينل هڪڙو اڻ پڙهيل مسلمان به جيڪڏهن دين جو علم ۽ شعور رکندو هجي ته اهوبه ڪنهن کي اهڙي طرح لاجواب ڪري ڇڏيندو. ڇوته جنهن ذريعي مان اسان دليل وٺندا آهيون اهو قرآن شريف آهي، خدا آهي، پيغمبر آهي، اسلام آهي. پوءِ دليل لاجواب ڪيئن نه ڪندو. جڏهن سيئي ذريعا آسماني هجن ته اسان انسان جيڪي زمين جي مخلوق آهيون اهي مڃڻ لاءِ مجبور ٿي وڃون ٿا.

اهو ان جي ڳالهين تي جيترو غور ڪندو هيو ايتروئي ان جو ذهن صاف ٿي ويندو هيو.

”ٻن قسمن جي زمين هوندي آهي. هڪڙي اها جيڪا ڪلراٺي هوندي آهي، ڪنهن به موسم جي برسات اتي ڪيترو به پاڻي وسائي ان زمين کي غير آباد ئي رهڻو آهي، اتي ساوڪ ڪونه ٿيندي. ٻي زمين زرخيز هوندي آهي. پاڻي جو هلڪو ڇٽڪار به اتي ساوڪ پيدا ڪندو مگر ضرورت صرف ساوڪ جي ته ڪونه هوندي آهي. ان ساوڪ جي هوندي آهي جنهن مان ڪو فائدو حاصل ٿئي ورنه ساوڪ ۾ زهريليون جڙي ٻوٽيون ۽ ڪنڊن وارا ٻوٽا به شامل هوندا آهن. توجهه ۽ احتياط نه ڪيو وڃي ته زرخيز زمين ۾ اهي ٻئي شيون گهڻي انداز ۾ اڀري ويندي آهن. انهيءَ ڪري ضروري هوندو آهي ته صرف پاڻي نه ڏنو وڃي پر زمين جي زرخيزي کي چڱي نموني سان استعمال به ڪيو وڃي. توهان کي به الله تعاليٰ اهڙو زرخيز دماغ ۽ روح ڏنو آهي. هاڻي توهان تي فرض آهي ته توهان پنهنجو پاڻ کي اهڙين نقصانڪار جڙي ٻوٽين ۽ ڪنڊن وارن ٻوٽن کان بچايو. ان ساوڪ جي حفاظت ڪريو جيڪا توهان جي زندگي کي هڪڙو نئون موڙ ڏئي رهي آهي ۽ توهان جي لاءِ اها ڪوشش ڪو مشڪل ڪم ڪونهي، توهان ڪري ويندا.“

اهو ايتري يقين سان چوندو هيو جو ان کي حيراني ٿيڻ لڳندي هئي، ان ايمان، ان اعتماد ۽ يقين تي جيڪو ان کي هن تي هيو. اهو ان وٽ اچڻ وارو اڪيلو نئون مسلمان غير ملڪي ڪونه هيو.

ان هن کي ٻين گهڻن نون مسلمانن سان به ملايو هيو جيڪي ان وانگر اسلام قبول ڪرڻ کان پوءِ ان وٽ رهنمائي جي لاءِ ايندا هيا. ان کي محسوس ٿي رهيو هيو ته ان جي زندگي آهستي آهستي تبديل ٿي رهي آهي. مذهب جو نه هجڻ ۽ مذهب جو هجڻ به مختلف تجربا آهن ۽ مذهب جي هجڻ جو تجربو نه هجڻ جي تجربي کان وڌيڪ بامعنيٰ، پرلطف ۽ بامقصد هيو.

”مون ڪڏهن زندگيءَ ۾ مذهب جي ضرورت ئي محسوس ڪونهي ڪئي، خدا تي يقين ضرور رکندو هيس ۽ اهو به سوچيندو هيس ته سيئي مذهب الله جي طرفان ئي آهن باقي مان پاڻ ڪڏهن به ڪنهن مذهب کان ايترو متاثر ڪونه ٿيس جو مذهب قبول ڪيان ها ۽ دراصل ان سان

منهنجي زندگيءَ ۾ ڪو خاص فرق بہ ڪونہ پيو هيو. مان ڏاڍي سٺي زندگي گذاري رهيو هيس، مون کي ڪڏهن ڪا ڪاميابي حاصل ڪرڻ لاءِ مذهب جو سهارو وٺڻ جي ضرورت ڪونہ پئي نہ ئي الله کي ياڏائڻو پيو. توهان پاڻ سوچيو انهيءَ صورت ۾ انهن حالتن ۾ مذهب هڪڙي ضرورت ڪونہ هوندو آهي بس هڪڙي اختياري شي بڻجي ويندو آهي. جنهن جي هجڻ يا نہ هجڻ سان زندگي ۾ ڪو زياده فرق ڪونهي پوندو.“

اهو منجهيل انداز ۾ ان کي ٻڌائيندو هيو ۽ اهو پرسڪون انداز ۾ مرڪندي هن جي ڳالهہ ٻڌندو رهندو هيو.

”توهان جي خوش قسمتي اها آهي تہ الله توهان کي هميشهہ سڌي واٽ (صراطِ مستقيم) تي رکيو ۽ ڪنهن آزمائش ۾ ڪونہ وڌو انهيءَ ڪري توهان سوچي ڇڏيوتہ مذهب جي ضرورت ئي ڪونهي. صرف سڀني مذهبن جو احترام ڪرڻ ۽ الله جي وجود کي مڃڻ سان ڪم هلي ويندو. توهان کي آزمائش ۾ نہ وڌوتہ ان جو اهو مطلب ڪونهي تہ توهان کي ڪڏهن بہ آزمائش ۾ ڪونہ وڌو ويندو. مذهب جي اهميت جو اصل اندازو تہ ان وقت ٿيندو آهي جڏهن توهان آزمائش ۾ هجو. آزمائش بلڪل ڏبڻ وانگر هوندي آهي، ان مان ماڻهو صرف پنهنجي بل بوتي تي نڪري ڪونہ سگهندو آهي. ڪنهن رسي جي ضرورت هوندي آهي، ڪنهن جي هٿ جي گهرج هوندي آهي ۽ ان وقت اهو رسو ۽ هٿ مذهب هوندو آهي. رسو ۽ هٿ نہ هوندا تہ توهان ڏبڻ ۾ جيترو هٿ پير هڻندا ايتروئي جلدي ٻڏندا. پاڻي ۾ ٻڏڻ وارو ماڻهو زنده نہ تہ مرڻ کان پوءِ ٻاهر اچي ويندو آهي مگر ڏبڻ جنهن شخص کي ڳهڻ ۾ ڪامياب ٿي ويندي آهي، ان کي ٻيهر ظاهر ڪونہ ڪندي آهي پر جيڪو شخص هڪڙو ڀيرو رسي ۽ هٿ جي وسيلي ڏبڻ مان نڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي وڃي اهو ٻي ڪنهن ڏبڻ کان ڪونہ ڊڄندو آهي. ان کي يقين هوندو آهي تہ اهو دانهون ڪوڪون ڪندو تہ هٿ ۽ رسو آخرڪار اچي ويندا. هاڻي سوچيو پنهنجي خوش قسمتي تي تہ توهان انهن ماڻهن جي قطار ۾ شامل ٿي ويا آهيو جيڪي ڏبڻ ۾ ڦاسڻ تي هٿ ۽ رسي کي پڪاري سگهن ٿا ۽ انهن جي اچڻ جي توقع بہ ڪندا.“ اهو هر ڀيري ان جي گهر کان موٽندي گهڻو خوش هوندو هيو.

❊❊❊❊❊❊❊

سعود پنهنجن گهر وارن جي ذريعي ايمان علي جو رشتو اُميد جي گهر موڪليو هيو. انهن ڪجهه ڏينهن سوچڻ لاءِ چيو ۽ ان کان پوءِ انهن انڪار ڪري ڇڏيو. سعود ڪجهه ڀيرا وري ڪوشش ڪئي پر ان جو نتيجو به اهوئي رهيو. ان ايمان علي کي ان جي باري ۾ ٻڌايو ۽ اهو پريشان ٿي ويو.

”ڇا تون اڃا وڌيڪ ڪوشش نٿو ڪري سگهين؟“ ان هڪڙو ڀيرو وري سعود کان پڇيو.

”مان ڪجهه ٻين ماڻهن جي ذريعي انهن کي زوربار ڪرائڻ جي ڪوشش ڪندس. هاڻي ڏسجي ته ڇاٿو ٿئي.“ سعود ڪجهه وڌيڪ پرامید نٿي لڳو. ايمان علي جي بيچيني ۽ پريشاني ۾ اضافو ٿي ويو هيو. اهو روزانو ڊاڪٽر خورشيد وٽ ويجي رهيو هيو ۽ ان جي مايوسي گهڻي دير ان کان لڪي ڪونه سگهي هئي. ان هن کان سبب پڇيو هيو ۽ ان جي اصرار تي هن ان کي سڀ ڪجهه ٻڌايو. هن جون سيئي ڳالهيون ٻڌي اهو مرڪيو.

”اُميدعالم سان توهان کي ڪيتري محبت آهي؟“

اهو ان جي سوال تي ڪجهه لڄي ٿي ويو. ”اها مونکي خبر ڪونهي مگر.....“

ڊاڪٽر خورشيد ان جي ڳالهه ڪٽي ورتي. ”مگر محبت ضرور ڪيو ٿا.“ ان هن جي اڌوري جملي کي مڪمل ڪيو. اهو خاموش رهيو.

”توهان مون کي ٻڌايو هيوته توهان ان جي حاصل ٿيڻ لاءِ دعا ڪندي الله کي عرض ڪيو هيوته جيڪڏهن توهان جي محبت ۾ خلوص آهي ته اها توهان کي ملي وڃي، هاڻي توهان دعا ڪيوته جيڪڏهن ان عورت سان شادي توهان جي لاءِ بهتر هجي ته اها توهان کي ملي ورنه صرف محبت جي حصول جي دعا نه ڪيو ۽ پوءِ توهان مطمئن ٿي وڃو. الله پاڪ توهان جي لاءِ ڪونه ڪو رستو ڪيندو.“

”مگر مان ته اُميد کان سواءِ رهي نٿو سگهان.“

”ايمان کان سواءِ نٿو رهي سگهجي ۽ توهان وٽ ايمان آهي.“ ان جو جواب ايتروئي برجستو هيو.

”توهان سمجهي ڪونہ رهيا آهيو. مان، اها منهنجي لاءِ، مون کي سمجهہ ۾ نٿو اچي تہ مان توهان کي پنهنجي ڳالهہ ڪيئن چوان.“ اهو منجهي پيو هيو.

”تہ نہ چئو. جيڪڏهن ڳالهہ چوڻ لاءِ لفظ نہ ملندا هجن تہ پنهنجي ان ڳالهہ يا جذبي تي هڪڙو ڀيرو وري غور ڪرڻ گهرجي.“

اهو ان جو منهن ڏسندو رهجي ويو. ”اها منهنجي زندگيءَ جو حصو بڻجي چڪي آهي، ان کان سواءِ مان پنهنجي زندگي جو تصور نٿو ڪري سگهان.“

”انسان صرف خدا کان سواءِ رهي نٿو سگهي. باقي هر شي کان سواءِ رهي سگهجي ٿو چاهي توري دير لاءِ ئي سهي.“

اهو قائل ڪونہ ٿيو هيو مگر ڪنڌ جهڪائي ماٺ ٿي ويو.

جيستائين انسان کي پاڻي نٿو ملي ان کي ائين لڳندو آهي تہ اهو اڄ ڪري مري ويندو مگر پاڻيءَ جو ڍُڪ پريندي ئي اهو ٻين شين جي باري ۾ سوچڻ لڳندو آهي. پوءِ ان کي اهو خيال بہ ڪونہ ايندو آهي تہ اهو اڄ ڪري مري سگهيو ٿي.“ ان ڪنڌ مٿي ڪري ڊاڪٽر خورشيد کي ڏٺو.

”مگر ماڻهو اڄ ڪري مري بہ ويندا آهن.“

”نہ، اڄ ڪري ڪونہ مرندا آهن. مرندا تہ اهي پنهنجي وقت تي آهن ۽ اهڙي طرح جيئن خدا گهرندو آهي مگر دنيا ۾ ايتريون شيون اسان جي اڄ ٿي وينديون آهن جو پوءِ اسان کي زندهہ رهندي بہ وري وري موت جي تجربي مان گذرڻو پوندو آهي.“

”تہ ڇا مان ان سان محبت نہ ڪيان؟“

”توهان محبت ضرور ڪريو مگر محبت جي حصول جي ايتري خواهش نہ ڪيو. توهان جي مقدر ۾ جيڪا شي هوندي اها توهان کي ملي ويندي، مگر ڪنهن شي کي خواهش بڻائي پنهنجي وجود تي طاري ٿيڻ نہ ڏيو ورنہ اها سڀ کان پهريان ايمان کي ڳِهَندي. توهان ان عورت جي حصول جي لاءِ دعا جي ڪوشش بہ ڪئي آهي. هاڻي صبر ڪيو ۽ معاملن کي الله تي ڇڏي ڏيو. پريشان ٿيڻ، راتين جو جاڳڻ ۽ رڄ جي پنيان ڀڄڻ سان ڪنهن شي کي مقدر نٿو بڻائي سگهجي.“

ان رات اهو ان جي ڳالهين تي غور ڪندو رهيو هيو.

”مگر اُمِيد کان بغير مان رهي نٿو سگهان.“ سمهڻ کان اڳ ۾ چڙ ان ٽڪجي هارائي سوچيو هيو.

هڪڙو مهينو ائين گذري ويو هيو. سعود روزانو ان کي اهوئي ٻڌائيندو هيو تہ اهو ڪوشش ڪري رهيو آهي. اهو پنهنجي اداسي ۽ مايوسي کان ڇوٽڪارو نٿي حاصل ڪري سگهيو. ڊاڪٽر خورشيد وٽ وڃي ان کي ڪجهہ سڪون ملي ويندو هيو. گهر واپس اچڻ کان پوءِ ان جي باري ۾ سوچيندو رهندو هيو.

ان ڏينهن بہ اهو ڊاڪٽر خورشيد وٽ ويو هيو. ان سان ڳالهيون ڪندي اڌ ڪلاڪ گذري ويو، پوءِ ان پنهنجي واچ ۾ ڏسي چيو.

”اڄ توهان کي ڪنهن سان ملائڻ گهران ٿو. ان ڳالهہ جو مون کي يقين آهي تہ اچڻ واري سان ملي توهان گهڻو خوش ٿيندا.“

ان جي چهري تي هڪڙي عجيب مرڪ هئي. ڏهن منٽن کان پوءِ دروازي جي گهنٽي وڳي ۽ پوءِ ملازم جنهن ڇوڪريءَ کي وٺي ڪمري ۾ داخل ٿيو ان کي ڏسي اهو بي اختيار اٿي بيهي رهيو هيو.

اُميد هڪڙي نظر ان ڏانهن ڏٺو ۽ پوءِ ڊاڪٽر خورشيد ڏانهن متوجهہ ٿي وئي جيڪو ان کي ڀليڪار ڪري رهيو هيو. ايمان علي کي پنهنجي دل جو ڌڙڪڻ ٻاهر تائين ٻڌڻ ۾ پئي آيو. اها هاڻي هئي صوفي تي ويهي رهي هئي.

”تعارف جي ڪا ضرورت ڪونهي،“ ڊاڪٽر خورشيد اهو چئي ڪمري مان نڪري ويو هيو.

اهي ٻئي هاڻي ڪمري ۾ اڪيلا هيا. ڳالهہ جي شروعات اُميد ڪئي.

”توهان مون سان شادي ڇو ڪرڻ گهرو ٿا.“ ان جي سوال ۽ انداز ۾ بيزاري هئي.

”ڇوتہ مون کي توهان سان محبت آهي.“

”اهو هڪڙو گهڻو بيهودو ۽ فضول جواب آهي.“ اهو ان کي ڏسندو رهجي ويو.

”نہ توهان منهنجي ملڪ سان تعلق رکو ٿا ۽ نہ ئي توهان منهنجي مذهب سان تعلق رکو ٿا.“

ان ڳالهہ ڪندي پاڻ ئي پنهنجي جملي کي صحيح ڪيو. ”صرف هڪڙي ڇوڪري سان شاديءَ جي لاءِ مذهب تبديل ڪرڻ ڪنهن بہ

ماڻهوءَ کي گهڻو ناقابل اعتبار بڻائي ڇڏيندو آهي ۽ اهڙي شخص سان شادي گهڻو مشڪل ڪم آهي.“

”مون مذهب تبديل ڪونہ ڪيو آهي. مذهب اختيار ڪيو آهي. هن کان اڳ مان ڪنهن بہ مذهب جو پيروڪار ڪونہ هيس.“

”جيڪو بہ آهي ليڪن مان مسلمان آهيان ۽ هڪڙي شخص سان شادي ڪرڻ جنهن کي اسلام قبول ڪئي چار ڏينهن ٿيا آهن، گهڻو مشڪل ڪم آهي. مان زندگيءَ ۾ جوکم (رسڪ) ڪونہ ڪڻندي آهيان ۽ وري هڪڙي اهڙي شخص لاءِ جنهن کي مان سڃاڻان ڪونہ ٿي، جنهن جو ڪو اتو پتو ڪونهي ان سان شادي ڪيئن ٿي سگهي ٿي.“

اهو وڏي صبر سان ان جون ڳالهيون ٻڌندو رهيو.

”۽ شايد ماڻهو سيني ڳالهين کي نظرانداز ڪر ڇڏي مگر مذهب، مذهب کي نظرانداز ڪيئن ٿو ڪري سگهجي.“

”مان توهان جي مذهب سان ئي تعلق رکان ٿو.“

”مگر توهان پيدائشي مسلمان ڪونہ آهيو. توهان جا پيءُ ماءُ مسلمان ڪونہ آهن.“

”اها منهنجي وس جي ڳالهہ ڪونهي، مگر مان مسلمان ٿي چڪو آهيان.“

”ڪيترن ڏينهن جي لاءِ؟“

ايمان علي کي ان جي لفظن تي پهريون دفعو تڪليف ٿي. ”توهان کي منهنجي نيت تي شڪ نہ ڪرڻ گهرجي.“

”شادي هر انسان پنهنجي مرضي سان ڪرڻ گهرندو آهي، ڪنهن کي ايتري حدتائين تنگ ڪيو وڃي تہ اهو..... هونئن بہ توهان ..... مان توهان جي باري ۾ ڪو فيصلو ڪرڻ جي قابل ڪونہ آهيان.“ اها چئي رهي هئي.

”جيڪڏهن توهان وٽ مون کان بهتر شخص جي چونڊ (آپشن) هجي تہ توهان ان سان شادي ڪريو پر جيڪڏهن مون کان بهتر ڪونهي تہ پوءِ مون سان شادي ڪرڻ ۾ ڪهڙو هرج آهي. مان گذريل اٺن سالن کان پاڪستان ۾ آهيان. توهان گهرندا تہ مان آئنده بہ هتي رهندس.“

”مگر مون کي خبر ڪونهي تہ توهان دل سان ان مذهب کي اختيار ڪري رهيا آهيو يا اهو صرف ڏيکاءُ آهي.“

”مون وٽ اهو ثابت ڪرڻ لاءِ ڪوئي ثبوت ڪونهي.“ ان ويچارگي مان چيو.

ڪمري ۾ هڪڙي ڊگهي ماٺ ڇانئي رهي.

”توهان کي منهنجي باري ۾ ڪابه خبر ڪونهي.“

”توهان ٻڌايو.“

اها ان جو چهرو ڏسندي رهي. ”تمام ننڍي عمر ۾ منهنجو مڱڻو ٿي ويو هيو. مون کي پنهنجي مڱيندي سان تمام گهڻي محبت هئي. اسان جو مڱڻو نَوَ سال قائم رهيو پوءِ..... پوءِ منهنجي مڱيندي مون سان شادي ڪرڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو.“ ان جي نڙيءَ ۾ ڪا شي ڦاسي پئي هئي. ايمان علي گهڻي غور سان ان جو چهرو ڏٺو.

”ڇو؟“

”ڇوته مون .....“ اها ڪجهه چوندي چوندي رڪجي وئي. ”اهو ٻڌائڻ ضروري ڪونهي، توهان ڪجهه به سمجهو..... ڪجهه به سوچيو مگر بهرحال ان مون سان شادي نه ڪئي.“

”ٺيڪ آهي، مان اهو سمجهان ٿو ته توهان جي شادي مون سان ٿيڻي هئي. انهيءَ ڪري توهان جي مڱيندي سان نه ٿي سگهي.“

ان اُمِيد جي چهري تي بيزاري ڏٺي هئي. ڪمري ۾ هڪڙو ڀيرو وري ڊگهي خاموشي ڇانئجي وئي هئي ۽ ان خاموشي کي ان دفعي ڊاڪٽر خورشيد ٽوڙيو هيو. اهو ڪمري ۾ اچي ويو هيو.

”ته پوءِ توهان ڇا طئي ڪيو؟“ ان گهڻي عام انداز ۾ اهڙي طرح چيو ڄڻ اهي ٻئي ان مقصد جي لاءِ هتي گڏ ڪيا ويا هجن. اُمِيد ڪجهه ڪونه چيو. ايمان علي به ماٺ رهيو.

”اُمِيد! توهان ايمان علي سان ڳالهايو؟“ ان نرم آواز ۾ ان کان پڇيو.

”ها ..... منهنجا ڪجهه شرط آهن.“ ايمان علي ڪنڌ مٿي کڻي ان کي ڏٺو. اها تمام گهڻو منجهيل نظر اچي رهي هئي.

”ڇا ايمان علي کي شرط منظور آهن؟“ ان دفعي ڊاڪٽر خورشيد ايمان علي ڏانهن ڏٺو هيو.

”مون اڃا ان کي پنهنجا شرط ڪونه ٻڌايا آهن.“

”مگر مان معلوم ڪرڻ کان سواءِ ئي ان جا سڀ شرط مڃڻ لاءِ تيار آهيان.“ ايمان علي چيو هيو.

"توهان پهريان شرط ٻڌو ان کان پوءِ ڪو فيصلو ڪريو." اُمِيد جو لهجو سخت هيو.

"هي اسلام قبول ڪري چڪو آهي تہ هڪ سال تائين اسلام جي باري ۾ سڀ ڪجهہ سمجهي ۽ اسلامي تعليمات تي عمل ڪري، هڪ سال تائين جيڪڏهن اهو مسلمان رهيو ۽ هڪڙي سٺي مسلمان وانگر فرض پورا ڪندو رهيوتہ پوءِ مون کي شادي تي ڪو اعتراض ڪونہ هوندو. ٻيو شرط اهو آهي تہ هڪ سال جي دوران اهو مون سان ڪوبہ رابطو نہ ڪري." اها ڪنڌ ڪٽي ايمان علي کي ڏسي رهي هئي.

"تہ ايمان علي! توهان انهن شرطن جي باري ۾ ڇاٽا چئو؟" ڊاڪٽر خورشيد ان کان پڇيو.

"مان اڳ ۾ ئي چئي چڪو آهيان تہ مون کي ڪوئي اعتراض ڪونهي، مون کي سڀ شرط قبول آهن." اهو بيحد پرسڪون لڳي رهيو هيو.

"مگر ڇا مان اهو سمجهي ڇڏيان تہ انهن شرطن کي پورو ڪرڻ کان پوءِ توهان مون سان شادي ڪندا؟" ان دفعي ان اُمِيد کان پڇيو.

"ها." اها ان ڏانهن ڏسڻ کان سواءِ اٿي بيهي رهي.

ڊاڪٽر خورشيد ان کي ٻاهر تائين ڇڏڻ ويو. ايمان علي کي يقين ڪونہ آيو هيوتہ اهاڻي ان وٽ آئي هئي. ان کي اندازو ڪونہ ٿي سگهيوتہ اهو ڪيترو خوش هيو مگر ان کي اها خبر ضرور هئي تہ ان جو ملال ۽ افسردگي ختم ٿي ويا هيا.

"اهاتہ صرف هڪڙي سال جي ڳالهہ آهي، مان تنهنجي لاءِ سڄي عمر انتظار ڪري سگهان ٿو." ان جي وجڻ کان پوءِ ان مرڪندي ڇپن ۾ چيو هيو.

ڊاڪٽر خورشيد واپس ڪمري ۾ اچي ويو ان جي چهري تي گهڻي معنيٰ خيز مسڪراهٽ هئي.

"تہ ايمان علي! ڇا هڪ سال تائين انتظار ڪري سگهندين؟"

"ها، ڪندس." ان جو آواز گهڻو مضبوط (مستحڪم) هيو.

"اها گهري ٿي تہ توهان ۾ دين جي لاءِ استقامت ۽ ثابت قدمي پيدا ٿي وڃي." ان ويهندي جڻ وضاحت ڪئي.

"تہ ..... " ايمان علي مرڪندي چيو. "اها گهري ٿي تہ مان ان کي وساري ڇڏيان. ان جو خيال آهي تہ هڪ سال تائين نہ مان ان سان رابطو

رکندس ۽ نہ وري ان کي ڏسندس تہ پوءِ ان جي باري ۾ سوچڻ بہ ڇڏي ڏيندس مگر ان کي منهنجي محبت جو اندازو ڪونهي.“

اهو ڳالهائيندي اٿي بيهي رهيو. ڊاڪٽر خورشيد ان کي گهرين نظرن سان ڏسندو رهيو.

*******

هڪڙو سال ڪيئن گذريو هيو ان کي اندازو ڪونہ ٿيو مگر هڪڙي سال جي دوران ان ڊاڪٽر خورشيد جي ٻڌايل هر ڳالهہ تي عمل ڪيو. ڪڏهن ڪڏهن دعوتن (پارٽين) ۾ شراب پيئڻ واري عادت ان ڇڏي ڏني، پنهنجي سيڪريٽري سان ملڻ جلڻ ڇڏي ڏنو. اهو هر رات ڊاڪٽر خورشيد وٽ ايندو هيو ۽ ان کي پنهنجي پوري ڏينهن جي ڪِرتا ٻڌائيندو هيو. زندگيءَ ۾ ننڍين ننڍين مسئلن کي ان ڪڏهن خاطر ۾ ڪونہ آندو هيو مگر انهن ئي مسئلن کي اهو نئين سر ڏسڻ لڳو هيو. ان جي اندر پهريان کان وڌيڪ برداشت اچي وئي هئي. ان جي اخلاقي قدرن ۾ گهڻيون ئي تبديليون اچي ويون هيون. ان کي آهستي آهستي احساس ٿيڻ لڳو هيو تہ اهو اڻ ڄاڻائي ۾ دنيا جي سڀ کان وڏي نعمت حاصل ڪري چڪو هيو. مسلمان هجڻ ۽ ايمان حاصل ڪرڻ هر انسان جي مقدر ۾ ڪونهي هوندو. ان کي ان عورت تي اجا گهڻو پيار ايندو هيو جنهن کي حاصل ڪرڻ جي خواهش ان کي مسلمان ٿيڻ تي مجبور ڪيو هيو ۽ مسلمان ٿيڻ کان پوءِ اهو جڻ منزل تي پهچي ويو هيو.

پنهنجي والدين کي ان مذهب جي تبديلي جي باري ڪونہ ٻڌايو هيو. مگر ان انهن کي اهو ضرور ٻڌايو هيو تہ اهو ڪجهہ وقت کان پوءِ پاڪستان ۾ ئي هڪڙي مسلمان ڇوڪري سان شادي ڪرڻ وارو آهي.

”مسلمان ڇوڪري سان شادي؟ ڇا تون مسلمان ٿي ويندين؟“ ان جي پيءُ کي جڻ هڪدم هڪڙي خوف اچي ورايو هيو.

”نہ مان ائين ئي رهندس جيئن هاڻي آهيان ۽ اها پنهنجي مذهب تي قائم رهندي. انهيءَ معاملي ۾ اسان سمجهوتو ڪري ورتو آهي.“

ان پيءُ ماءُ کي مطمئن ڪرڻ لاءِ ڪوڙ ڳالهايو. انهن ٻنهي جي ذهن ۾ ان ڇوڪري جي حوالي سان ڪجهہ خدشا اڀريا مگر ايمان علي انهن کي انهي باري ۾ تسليون ۽ دلاسا ڏئي مطمئن ڪري ڇڏيو.

جنهن شام اها ڊاڪٽر خورشيد جي گهر ان سان ملڻ آئي هئي، ان ـخ کان پورو هڪ سال بعد ان هڪڙو ڪارڊ راولپنڊي اُميد جي گهر ـيو هيو. ان ئي شام ڊاڪٽر خورشيد اُميد جي پاء سان ڳالهايو هيو.

ٻن ڏينهن کان پوءِ اها لاهور آئي هئي، هڪڙو ڀيرو وري ڊاڪٽر خورشـ جي گهر ٻنهي جي ملاقات ٿي هئي. پورو هڪ سال کان پوءِ بہ ان کي ڏسڻ کان پوءِ ان کي ائين لڳو هيو ڄڻ ايمان علي ان کي ڪالهہ ئي ڏٺو هيو. اها ان جي ذهن ۽ ان جي تصور مان ڪڏهن بہ ڪونہ هٽي هئي.

”هڪڙو سال گذري ويو. مان هاڻي بہ مسلمان آهيان. ثابت ٿيو تہ منهنجو ايمان ڪو فريب ڪونهي ۽ منهنجي نيت ۾ ڪا کوٽ ڪونهي. هڪڙي سال جي دوران مون اهو سڀ ڪجهہ ڪيو آهي جيڪو هڪڙو سٺو مسلمان ڪندو آهي. نماز بہ پڙهي آهي، روزا بہ رکيا آهن. ڪا حرام شي ڪونهي کاڌي، شراب بہ ڪونهي پيتو گرل فرينڊ کي بہ ڇڏي چڪو آهيان، قرآن شريف بہ پڙهي چڪو آهيان ۽ تلاوت ڪندو آهيان. دين جي باري ۾ توهان مون کي ڪنهن ڳالهہ ۾ بي خبر نہ ڏسنديون. مون پنهنجو واعدو پورو ڪيو. هاڻي توهان پنهنجو واعدو پورو ڪيو.“ ان اُميد کي چيو.

ٽن ڏينهن کان پوءِ راولپنڊي ۾ هڪڙي سادي تقريب ۾ انهن جو نڪاح ٿيو هيو. ايمان علي جي طرف کان شادي ۾ صرف سعود ارتضيٰ ۽ ڊاڪٽر خورشيد شاهدن جي حيثيت ۾ شرڪت ڪئي هئي. اُميد جي طرف کان بہ شادي ۾ صرف ان جي پنهنجي گهر وارا هيا.

اهو اڄ بہ اندازو نٿي لڳائي سگهيو تہ ان ڏينهن اهو ڪيترو خوش هيو. شاديءَ جي رات ان اُميد کي ٻڌايو هيو تہ ڪهڙي طرح پهريون ڀيرو ان کي ڏسي ان جي محبت ۾ گرفتار ٿي ويو هيو. ڪيئن اهو ان جي لاءِ ڪيترن مهينن تائين اتي ويندو رهيو هيو. اها جواب ۾ ڪجهہ چوڻ کان سواءِ خاموشي سان ان جي چهري کي ڏسندي رهي هئي ۽ پوءِ ايمان علي ان جي اکين ۾ لڙڪ ايرندي ڏٺا. پوءِ ان نظرون جهڪائي ڇڏيون هيون. ان جي وري پڇڻ جي باوجود ان لڙڪن جو سبب ڪونہ ٻڌايو هيو. اهو دلگير ٿي ويو هيو.

”ڇا تون مون سان شادي ڪري گهڻي ناخوش آهين؟“

"مون کي خبر ڪونهي ..... بس مون کي تنهنجين ڳالهين تي يقين ڪونہ ٿو اچي ..... مون کي سڀ لفظ ڪوڙا لڳن." ان ڪنڌ مٿي ڪري وهندڙ لڙڪن سان چيو هيو ۽ اهو گهڻي دير تائين ڪجهہ ڳالهائڻ جي قابل ڪونہ رهيو.

*******

هڪڙي هفتي کان پوءِ اهو ان کي پنهنجي والدين سان ملائڻ جرمني وٺي ويو هيو. وچڙ کان هڪ ڏينهن پهريان ان اُمِيد کي ٻڌايو هيو.

"منهنجي والدين کي اها خبر ڪونهي تہ مان اسلام قبول ڪري چڪو آهيان، مان انهن کي ڪجهہ عرصي کان پوءِ ٻڌائي ڇڏيندس مگر هاڻي تون بہ انهن تي اهو ظاهر نہ ڪجان."

ان کي حيرت ٿي هئي جڏهن اُمِيد خلافِ توقع ڪنهن ردعمل جو اظهار ڪرڻ کان سواءِ ڪنڌ ڌوڻيو هيو. اهو پرسڪون ٿي ويو. شادي جي ان پهرين هفتي ۾ اُمِيد جو رويو ايترو خراب ڪونہ هيو جيترو اهو سوچي رهيو هيو۽اها ان جو خيال رکندي هئي، ان سان ڳالهيون ڪندي هئي. ان جي ڳالهين تي کِلندي بہ هئي. مگر ڪڏهن ڳالهائيندي ڳالهائيندي اها هڪدم چپ ڪنهن سڪتي ۾ هلي ويندي هئي ۽ هڪڙو پيرو ان ڪيفيت ۾ اچڻ کان پوءِ اها گهڻي دير تائين خاموش رهندي هئي. ان وقت ڪابہ ڳالهہ ان جي ماٺ کي ٽوڙي نہ سگهندي هئي مگر ايمان علي گهڻو فڪرمند ڪونہ هيو.

"وقت گذرڻ سان گڏ سڀ ٺيڪ ٿي ويندو اها منهنجين ڳالهين تي اعتبار بہ ڪندي ۽ مون سان محبت بہ" اهو هميشهہ اهڙن موقعن تي سوچيندو هيو.

جرمني اچي ان جو اهو خيال اڳ کان بہ گهڻو پختو ٿي ويو هيو اتي ٻن هفتن جي رهائش دوران اها نہ صرف سُبل ۽ پيٽرڪ کي خوش ۽ مطمئن ڪرڻ ۾ ڪامياب وئي هئي پر انهن ٻنهي جي وچ ۾ بي تڪلفي ۾ اجا ڪجهہ وڌيڪ اضافو بہ ٿي ويو هيو. ايمان علي انهن ٻن هفتن جي دوران ان کي پنهنجي زندگيءَ جو سمورو داستان ٻڌائي ڇڏيو هيو. ايمان علي جي والدين شاديءَ جي خوشي ۾ هڪڙي دعوت جو بندوبست ڪيو هيو جنهن ۾ ايمان علي ان کي پنهنجي خاندان وارن سان ملايو هيو.

واپس اچڻ کان صرف ٻه ڏينهن اڳ هڪڙو ننڍڙو واقعو ٿيو هيو ۽ هڪڙو ڀيرو وري اها پنهنجي خول ۾ بند ٿي وئي. ايمان علي ان کي پاڻ سان گڏ خريداري (شاپنگ) ڪرائڻ لاءِ مارڪيٽ وٺي ويو. هڪڙي شاپنگ مال جي اندر هڪڙي دوڪان ۾ اها ڪجهه سوئيٽر ڏسڻ ۾ مصروف هئي ۽ اهو پنهنجي لاءِ ڪجهه سوئيٽر خريد ڪرڻ کان پوءِ ڪائونٽر تي ڪريڊٽ ڪارڊ جي ذريعي ادائگي ڪري رهيو هيو جڏهن ان جي نظر دوڪان جي ٻاهران لنگهندڙ پنهنجي هڪڙي سوٽ (ڪزن) تي پئي هئي، اهو بي اختيار دوڪان کان ٻاهر نڪري ويو. ان جو سوٽ گهڻو اڳتي نڪري چڪو هيو. هجوم ۾ ان تائين پهچڻ ۾ ان کي ڪجهه دير ٿي.

ڪجهه منٽ اهو ان سان ڳالهيون ڪندو رهيو پوءِ ان کي پنهنجي پاڪستان واپسي جو ٻڌائي اهو واپس دوڪان ۾ اچي ويو هيو. سامهون نظر ڊوڙائڻ تي اُمِيد ان کي ڪٿي ب نظر ڪونہ آئي، اهو ڪائونٽر طرف اچي ويو. سوئيٽر جو پاڪيٽ ڪائونٽر تي رکندي ملازم ڇوڪري ان کي ٻڌايو تہ اُمِيد ان جي تلاش ۾ ڪجهه منٽ پهريان اتان هلي وئي آهي، اهو هڪدم پريشان ٿي ويو. دوڪان مان ٻاهر اچڻ تي اها ان کي ڪٿي بہ نظر ڪونہ آئي هئي. اهو ڪجهه منٽ اتي بيٺو پريشان ٿيندو رهيو اها واپس ڪونہ آئي هئي ۽ ان کي سمجهه ۾ ڪجهه نٿي آيو تہ اهو اتي بيٺو رهي يا ان کي ڳولڻ لاءِ ڪنهن پاسي هليو وڃي. پوءِ اهو موٽي واپس اندر ملازم ڇوڪري ڏانهن ويو ۽ ان کي اها هدايت ڪري تہ جيڪڏهن اها واپس اچي تہ ان کي اتي ويهاريو وڃي، اهو پاڻ ان کي شاپنگ مال ۾ ڳولڻ لڳو هيو.

وقت جيتري تيزي سان گذري رهيو هيو ان جي پريشاني ۾ ايتروئي اضافو ٿي رهيو هيو. هاڻي اهو پڇتائي رهيو هيو تہ اهو ان کي اتي ڇڏي ويوئي ڇو. ان کي نہ جرمن ٻولي ايندي هئي ۽ نہ وري اها رستن کان واقف هئي جو ٽيڪسي پڪڙي واپس وڃي سگهي ها ۽ خبر ڪونهي گهر جي ايڊريس بہ معلوم هوندس يا نہ. اهو ڪجهه وڌيڪ پريشان ٿي ويو....

تڏهن ئي شاپنگ مال جي اعلان ڪرڻ واري لائوڊ (پبلڪ ايڊريس سسٽم) تي هڪڙو اعلان ٿيڻ لڳو هيو ۽ اهو تقريبن ڀڄندو انتظاميہ جي آفيس ڏانهن ويو هيو. اها اتي پهچي چڪي هئي ۽ پبلڪ ايڊريس

سسٽم تي ان جو نالو پڪاريو پئي ويو. آفيس ۾ داخل ٿيندي ئي ان هڪڙي ڪرسي تي ويٺل اُميد کي ڏسي ورتو هيو ۽ ان جو ردعمل ان جي لاءِ صدمي وارو (شاڪنگ) هيو. اهو جيترو اُڀرائي سان ان ڏانهن ويو هيو ان تقريبن ايتري ئي زور سان ان کي پوئتي ڌڪو ڏنو هيو.

"تون مون ڏانهن نہ اچ، مان تنهنجي شڪل بہ ڏسڻ نٿي گهران. انهيءَ لاءِ هتي ونئي آيو هئين تہ تہ جيئن مون کي اهڙي طرح ڇڏي پڇي وڃين." اها هڪدم رڙيون ڪرڻ لڳي هئي. اهو ان جي ڳالهين تي هڪو ٻڪو ٿي ويو هيو.

"مون کي خبر هئي، تون مون کي اهڙي طرح ڇڏيندين. تون منهنجي لاءِ ڪڏهن بہ مخلص نہ ٿيندين، تون مون کي ڌوکو ڏيندين.... مون توسان شادي ڪري تمام وڏي غلطي ڪئي." اها ڳالهائيندي ڳالهائيندي سڏڪا ڀري روئڻ لڳي هئي. اهو چپ پڪوڙيون بيوسي مان ان کي ڏسندو رهيو. ڪمري ۾ موجود انتظاميہ جا ٽئي ماڻهو انهن جي وچ ۾ اردو ٻولي ۾ ٿيڻ واري گفتگو کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪري رهيا هيا. ان انهن جي نظرن ۾ تماشو ٿيڻ نٿي گهريو.

"اُميد! اچ ٻاهر هلي ڳالهايون ٿا."

ان جي ويجهو وڃي ان جهيڻي آواز ۾ چوندي ان جي ٻانهن پڪڙي مگر ان هڪڙي جهٽڪي سان پنهنجي ٻانهن ڇڏائي ورتي ۽ ان تي ٻيڪيون ڪيڻ لڳي.

"مون کي توسان گڏ ڪونهي وڃڻو. هاڻي مان پاڪستان وڃڻ گهران ٿي." اها هڪڙو ڀيرو وري ڪرسي تي ويٺي روئي رهي هئي.

ٻن ڪلاڪن تائين اهو اتي ان جي پرسان ويٺو معافيون وٺندو رهيو هيو ۽ جڏهن ان جي برداشت جي حد ختم ٿي وئي تہ اهو رڙيون ڪرڻ لڳو هيو.

"مان تنهنجو مڱيندو ڪونہ آهيان جو توکي ڇڏي ويندس، مان تنهنجو مڙس آهيان."

اُميد ڪنڌ کڻي ان کي ڏنو ۽ پوءِ اها ڪجهہ چوڻ کان سواءِ خاموشي سان اٿي بيٺي. شاپنگ مال مان ٻاهر ايندي اهو تقريبن روئڻهارکو ٿي ويو هيو. ان سان گڏ هلندي ڏينئل ان کي دوڪان مان ٻاهر وڃڻ جو سبب ٻڌايو مگر اها ماٺ هئي ۽ ڪجهہ بہ ڪونہ ڳالهايو.

جرمني ۾ انهن جا آخري ٻہ ڏينهن ائين گذريا هيا. گهر اچڻ کان پوءِ بہ ان جي منٿن معافين جي جواب ۾ اها بلڪل ماٺ ٿي رهي هئي ۽ ايمان علي جو پڇتاءُ ۽ شرمساري اچا وڌي ويا.

پاڪستان اچڻ کان پوءِ اها هڪڙي هفتي جي لاءِ سڌي راولپنڊي هلي وئي هئي جڏهن تہ اهو لاهور آيو هيو ۽ لاهور اچڻ سان ئي اهو سڌو ڊاڪٽر خورشيد وٽ ويو.

"ڪڏهن ڪڏهن ائين ٿي ويندو آهي. تون محبت ۽ مهرباني سان پيش ايندو رهندين تہ اها ٺيڪ ٿي ويندي. مسلمان تي هوئڻ بہ فرض آهي تہ اهو زال سان نرمي سان پيش اچي." هن جي پريشاني کي ڏسي ان هن کي نصيحت ڪئي.

"تنهنجي ئي خواهش هئي، توکي اها عورت ملي وڃي جنهن سان تون محبت ڪرين ٿو هاڻي اها عورت تو وٽ آهي تہ تون ان جي ٿورڙي ڪاوڙ کان پريشان ٿي ويو آهين."

هي ان جي ڳالهہ تي مرڪڻ لڳو. "ٿورڙي ڪاوڙ ڪونهي، ان ۾ تمام گهڻي ڪاوڙ آهي."

ان هن جي ڳالهہ تي کلي ڏنو. "جڏهن ان کي توسان محبت ٿي ويندي تہ اها سموري ڪاوڙ ختم ٿي ويندي. اجا تہ توهان ٻنهي کي گڏ زندگي گذاريندي گهڻو وقت ڪونہ ٿيو آهي."

اهو ان وٽان واپس اچڻ کان پوءِ گهڻو پرسڪون هيو. هڪڙي هفتي کان پوءِ اهو راولپنڊي مان ان کي وٺڻ لاءِ ويو هيو ۽ اها ان سان بلڪل عام رواجي (نارمل) طريقي سان ملي هئي، ائين جڻ انهن جي وچ ۾ ڪڏهن ڪو جهڳڙو ٿيوئي ڪونہ هيو. ايمان علي شڪر ادا ڪيو هيو.

ان جي زندگي بلڪل نارمل انداز ۾ گذري رهي هئي. اُميد جو رويو عام طور تي اهڙو ڪونہ هوندو هيو جنهن تي ان کي اعتراض ٿئي مگر ڪڏهن ڪڏهن جڏهن اها پنهنجي مخصوص بي خودي ۾ اچي ويندي هئي تہ ايمان علي کي تڪليف ٿيندي هئي ڇوتہ ان وقت اها تمام گهڻي رُکي ۽ جهڳڙالو ٿي ويندي هئي. مگر اهڙن لمحن ۾ ايمان علي کي ڪڏهن ان سان شادي ڪرڻ تي پڇتاءُ ڪونہ ٿيندو هيو ڇوتہ ان سان شادي ڪرڻ ڪري ان کي پنهنجي زندگيءَ ۾ هڪڙو سڪون ۽ اطمينان

محسوس ٿيو هيو. انهيءَ ڪري اهو ان جي اهڙين ڪيفيتن کي کليل دل سان برداشت ڪندو هيو.

اهڙي ئي هڪڙي ڪيفيت (موڊ) ۾ هڪڙي ڏينهن اُميد رُڪائي سان ان کي چيو.

"توکي خبر آهي مان توسان محبت ڪونہ ٿي ڪريان ..... مون توسان صرف شادي ڪئي آهي. توسان ڏُڪ زندگي گذاري رهي آهيان ..... ڇوتہ مون کي هڪڙو گهر کپندو آهي. اهو مون کي توکان ملي ويو."

اهو ان جي ڪوڙاڻ کي سڪون سان برداشت ڪري ويو. "مون کي خبر آهي، توکي ٻڌائڻ جي ضرورت ڪونهي."

"ڇو ضرورت ڪونهي. مون کي ٻڌائڻ گهرجي تہ مون کي توسان....."

ايمان علي ان جي ڳالهہ ڪٽي ورتي "محبت ڪونهي ..... ڪا ڳالهہ ڪونهي، مون مطالبو ڪونهي ڪيو تہ تون مون سان محبت ڪر."

اها بت بڻجي ان کي ڏسندي رهي.

"توکي دراصل محبت ملي وئي آهي نہ، انهيءَ ڪري توکي پرواهہ ڪونهي جيڪڏهن نہ ملي هاتہ توکي احساس ٿئي ها."

"مون کي محبت ئي تہ ڪونهي ملي." ان عجيب انداز ۾ چيو. ايمان علي جو چهرو ڳاڙهو ٿي ويو. اهو ان جو اشارو سمجهي ويو هيو. پنهنجي ڪاوڙ تي ڪنٽرول ڪندي ان چيو.

"مان توسان محبت ڪيان ٿو."

"نہ ڪر ..... مون توکي مجبور ڪونهي ڪيو." ان جي انداز ۾ انتهائي لاتعلقي هئي.

"توکي خبر آهي مان ائين نٿو ڪري سگهان. منهنجي لاءِ اهو ممڪن ئي ڪونهي تہ مان توسان محبت نہ ڪريان."

اهو ان وٽان اٿي هليو ويو هيو. اها هڪڙو پيرو وري سڪتي ۾ اچي وئي هئي.

اهو ڊاڪٽر خورشيد وٽ هاٽي بہ باقاعدگي سان ويندو هيو. اهو هن جي لاءِ اتساهہ جو هڪڙو عجيب ذريعو هيو. انهن جي وچ ۾ گهڻي عجيب هم آهنگي هئي. ڪڏهن ڪڏهن اهو هن جي مايوسي (اداسي) کي بغير ٻڌائڻ جي سمجهي ويندو هيو ۽ پوءِ ان کي آٿت ڏيندو هيو. ان وٽان موٽڻ کان پوءِ اهو گهڻو پرسڪون رهندو هيو.

مذهب ۾ ڏينهون ڏينهن ان جي وڌندڙ دلچسپي جو سبب بہ اهوئي هيو. اهو اڪثر ڪري رات جو مطالعي واري ڪمري (اسٽڊي) ۾ سومهڻي (عشاء) جي نماز ادا ڪندو هيو ۽ قرآن شريف جي تلاوت ڪندو هيو. سيني نمازن مان صرف اها هڪڙي نماز هئي جيڪا اهو باقاعدگي سان ادا ڪندو هيو. ڪڏهن ڪڏهن ڳالهائيندي اهو بي اختيار قرآن شريف جي ڪنهن آيت جو حوالو ڏيندو هيو ۽ ان ڪي احساس ٿيندو هيو تہ اُميد ان کي گهڻين عجيب نظرن سان ڏسندي هئي، اهو مرڪندو هيو. ان کي خبر هوندي هئي تہ اُميد ان وقت ان جي باري ۾ ٺيڪ ڪونہ سوچي رهي هوندي



انهن جي شادي کي ڪجهہ مهينا گذريا هيا جڏهن ان کي پنهنجي ڪٽنب ۾ ٽيڻ واري متوقع اضافي جو اطلاع مليو. اُميد بہ غيرمتوقع ۽ غيرمعمولي طور تي خوش هئي ۽ زندگيءَ ۾ اچڻ واري انهي تبديلي کان پوءِ ان اُميد جي رويي ۾ بہ حيرت انگيز تبديليون ڏٺيون. اها هڪدم گهڻو پرسڪون ۽ مطمئن نظر اچڻ لڳي هئي. ايمان علي سان بہ ان جو رويو بلڪل تبديل ٿي ويو هيو. اها ان تي گهڻو توجهہ ڏيڻ لڳي، ان جا زياده تر ڪم خود ڪندي هئي. اڪثر اها ايمان علي سان ٻار جي باري ۾ گفتگو ڪندي هئي. ان جي لاءِ منصوبا ٺاهيندي هئي. ايمان علي حيران ٿي ويندو هيو. ان ۾ اچڻ واريون تبديليون ڪجهہ ايتريون ئي غير متوقع هيون. ايمان علي پنهنجي والدين کي بہ ان باري ۾ ٻڌائي ڇڏيو هيو ۽ سُبل اڪثر فون تي ان سان ڳالهائيندي رهندي هئي. ايمان علي جو خيال هيو تہ اها هاڻي تبديل ٿي وئي آهي. ان جي مڱڻيندي جي پهريان واري ياد ان جي ذهن مان وسري چڪي آهي مگر اها ان جي غلط فهمي هئي.

هڪڙي شام اهو ان کي رات جي ماني (ڊنر) ڪارائڻ لاءِ هڪڙي هوٽل تي وٺي ويو هيو. اها گهڻو خوشگوار موڊ ۾ هئي. ڊنر کان پوءِ اهو اُميد سان گڏ هوٽل جي هال مان نڪري رهيو هيو جڏهن ان گڏ هلندڙ اُميد کي هڪدم بت بڻجندي ڏٺو. ان ڪجهہ حيران ٿي ان کي ڏٺو ۽ ان جي چهري جي ڦڪاڻ (زردي) ان کي ديڇاري ڇڏيو. اها بت بڻي سامهون

ڏسي رهي هئي. ايمان علي ان جي نظرن جو پيڇو ڪيو. هوٽل ۾ اندر اچڻ لاءِ ڏاڪڻيون چڙهندڙ هڪڙو جوڙو ان جي ڌيان جو مرڪز هيو اهي ٻئي دروازي تائين اچي ويا ۽ پوءِ ايمان علي ان مرد کي به اهڙي طرح هيڪندي ڏٺو پوءِ اهو وڏي تيزرفتاري سان پاڻ سان گڏ آيل ڇوڪريءَ جو هٿ پڪڙي اندر هال ۾ هليو ويو.

اُميد بي اختيار ڪنڌ ورائي ان کي ڏسڻ لڳي. ايمان علي گهڻي عرصي کان پوءِ ان کي هڪڙو دفعو وري ان بيخوديءَ ۾ ڏٺو هيو. اهي ٻئي نظرن کان اوجهل ٿي ويا هيا مگر اها هاڻي به اتي بيٺي هئي. ايمان علي ان جي ڪلهي تي هٿ رکيو. ان هڪدم ڇرڪ ڀريو. ڪجهه گهڙيون ان جي اکين ۾ ڏسندي ان چڻ اوپري آواز ۾ پڇيو.

"جهانزيب؟"

اُميد ڪنڌ ڌوڻيو. ايمان علي کي هڪدم پنهنجو رت ٿهڪندي محسوس ٿيو هيو. هي عورت ان جي زال هئي. هي عورت ان جي ٻار جي ماءُ بنجڻ واري هئي ۽ اها عورت پنهنجي سابق مڱيندي کي ڏسي هاڻي به پنهنجي چوڌاري هر شي کان بي نياز ٿي وڃي ٿي. اهو وڏيڪ ڪجهه چوڻ کان سواءِ تڪڙو تڪڙو ڏاڪا لهي ويو. اها ان جي پٺيان پٺيان اچي وئي هئي.

گاڏي هلائيندي ايمان علي بلڪل خاموش رهيو. گهر پهچي ان پنهنجا ڪپڙا تبديل ڪيا. آئيني جي سامهون بيهي اهو پنهنجن وارن کي ڦڻي ڏئي رهيو هيو جڏهن ان اُميد کي پنهنجي پرسان اچي پنهنجي ڪلهي تي هٿ رکندي ڏٺو.

"ايمان! مان دراصل ....." ايمان علي پنهنجي ڪلهي تان ان جو هٿ هٽائي ڇڏيو.

"مون کي ڪنهن ڪم سان مطالعي واري ڪمري ۾ وڃڻو آهي." ان پنهنجي لهجي کي حتي الامڪان نارمل رکڻ جي ڪوشش ڪئي.

"مگر مان توسان ڳالهائڻ گهران ٿي."

"اُميد! مان هن وقت في الحال توسان ڳالهائڻ نٿو گهران ..... انهيءَ ڪري مون کي ڪجهه به چوڻ جي ڪوشش نه ڪر." اهو نه چاهيندي به ڪاوڙ ۾ اچي ويو هيو.

اهو اتي ترسڻ کان سواءِ مطالعي واري ڪمري ۾ اچي ويو. ان وقت اهو گهڻو دلگير هيو. نماز پڙهڻ کان پوءِ اهو ڪمپيوٽر تي پنهنجو ڪم ڪرڻ لڳو پر ان جو ذهن اجا تائين منتشر هيو.

هڪڙي ڪلاڪ کان پوءِ ان ڪمري جو دروازو کلڻ جو آواز پڌو ان ڪنڌ ورائي ڏسڻ جي ڪوشش ڪونہ ڪئي، اها ان جي پرسان اچي ڀي ڪرسي تي ويهي رهي، ايمان علي ڪمپيوٽر تي پنهنجو ڪم ڪندو رهيو.

"ايمان! تون هڪڙي ننڍڙي ڳالهہ تي ناراض ٿي رهيو آهين."

"مان ڪنهن بہ ڳالهہ تي ناراض ڪونہ آهيان."

"تہ پوءِ تون مون سان ڳالهائين ڇو ڪونہ ٿو؟"

"ڳالهايان ٿو."

"اهڙي طرح نہ."

"مون کي ڪم آهي، مون کي اهو ڪرڻ ڏي" اهو ڪي بورڊ تي هٿ هلائيندي مانيٽر تي ظاهر ٿيڻ واري عبارت کي ڏسندو رهيو.

"مان توسان شرمساري (ايخسڪيوز) جو اظهار ڪرڻ ٿي گهران."

"ضرورت ڪونهي." ان هاٿي بہ ان ڏانهن ڏسڻ کان سواءِ چيو.

"تون ائين ڇو ڪري رهيو آهين؟" اها ڪجهہ پريشان ٿي وئي.

"مان ڪجهہ بہ ڪونہ ٿو ڪريان. صرف صبر ڪري رهيو آهيان."

"ڪهڙي ڳالهہ لاءِ صبر؟"

"توکي خبر آهي."

"مان معافي گهري تہ رهي آهيان."

"ان جو ڪهڙو فائدو جڏهن توکي اها خبر آهي تہ تون هڪڙو غلط ڪم ڪري رهي آهين تہ تون ڇو ڪري رهي آهين؟ هڪڙي اهڙي شخص لاءِ جنهن نَوَ سال توکي مڱيندي رکڻ کان پوءِ بہ توسان شادي ڪونہ ڪئي، ان جي لاءِ پريشان ڇو آهين. جيڪو شخص توسان محبت نٿو ڪري، ان جي پٺيان ڇوٿي پڇين جنهن شخص توکي ڏوکو ڏنو."

"ان مون کي ڪو ڏوکو ڪونہ ڏنو مون ان کي ڏوکو ڏنو ان مون کي ڪونہ ڇڏيو مون ان کي ڇڏيو." اهو ان جي لفظن تي بت بڻجي ويو.

"تو ان کي ڇو ڇڏيو؟" ان کي پنهنجو آواز ڪنهن کاهي مان ايندو محسوس ٿيو.

"ڇوتہ مان ان جا مطالبا پورا ڪري نٿي سگهيس."

"ان جا ڪهڙا مطالبا هيا؟" ان اُمِيد کي نظرون چورائيندي ڏٺو ايمان علي پنهنجو سوال ورجايو.

زندگيءَ ۾ ڪڏهن ڪنهن شي ان کي ايتري حد تائين نہ حيران ڪيو هيو نہ ان جو ذهن مائوف ڪيو هيو ان آهستي آهستي ان کي سڀ ڪجهہ ٻڌائي ڇڏيو هيو ڪهڙي طرح ان جهانزيب سان گڏ وڃڻ کان انڪار ڪيو هيو ان جا سڀ احسان، سموريون مهربانيون، سموري محبت جي باوجود ڪهڙي طرح اها ذهني ابتري جو شڪار ٿي وئي هئي. اها وهندڙ لڙڪن سان ان کي ٻڌائي رهي هئي ۽ اهو خالي ذهن سان ان کي ڏسي رهيو هيو. سامهون ويٺل اها عورت پنهنجين گهٽين ئي ڪمزورين، گهٽين ئي خامين جي باوجود صرف ايمان جي لاءِ صرف دين جي لاءِ پنهنجي نفس جي نانگ کي ڪيئن ماري وئي هئي. اها ڪنهن بہ ترغيب جي نرغي ۾ ڪونہ آئي هئي. ان کي بي اختيار هڪڙي مسلمان عورت جي مڙس هجڻ تي فخر ٿيو هڪڙي اهڙي عورت جيڪا محبت کي ايمان جي لاءِ ڇڏي سگهي ٿي.

"تو جيڪو ڪجهہ ڪيو ٺيڪ ڪيو. توکي اهوئي ڪرڻ گهربو هيو. توکي ڪنهن بہ قسم جو پڇتاءُ ٿيڻ نہ گهرجي تہ ان توتي احسان ڪيو آهي ۽ تو ان جو هڪڙو مطالبو ڪونہ مڃيو. ڪنهن جي ڪا مهرباني، ڪوئي احسان ۽ ڪا محبت جيڪڏهن بدلي ۾ گناهہ گهري تہ ان کي اهڙي طرح ڇڏي ڏيڻ گهرجي، جهڙي طرح تو ڇڏيو. تنهنجين ساهيڙين توکي غلط چيو تہ تو سچي محبت وڃائي ڇڏي. تو هڪڙي اهڙي خودغرض انسان کان ڇوٽڪارو حاصل ڪيو جيڪو توکي جهنم ۾ وٺي وڃي ها ۽ تنهنجون ساهيڙيون توکي هڪڙي اهڙي ڪم لاءِ اڪسائي رهيون هيون جنهن تي اسلام حد نافذ ڪري ٿو جنهن جي ڪرڻ واري کي سنگسار ڪيو ويندو آهي. تو محبت ۽ ايمان مان ايمان جي چونڊ ڪئي، سٺو ڪيو."

ان اُمِيد جي ٻنهي هٿن کي پنهنجن هٿن ۾ وٺندي چيو.

"مگر اهو مون کي ياد ڇو ٿو اچي، مان ان کي وساري ڇو نٿي ڇڏيان." اها هاڻي وڏا وڏا سڏڪا ڀري رهي هئي.

"تون ڪوشش ڪنديئن تہ ان کي وساري ويندينءَ."

”مان ڪوشش ڪيان ٿي مگر مون کي خبر ڪونهي ڇا ٿي وڃي ٿو شايد مان پنهنجي وس (نارمل) ڪونہ آهيان. ايمان! مان گهران ٿي تہ مان ماضيءَ کان جان ڇڏايان. گهڻ ڀر گهڻ هاڻي تہ..... مان سڀ ڪجهہ نئين سر شروع ڪرڻ ٿي گهران مگر ائين نٿو ٿئي.“

اها بلڪل بيوس لڳي رهي هئي. اهو ان کي دلاسا ڏيڻ لڳو.

ان رات اهو ان کي ننڍ جون گوريون کارائي سمهارڻ کان پوءِ پاڻ مطالعي واري ڪمري ۾ ويٺو ان جي ٻڌايل ڳالهين جي باري ۾ سوچيندو رهيو هيو.

*******

ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ ڊاڪٽر خورشيد ان کي ٻڌايو تہ اهو هاڻي پنهنجي مذهب جي تبديلي جي باري ۾ پنهنجن مٽن مائٽن ۽ ڪمپني وارن کي ٻڌائي ڇڏي ۽ پنهنجن ڪاغذن ۾ پنهنجو نالو تبديل ڪرائي ڇڏي، هن ان جي ڳالهہ تي ڪنڌ جهڪائي ڇڏيو. ان پاڻ بہ هاڻي اهوئي گهريو ٿي. پنهنجي ٻار جي ڄمڻ کان اڳ ان گهريو ٿي تہ سيئي ان جي نئين نالي ۽ مذهب کان واقف ٿي وڃن تہ جيئن ٻار جي لاءِ ڪو مسئلو نہ ٿئي.

ان پنهنجي ڪمپني جي ڊائريڪٽر کي لکت ۾ پنهنجي طرفان پنهنجي نالي ۽ مذهب جي تبديلي کان آگاهہ ڪري ڇڏيو ۽ اهو جيئن تہ سيني جي لاءِ هڪڙي وڏي شاڪ طور سامهون آيو هيو ان کي ملڻ وارو پروموشن روڪيو ويو هيو ۽ ان کي اڳ ئي انهي ڳالهہ جي توقع هئي. مذهب جي تبديلي هڪڙو اهڙو عمل هيو جنهن کان ان جي ڪمپني جي انتظاميہ کي اهو محسوس ٿيو تہ ان جون وفاداريون متاثر ٿينديون. ريجنل چيف ان سلسلي ۾ ان سان تمام گهڻي ڏکي ڳالهہ ٻولهہ ڪئي ۽ ان جي سامهون ڪمپني جي انتظاميہ جو موقف پيش ڪيو. اهي جيڪڏهن پنهنجو موقف بيان نہ بہ ڪن ها تہ بہ اهو انهي حقيقت کان چڱي طرح آگاهہ هيو تہ اها ڪمپني آمريڪي يهودين جي سرمائي سان هلي رهي آهي، ڪنهن مسلمان کي اهي ايتري وڏي عهدي تي ڪونہ رکندا. ڊاڪٽر خورشيد سان مشورو ڪرڻ کان پوءِ ان ڪمپني ۾ ساڳي عهدي تي ڪم ڪندو رهڻ جي بجاءِ ان استعيفا ڏيڻ جو فيصلو ڪيو ۽ ڪجهہ ٻين گهڻ قومي (ملٽي نيشنل) ڪمپنين ۾ درخواستون ڏيڻ شروع ڪيون.

ان اُمِيد کي انهي ڳالهه کان آگاهه ڪونه ڪيو هيو. ان نئي گهريوته اها پريشان ٿئي. پنهنجي ڪمپني مان استعيفا ڏيڻ کان پوءِ ان کي جرمني وڃي پنهنجي پي ماءُ کي به انهي فيصلي کان آگاهه ڪرڻو هيو ۽ ان کان پوءِ آمريڪا وڃي ان کي ڪجهه ڪمپنين ۾ انٽرويو ڏيڻا هيا. ان اُمِيد کي اهوئي چيوته اهو آفيس جي ڪنهن ڪم سان جرمني وڃي رهيو آهي مگر انهن ئي ڏينهن ۾ اتفاق سان ان جو هڪڙو خانداني دوست فوت ٿيو سفارتخاني مان ان آمريڪا جي ويزا مذهبي رسمن ۾ شرڪت ڪرڻ جو چئي ورتي چوته اهڙي طرح ان کي هڪدم ويزا ملي وئي، ان کان پهريان ان جو خيال هيوته اهو جرمني ۾ ترسڻ دوران اتان ئي ويزا وٺي آمريڪا هليو ويندو ڇوته ان وٽ جرمني جي شهريت هئي.

مگر بعد ۾ پنهنجي والدين سان ڳالهائڻ کان پوءِ ان پهريان جرمني ئي وڃڻ جو فيصلو ڪيو هيو. ان سوچيو هيوته اهو اتان پنهنجي والدين سان گڏ آمريڪا هليو ويندو ۽ آمريڪا وڃڻ کان اڳ ان کي پنهنجي والدين کي پنهنجي مذهب جي تبديلي جي باري ۾ ٻڌائڻو هيو. اهو هڪڙو اتفاق ئي هيوته ايئرپورٽ تي ان کي سمانٿا ملي وئي. اها پنهنجي نوڪري ڇڏي پاڪستان مان واپس وڃي رهي هئي. جهاز ۾ اها ان سان گڏ هئي.



ايمان علي جي والدين لاءِ ان جي مذهب جي تبديلي هڪڙو صدمو (شاڪ) هيو. يهودي يا عيسائي ٿيڻ جي توقع رکندي اهي ڪڏهن به اهو سوچي نٿي سگهيا ته اهو مسلمان ٿي ويندو ۽ وري مذهب جو انڪشاف ان تقريبن پوري خاندان جي سامهون ڪري ڇڏيو هيو. پيٽرڪ جو خاص طور تي غم ۽ غصي کان برو حال هيو. اهو پنهنجي خاندان جي سامهون بلڪل بي وقعت ٿي ويو هيو. هڪڙي اعليٰ نسب يهوديءَ جو پٽ مسلمان ٿي وڃي ته پوءِ ان وٽ باقي ڇا بچي ٿو. ان جي خاندان ان کي مجبور ڪيو هيوته اهو ايمان علي کي اسلام ترڪ ڪرڻ تي آماده ڪري يا پوءِ ايمان علي کي لاتعلق ڪري ڇڏي. پيٽرڪ ۽ سُبل ايمان علي کي گهڻو مجبور ڪيو هيو. ڌيڄاريو، ڌمڪائي، جذباتي طور بليڪ ميل ڪري مگر اهو پنهنجي ڳالهه تي ڄمي بيٺو. پيٽرڪ کي هاڻي احساس ٿيوته ان انهن کي اهڙي طرح اوچتو گهر جو تحفو ڇو ڏنو هيو

يقينن ان اهوئي گهريو ٿي تہ جڏهن اهو انهن کي پنهنجي اسلام قبول ڪرڻ جي باري ۾ ٻڌائي تہ اهي ڪو اعتراض نہ ڪن مگر اها ڳالهہ انهن لاءِ قابل قبول ڪونہ هئي.

جڏهن انهن ٻنهي جي گهڻي سمجهائڻ تي بہ اهو پنهنجي ڳالهہ تي ڄمي بيهي رهيو تہ پوءِ انهن ان کي چيوتہ اهو اسلام ترڪ ڪري يا وري هميشهہ جي لاءِ انهن کي ڇڏي ڏئي. ايمان علي انهن کي پنهنجي ڳالهہ سمجهائڻ جي گهڻي ڪوشش ڪئي مگر اهي ٻئي بہ ان وانگر پنهنجي ڳالهہ تي ڄميا بيٺا هيا. ان کي پنهنجي خاندان جو ردعمل ڏسي پنهنجي پيءُ ماءُ کان انهي ڳالهہ جي ئي توقع هئي. پنهنجي پيءُ ماءُ لاءِ گهر خريد ڪندي بہ ان کي خبر هئي تہ اهو تحفو ان جي طرفان ان جي والدين لاءِ آخري تحفو ٿي سگهي ٿو. ان کي اهابہ خبر هئي تہ ان لاءِ والدين کان الڳ ٿيڻ گهڻو تڪليف وارو معاملو هيو ۽ صرف ان جي لاءِ ئي نہ پر ان جي والدين جي لاءِ بہ اڪيلي اولاد کان ان عمر ۾ اهڙي طرح مڪمل طور تي الڳ ٿي وڃڻ گهڻو مشڪل هيو مگر ان وٽ ٻيو ڪو رستو ڪونہ هيو. اهو پاڻ کي پهريائين ان ڪم جي لاءِ ذهني طور تيار ڪري چڪو هيو. مگر ان جي باوجود جرمني کان آمريڪا ويندي اهو گهڻو اداس هيو.

آمريڪا ۾ ان انهن ڪمپنين ۾ انٽرويو ڏنا جتي اهو گذريل ڪجهہ عرصي کان درخواستون موڪليندو رهيو هيو. ڪجهہ ڏينهن انٽرويو ڏيڻ ۾ مصروف رهڻ کان پوءِ هڪڙي شام اهو پيادل پرواري مارڪيٽ ڏانهن وڃڻ لاءِ نڪتو. ان کي اهو اندازو ڪونہ ٿيوتہ ڪير ان جو پيڇو ڪري رهيو آهي، ڪجهہ ڪارن (سياهہ فام) ڇوڪرن هڪدم ان کي رستي ۾ جهلي ورتو. بندوق جي زور (گن پوائنٽ) تي انهن ان جا سيئي کيسا خالي ڪري ورتا. ان مزاحمت جي ڪوشش ڪئي تہ انهن ان کي ڏاڍي مار ڏني، روالور سان متي ۾ پنيان لڳل ڌڪن ان کي هوش ۽ حواس کان محروم ڪري ڇڏيو. هڪڙي هفتي کان پوءِ ان کي هوش آيوتہ اهو اسپتال ۾ هيو. ان وٽ اهڙي ڪا شي ڪونہ هئي جنهن سان ان جي سڃاڻپ ٿي سگهي ها انهيءَ ڪري ڊاڪٽر ان جي هوش ۾ اچڻ جو انتظار ڪري رهيا هيا مگر هوش ۾ اچڻ کان پوءِ بہ اهو ڪيترن ڏينهن تائين رابطي جي لاءِ نمبر ٻڌائي ڪونہ سگهيو هيو. آهستي آهستي اهو ذهني طور نارمل ٿيڻ شروع ٿيو ۽ تڏهن ان سوچيوتہ اُميد کي ان حادثي

جو اطلاع ڏيڻ بيڪار ٿيندو. اها هرويرو پريشان ٿي ويندي. اسپتال مان خارج (ڊسچارج) ٿيڻ کان پوءِ ان پاڪستان فون ڪيو مگر ان کي معلوم ٿيو تہ اُمِيد راولپنڊي هلي وئي هئي. ان ڪجهہ ڏينهن پيابہ آمريڪا ۾ گذاريا ۽ ان دوران ٻن ڪمپنين طرفان ان کي نوڪري جي پيشڪش (آفر) ٿي. اهو مطمئن ٿي پاڪستان اچي ويو.

راولپنڊي ۾ اُمِيد جي رويي ان کي حيران ڪيو ۽ اها حيراني آ ستي آهستي پريشاني ۾ تبديل ٿيڻ لڳي هئي. اهو اندازو ڪري سگهيو ٿي تہ ان جي ٻاهر وڃڻ کان پوءِ رابطو ختم ٿيڻ تي اها پريشان ۽ ناراض هوندي مگر ان کي خبر ڪونہ هئي تہ اها اهڙي رويي جو مظاهرو ڪندي. هن ان کي ٻڌائڻ تي گهريو تہ ان سان ڇا ٿيو هيو مگر اها ڪجهہ ٻڌڻ لاءِ تيار ئي ڪونہ هئي.

لاهور اچڻ کان پوءِ بہ ان جو رويو تبديل ڪونہ ٿيو. اهو لاهور پهچي پنهنجا ڪجهہ ڪم اڪلائڻ لاءِ گهر کان ٻاهر هليو ويو. جڏهن اهو واپس آيو تہ گيٽ تي ڪيترائي هارون وڄائڻ جي باوجود بہ گيٽ ڪونہ کليو اهو ڪجهہ پريشان ٿي ويو. ان کان اڳ جو اهو ٻاڻ لهي چوڪيدار کي آواز ڏئي ها گيٽ هڪدم کلي ويو. چوڪيدار جي ٻاران اُمِيد دروازو کوليو هيو. هن جي پڇڻ تي ان ٻڌايو هيو تہ اهو ڪنهن امرجنسي ڪري هليو ويو آهي، انهيءَ ڪري گيٽ کولڻ لاءِ ان کي اچڻو پيو. گهر ۾ اندر پهچڻ تي ان ملازم کي بہ اتي ڪونہ ڏٺو. اُمِيد ان کي ٻڌايو تہ اها ان کي روانو ڪري چڪي آهي. ان کي اُمِيد جون حرڪتون ڪجهہ عجيب لڳيون هيون مگر ان گهڻو غور ڪونہ ڪيو. اندر بيڊروم ۾ اچي ان پنهنجا سمورا تحفا ڪمري جي قالين تي پکڙيل ڏٺا. ان جي ڏک ۾ ڪجهہ وڌيڪ اضافو ٿي ويو. ان قالين تان سموريون شيون ميڙي ڪنيون ۽ پوءِ انهن کي بئگ ۾ رکيو.

اهو روزانو رات جو روالور چيڪ ڪري رکندو هيو. ان رات بہ ان پنهنجي معمول موجب خاني مان روالور ڪڍڻ گهريو مگر روالور اتي ڪونہ هيو. واري واري سان ان تئي خانا ڏٺا مگر روالور ڪٿي بہ ڪونہ هيو. ان کي خيال ٿيو تہ ٿي سگهي ٿو اُمِيد روالور ڪٿي ٻئي هنڌ رکيو هجي مگر اُمِيد کان پڇڻ تي ان صاف انڪار ڪري ڇڏيو. اهو ان جي انڪار تي هڪوٻڪو ٿي ويو. جيڪڏهن روالور اُمِيد ڪونهي ڪنيو تہ

پوءِ روالور ڪيڏانهن وڃي سگهيو ٿي. ان جي تشويش ۾ هڪدم اضافو ٿي ويو پوءِ ان اهو سوچي هر جاءِ تي روالور ڳولڻ شروع ڪيو تہ شايد اها ڪٿي رکي ڀلجي وئي آهي. مگر سيئي الماريون ڏسڻ کان پوءِ بہ ان کي روالور ڪونہ مليو. ان جي پريشاني ۾ اهو سوچي اضافو ٿي ويو هيو تہ اُميد هتي ان جي عدم موجودگي ۾ اڪيلي هئي. جيڪڏهن ڪجهہ ٿي پوي ها ۽ ان کي روالور جي ضرورت پوي ها تہ پوءِ ڇا ٿئي ها مگر اُميد ان کي بلڪل پريشان ڪونہ ٿي لڳي، اها بلڪل بي فڪر هئي.

هن ان کي ان جي لاپرواهي جو احساس ڏيارڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ جواب ۾ اها ان سان وڙهڻ لڳي. اهو ان جون ڳالهيون ٻڌي حيران ٿي ويو. اها ان کي ڪوڙو، ڌوڪيباز ۽ گناهگار چئي رهي هئي. اهو گهڻو ڏک ۾ ڀرجي ويو. اهو پنهنجو سڀ، ڪجهہ ڇڏي هتي واپس پاڪستان آيو هيو صرف ان لاءِ تہ هاڻي ان جي سچائيپ مسلمان طور ٿئي، ان جي بار يا اُميد کي ڪنهن دقت کي منهن ڏيڻو نہ پوي مگر اها هاڻي بہ ان جي ماضي جي حوالي سان طنز ڪري رهي هئي. ان وقت ان جو ذهن بس ايستائين ويو. ان کي اندازو ڪونہ هيو تہ اها اهو سڀ ڪجهہ ان کي ڪنهن ٻئي حوالي سان چئي رهي آهي. ان جي ڳالهين جي ردعمل ۾ اهوبہ خاموش نہ رهي سگهيو. شايد اهو جهيڙو اڃا ڊگهو ٿي وڃي ها مگر هي اهو سوچي خاموش ٿي ويو تہ اهو جنهن حالت ۾ آهي ان ۾ ذهني طور ڪنهن تڪليف مان گذرڻ ان جي لاءِ سٺو ڪونہ ٿيندو نہ چاهيندي بہ ان اُميد کي وضاحت پيش ڪئي هئي.

ان جي ڇهين حس هڪدم ان کي ڪنهن خطري کان آگاهہ ڪرڻ لڳي هئي. روالور جو گم ٿيڻ، چوڪيدار جو هليو وڃڻ ۽ ملازم جوبہ اتي نہ هجڻ..... اهو سڀ ڪجهہ ڪائي باقاعده منصوبہ بندي بہ تہ ٿي سگهي ٿي. ان فون ڪري هڪڙي سڪيورٽي ايجنسي مان گارڊ گهرايو ۽ پوءِ انٽرڪام تي ملازم کي سڏي ان کان روالور جي باري ۾ پڇيو. ملازم روالور جي باري ۾ بي خبر هيو. ايمان علي جي پريشاني ۾ ڪجهہ وڌيڪ اضافو ٿي ويو ان ملازم کي واپس موڪلي ڇڏيو. گارڊ جي اچڻ کان پوءِ ان اندريون دروازو بند ڪرڻ کان اڳ پوري گهر کي چڱيءَ طرح جاچيو ڪٿي بہ ڪا غير معمولي ڳالهہ ڪونہ هئي.

چگيءَ طرح دروازا بند ڪرڻ کان پوءِ ان بوچيخاني ۾ وڃي ڪجهه ڪاڏو ۽ پوءِ مطالعي واري ڪمري ۾ هليو ويو. ڪجهه دير پريشاني جي حالت ۾ اتي ويٺو رهيو. اُميد جو رويو ان جي لاءِ گهڻو پريشاني وارو هيو. ان پنهنجي ذهني انتشار تي قابو پائڻ لاءِ قرآن شريف جو انگريزي ترجمو ڪڍي پڙهڻ شروع ڪيو. اهو پندرهن ويهه منٽ ان ڪم ۾ رڌل رهيو پوءِ اهو قرآن شريف واپس رکڻ لاءِ شيلف طرف آيو. قرآن شريف واپس رکندي ان کي ڪنڊ ۾ رکيل اهي ڪتاب نظر آيا جيڪي ٻاهر وڃڻ کان ڪجهه ڏينهن اڳ ان کي ڊاڪٽر خورشيد ڏنا هيا. ان اڃا تائين انهن ڪتابن کي ڪونه پڙهيو هيو.

قرآن شريف رکڻ کان پوءِ ان انهن مان هڪڙو ڪتاب ڪڍي ڪنيو ۽ ڪتاب ڪيندي ئي ان کي جڻ ڪرنٽ لڳو. ڪتاب جي پٺيان شيلف تي روالور ڏسڻ ۾ پئي آيو. ان جي سمجهه ۾ ڪونه آيو ته روالور ڪمري مان اسٽڊي ۾ ڪيئن اچي ويو. ڪتاب واپس رکي ان روالور ڪڍيو ۽ ان جو چيمبر چيڪ ڪيو. چيمبر ۾ سيئي گوليون هيون جڏهن ته روالور جو سيفٽي ڪيچ هٽيل هيو. اهو روالور کڻي اسٽڊي ٽيبل ڏانهن آيو. ڪرسي تي ويهي ان روالور مان سيئي گوليون ڪڍيون. ان جي ذهن ۾ خيال آيو ته شايد اُميد ڪنهن ڏينهن رات جو هتي اسٽڊي ۾ ڪجهه وقت گذارڻ آئي هجي ۽ ان وقت اها روالور به ساڻ کڻي آئي هجي. مگر روالور کي ڪتابن پٺيان ڇاجي لاءِ لڪايو ويو. ڇا اُميد ان کي کڻي اتي رکي ڇڏيو يا وري ملازم کڻي ..... مگر ڇو؟ ان جو ذهن هڪڙو دفعو وري منجهي پيو.

روالور جون گوليون ڪڍي ان خاني ۾ رکي ڇڏيون جڏهن ته روالور ميز تي رکي ڇڏيو. ان جو خيال هيو ته نماز پڙهڻ کان پوءِ اهو پيهر روالور کي لوڊ ڪري پنهنجي خاني ۾ رکي ڇڏيندو.

پوءِ اهو نماز پڙهڻ ۾ مصروف ٿي ويو. نماز پڙهڻ دوران ئي ان کي محسوس ٿيو ته ڪمري ۾ ڪو داخل ٿيو. ان کي حيرت ٿي، ان جو خيال هيو ته اُميد ان وقت تائين سمهي چڪي هوندي. سلام ورائڻ کان پوءِ هن ان کان اتي اچڻ جي باري ۾ پڇيو ان هن سان ڪجهه ڳالهائڻ ٿي گهريو. ان کي سمجهه ۾ ڪونه آيو ته اها هاڻي ان سان ڪهڙي ڳالهه ڪرڻ گهري ٿي مگر ان اُميد کي انتظار ڪرڻ لاءِ چيو.

نماز پڙهڻ کان پوءِ اهو اٿي بيهي ڦريو ۽ بت بڻجي ويو. اسٽڊي ٽيبل تي رکيل روالور هاڻي اُميد جي هٿ ۾ هيو ۽ اها ان جو نشانو وٺيون بيٺي هئي. پوءِ هن ان کي گهوڙو دٻائيندي ڏٺو ۽ سڀ ڪجهه هڪڙي جهٽڪي سان ان جي سمجهه ۾ اچي ويو هيو. روالور اتي ڇو آيو هيو. ڇالاءِ لڪايو ويو هيو چوڪيدار جي عدم موجودگي، ملازم کي موڪلي ڇڏڻ.....

”منهنجا خدا! ڇا اها عورت جيڪا منهنجي زال آهي ۽ منهنجي ٻار جي ماءُ ٿيڻ واري آهي مون کي قتل ڪرڻ گهري ٿي ..... اها عورت جنهن جي لاءِ مان سڀ ڪجهه ڇڏي آيو آهيان.“

ان تڪليف مان سوچيو. ان کي خبر هئي ته روالور خالي هيو مگر ان جي دل گهريو ته ڪاش اهو روالور خالي نه ڪري ها ..... اهو ان کي اتي ئي رکيو رهڻ ڏئي ها. سڀ ڪجهه ٻاهه جي لپيٽ ۾ اچي ويو هيو. رشتو اعتبار اعتماد..... ان کي ياد آيو ته ڊاڪٽر خورشيد ڇيو هيو.

”تون صحيح رستي تي قدم وڌائي چڪو آهين ..... مسلمان ٿي چڪو آهين، هاڻي تون آزمائش جي لاءِ تيار ٿي وڃ. گذريل هڪڙي مهيني کان اهو اهڙين ئي آزمائشن مان گذري رهيو هيو ۽ هر دفعي فخر سان سوچيندو هيو ته آزمائش ان جو ڪنڌ نه جهڪايو مگر هاڻي ان کي اندازو ٿي رهيو هيو ته آزمائش جابه درجا هوندا آهن. اهو جن آزمائشن مان گذريو هيو اهي ابتدائي نوعيت جون هيون مگر هاڻي ان جي سامهون جيڪي آزمائشون اچي بيٺيون هيون اهي ان جي لاءِ گهڻيون سخت ثابت ٿينديون.

ان پهريان اُميد جي اکين ۾ پنهنجي لاءِ ڪڏهن ايتري نفرت ڪونه ڏٺي هئي، هن ان جي زبان تي پنهنجي لاءِ ايترو زهر پهريان ڪڏهن ڪونه ڏٺو هيو. هن ان کي پاڻ تي روالور اچلائيندي ڏٺو. اهو سوچي رهيو هيو ته اها عورت مون کي ايتري تڪليف ڏئي سگهي ٿي جنهن کي مون ڪڏهن سخت هٿ به ڪونه لڳايو آهي. ان هن تي الزامن جي برسات وسائي ڇڏي هئي. اها رڙيون ڪري رهي هئي. اهو اهڙي طرح ٻڌندو رهي ها جيڪڏهن اها ان کي ايمان علي جي بجاءِ ڊينئل ايڊگر نه چوي ها. ان کي ان وقت اُميد جي واتان پنهنجو پراڻو نالو هڪڙي گار تي لڳو هيو ۽ اهو برداشت ڪري نه سگهيو هيو صرف ان نالي جي لاءِ اهو گذريل هڪڙي مهيني کان ڇاڇا برداشت ڪري رهيو

هيو ان پنهنجا پير ماءُ چڏيا. ان پنهنجو شاندار مستقبل (ڪيريئر) ڇڏي ڏنو. هڪڙو سنو مسلمان، اهڙين ڳالهين تي استقامت ۽ ثابت قدمي ڏيکاريندو آهي ۽ مان به اهو ڏيکاريندس. پيدائشي مسلمان نه سهي مگر مان مسلمان آهيان ۽ مون کي به تڪليف ۽ آزمائش ۾ صبر کان ڪم وٺڻ گهرجي. اهو سوچيندو رهيو ۽ هاڻي هڪڙو ڀيرو وري ان کي ان جي پراڻي نالي سان سڏيو پئي ويو ان جي ايمان تي شڪ ڪيو پئي ويو.

اهو ان کي ڏسي رهيو هيو ۽ سوچي رهيو هيو ته ڇا صرف هڪڙو شخص ڪنهن جي پوري شخصيت کي اهڙي طرح مسخ ڪري سگهي ٿو. اهڙي طرح ٽوڙي ڦوڙي سگهي ٿو جو اهو شخص ٻيهر زندگيءَ ۾ ڪو رشتو قائم ڪرڻ کان پوءِ به بي اعتمادي ۽ بي يقيني جو اهڙي طرح شڪار رهي جو هر گهڙي پاڻ سان گڏوگڏ ٻين جي پيرن هيٺان به زمين کسڪائيندو رهي. ان سوچيو هيو ته جيڪڏهن ان جي زندگي ۾ جهانزيب نه آيو هجي ها ته ڇا اها پوءِ به اهڙي هجي ها. هي ان سان محبت ڪندو هيو. هن ان جو يقين ٿي گهريو مگر ان ڏينهن ان کي محسوس ٿي رهيو هيو ته شايد اهو ممڪن ئي ڪونهي. اها سڄي عمر ان کي اهڙي طرح ايمان جي ڪسوٽي تي پرکيندي رهندي. ان هاڻي گهٽ ۾ گهٽ اهو ڪونه ٿي گهريو ته هن کي وري وري ان جي سامهون پنهنجي مسلمان هجڻ جو ثبوت ڏيڻو پوي. اهو وڏي تڪليف وارو ڪم هيو. ان وقت ان جي سامهون بيني ان جي الزامن جو جواب ڏيندي ان سوچيو "جيڪڏهن ڪنهن شخص کي هاڻي به انهي ڳالهه تي يقين ڪونهي ته مان مسلمان آهيان يا نه. ته مون کي ڇا ڪرڻ گهرجي. ڇا وري وري اذيت مان گذرڻ لاءِ ان سان گڏ رهجي يا وري هڪڙو ڀيرو اذيت مان گذري ان کان علحدگي اختيار ڪرڻ گهرجي....."

"ها، شايد مون کي ان کان الڳ ئي ٿي وڃڻ گهرجي ورنه ڪڏهن نه ڪڏهن ان جي بي يقيني منهنجي ايمان کي ختم ڪري ڇڏيندي، منهنجي پختگي ۽ ثابت قدمي کي لوڏي ڇڏيندي پوءِ مان ڇا ڪندس." ان سوچيو ته اها عورت ان کي ايمان تائين وٺي آئي هئي. ان نٿي گهريو ته ان جي ئي ڪري اهو ايمان وڃائي ويهي. ان کي هڪڙو ڀيرو وري فيصلو ڪرڻ ۾ ڪجهه منٽ لڳا هيا. ان اُميد کي اختيار ڏئي ڇڏيو هيو ته هن ڀيرى اها چونڊ ڪري وٺي.

اهو اسٽڊي مان نڪري بورچيخاني ۾ آيو. ان جي وجود تي ڇانئجندڙ ٿڪاوٽ ان کي اداس ڪري رهي هئي. اهو ڊائننگ ٽيبل تي اکيون بند ڪري ويهي رهيو هيو. ڪجھ وقت گذريو هيو. پوءِ ان بورچيخاني ۾ پنهنجي ويجهو پيرن جو کڙڪو ٻڌو ۽.....

*******

# باب يارھون

اسٽڊي جو دروازو بند ٿي ويو هيو. بند دروازي ان جي اندر ۾ گھٽائي دروازا کولي ڇڏيا هيا جن مان نظر اچڻ وارا رستا ۽ منظر ان جي لاءِ اڻ سڃاتل ڪونہ هيا. ان آهستي آهستي پنهنجو ڪنڌ مٿي ڪنيو هيو. ڊنڊلين اکين سان ڏٺي ويندڙ شي هميشھ ڊنڊلي نظر ايندي آهي. شيلف سان ٽيڪ لڳائي اها هيٺ قالين تي ويهي رهي. پنهنجن هٿن جي ترين کي پنهنجي سامهون کولي ان پنهنجي تقدير کي سمجهڻ جو ڪوشش ڪئي، ڪجھ تلاش ڪرڻ ۾ ناڪام ٿيڻ کان پوءِ اها شيلف سان مٿو ٽيڪي ويهي رهي.

”هر رات زندگيءَ ۾ اونداهي ڪونہ آڻيندي آهي. ڪي راتيون چانڊوڪي واريون راتيون هونديون آهن، انهن راتين ۾ نہ رڳو روشني هوندي آهي پر سڪون بہ هوندو آهي.“

گھڻا سال اڳ پنهنجي پيءُ طرفان چيل هڪڙي ڳالھ ان کي ياد آئي هئي.

”هر آسماني مذهب انسان کي آزمائيندو ضرور آهي مگر اسلام تہ انسان کي ڪنهن ٻئي نموني سان آزمائيندو آهي. اهو اهڙيون آزمائشون سامهون آڻيندو آهي جيڪي ہانهي کي ڪندن بڻائي ڇڏينديون آهن يا وري خاڪ جو ڍير .....“ اها ڪجھ دير اڳ ان جي چيل لفظن کي ياد ڪري رهي هئي. ”۽ منهنجي زندگي ۾ بہ منهنجو دين ڇھ سال اڳ اهڙي ئي هڪڙي آزمائش کڻي آيو هيو ..... ۽ ان آزمائش مون کي ڇا بڻايو ..... ڪُندن؟ يا خاڪ جو ڍير .....؟“

ان جي دل پرجي آئي .....

مون کي ايمان ۽ محبت مان ڪنهن هڪڙي شي جي چونڊ ڪرڻي هئي. مون ايمان جي چونڊ ڪئي ۽ ان کان پوءِ مان اڄ تائين پڇتاءَ جو شڪار آهيان ..... مان تہ پيدائشي مسلمان هُيَس. منهنجو عقيدو ۽ منهنجو ايمان ڪنهن بہ ڪمزوري جو شڪار ڪونہ هيو پوءِ بہ صراط مستقيم تي کنيل قدم کي مان ٽاڻن تي هلڻ برابر سمجهندي رهيس. ڇھ سال اڳ ايمان ۽ محبت مان ڪيل جنهن چونڊ جي لاءِ مان ڪيترا

هفتا وهمن ۽ سوچن جي طوفان مان گذرندي رهيس. اهائي چونڊ ايمان علي نالي ان شخص ڪجهه منٽن جي اندر منهنجي سامهون بيهي ڪنهن ڏک، پڇتاءُ يا ڪشمڪش کان سواءِ ڪري ڇڏي ۽ هي اهو شخص آهي جيڪو منهنجي دين ۾ صرف ٻه سال پهريان شامل ٿيو آهي. مون ٻه ايمان جي لاءِ محبت کي ڇڏيو هيو مگر جنهن بي رحمي سان اهو شخص ڇڏي ويو آهي اهڙي طرح نه ..... ڇا ان جو ايمان مون کان وڌيڪ مضبوط آهي يا وري ..... ايمان صرف ان وٽ آهي؟ ۽ ..... ۽ مان ..... مان ڪير آهيان؟ ڇا آهيان .....؟ محبت جي سراب ۾ گرفتار هڪڙي بيوقوف ڇوڪري.

”اُميد! توکي خبر آهي، ان شخص توسان ڇا ڪيو؟ ان تنهنجي اندر بي يقيني جو هڪڙو ٻج پوکيو ۽ تو ان کي پاڻي ڏئي وڻ بڻائي ڇڏيو. هاڻي بي يقيني ۽ بي اعتمادي جو اهو وڻ ايترو قدآور ٿي چڪو آهي جو تون چاهين ٻه ته ان کي ڪاٽي نٿي سگهين.“

”ها، ايمان علي! ائين هيو.“ ان اعتراف ڪيو. ”مان ان وڻ کي وڍي نٿي سگهان مگر ان کي پاڙ کان اکوڙي ته سگهان ٿي.“

”مون کي محبت جي وجود تي يقين ڪونه هيو. شايد ..... شايد انهي ڪري مون کي محبت ٿي وئي ۽ ان محبت مون کي يقين ۽ ايمان ڏنو.“ ان جي ڪنن ۾ ايمان علي جو آواز گونجي رهيو هيو. ”تو هميشهه محبت جي وجود تي يقين ڪيو محبت توکي ٻه ٿي مگر تنهنجي محبت توکي اهي ٻئي شيون ڪونه ڏنيون.“

”منهنجي محبت مون کان ايمان ۽ يقين کسي ورتو.“

”ها، تو ٺيڪ چيو. منهنجي محبت مون کي ايمان کان پري وٺي وئي، تنهنجي محبت توکي ايمان وٽ وٺي آئي. فرق صرف ان ۾ ڪونه هوندو آهي جيڪو محبت ڪندو آهي. مون محبت ڪري صرف وڃايو. تو محبت ڪري صرف حاصل ڪيو..... مان ڇا، ڪير ٻه توکي ۽ تنهنجي ايمان کي ڪنهن ٻه ڪسوٽيءَ تي پرکڻ جي جرئت نٿو ڪري سگهي ۽ منهنجي خوش قسمتي اها آهي ته اهڙي شخص کي خدا منهنجو مقدر بڻايو ۽ مان ..... مان اکيون بند ڪيون ڏٻڻ ۾ ان هٽ کي ڳوليندي رهيس جنهن مون کي ٻه ڏٻڻ اندر ڳِهلڻ گهريو ٿي ۽ اڄ ايترن سالن کان پوءِ پهريون دفعو مان تنهنجي قيد مان آزاد ٿي وئي آهيان.

جهانزيب! پهريون ڀيرو مون کي تنهنجي چهري تي لڳل ڪاراڻ نظر اچڻ لڳي آهي جنهن کي تو منهنجي چهري تي محبت جي نالي تي مَلڻ گهريو ٿي.

پهريون ڀيرو مون کي احساس ٿي رهيو آهي ته تڏهن توڏانهن کڄندڙ قدم مون کي ڪيڏانهن وٺي وڃي سگهيو ٿي.

پهريون ڀيرو مون کي خوف محسوس ٿي رهيو آهي ته محبت جي ان ڳُن مان پنهنجن پيرن کي آزاد ڪرڻ تي خوشي جي بجاءِ ڏيڻ وارو پڇتاءُ اڄ تائين ڪهڙي طرح منهنجي پوري وجود کي ڳُن بڻايون پيو هيو.

۽ اڄ تون منهنجي سامهون اهڙي گندگي تي ويو آهين جنهن ۾ پير نه رکڻ تي ڏيڻ واري شرمندگي منهنجي لاءِ هميشهه تڪليف واري ڳالهه رهندي مون کي خدا ايمان علي جي دل جي تخت تي ويهاريو تنهنجن پيرن جي ڌوڙ بڻائي لَتڙايو ڪونه.

مون ڇهه سال اڳ توکي ڇڏي ڪابه غلطي ڪونه ڪئي، اڄ پهريون دفعو مان خدا جو شڪر ادا ڪري رهي آهيان ته ڇهه سال اڳ مان توسان گڏ ڪونه ويس.

جهانزيب، مان خوش آهيان ته مان تو جهڙي غلاظت کان بچي ويس، مون وٽ اهو آهي جيڪو ڪنهن ٻئي وٽ ڪونهي ..... مون وٽ ايمان جي محبت آهي."

ان جي اکين تان ڌنڌ هٽڻ لڳو هيو.

"جيڪڏهن وقت هڪڙو ڀيرو وري پوئتي موٽي وڃي ته هن ڀيري ايمان ۽ محبت مان چوندِ ڪندي مان ايمان جهڙي بي رحمي سان فيصلو ڪنديس. ايتري ئي استقامت..... ايتري ئي ثابت قدمي ۽ ايتري ئي جلدي ۽ جهانزيب! مان چاهيان ٿي ته زندگيءَ ۾ هڪڙو دفعو تون ٻيهر منهنجي سامهون اچ. تڏهن مان توکي ٺُڪ هٽنديس ۽ چونديس ته منهنجي لاءِ منهنجو الله ڪافي آهي. اهو جيڪو بدترين شين جي بدلي ۾ اسان کي بهترين شيون عطا ڪندو آهي ..... ۽ تڏهن ..... تڏهن تون سوچجان.

ڇا مذهب ڪڏهن مدي خارج (آئوٽ ڊيٽيڊ) ٿي سگهي ٿو؟

ڇا ڪائي شي ايمان جي جاءِ والاري سگهي ٿي؟

ڇا ڪير پنهنجين خواهشن کي شريعت تي ترجيح ڏئي سگهي ٿو، ڇا زندگي صرف نفس جي اطاعت جي سهاري گذاري سگهجي ٿي؟

ڇا ڪير ڪڏهن اونداهي کي روشني ۽ روشني کي اونداهي چئي سگهي ٿو؟

۽ وري جيڪڏهن هر سوال جو جواب نفي ۾ اچي ته تون پاتال ۾ ڪريل پنهنجي وجود کي اتي ئي دفن ڪري ڇڏجان ته جيئن اهو ٻيهر ڪنهن جي سامهون ترغيب بڻجي نه اچي، نه ڪنهن کي پاتال ۾ ڌڪڻ جي ڪوشش ڪري“

اها آهستي آهستي اٿي ويٺي. پنهنجن ٻنهي هٿن سان ان پنهنجن ڳلن ۽ اکين کي مهٽيو. اسٽڊي جو دروازو کولي اها ٻاهر آئي. پوري گهر ۾ اونداهي هئي. اسٽڊي کان سواءِ صرف هڪڙي جاءِ تي روشني هئي ۽ اها جاءِ بورچيخانو هئي. اها سمجهي وئي ته اهو ڪٿي موجود آهي. بورچيخاني ڏانهن وڃڻ جي بجاءِ اها بيڊروم ۾ هلي وئي. ان الماڙي مان تڪڙي علاج (فرسٽ ايڊ) جو سامان ڪڍيو ۽ آهستڙي هلندي اها بورچيخاني ڏانهن هلي آئي. اها دروازي تي بيهي وئي.

ڊائننگ ٽيبل مٿان لڙڪندڙ بلب جي روشني ۾ ڊائننگ ٽيبل جي هڪڙي ڪرسي تي ويٺل ايمان علي کان علاوه هرشي ڌنڌلي نظر اچي رهي هئي. ان جو وجود ان روشني ۾ بي حس و حرڪت لڳي رهيو هيو ۽ ان جي چهري تي پوندڙ روشني چهري تي موجود هر تاثر کي واضح ڪري رهي هئي.

ٿڪاوٽ ..... مايوسي ..... بيچيني ..... پريشاني ..... ۽ ..... اميد ..... اتي ڇا هيو؟ اتي ڇا ڪونه هيو؟

ان ”ايمان“ کي مجسم حالت ۾ ڏٺو هيو. ان کي رشڪ ٿيو هيو. اهو خوش قسمت هيو. ان کي حسد ٿيو اهو ”چونڊيل“ ماڻهن مان هيو؟ ان کي فخر ٿيو اهو خوش قسمت، چونڊيل شخص ان جي مقدر ۾ هيو.

اها بي اختيار اڳتي هلي آئي. اهو اکيون بند ڪيون ڪرسي جي پٺي سان ٽيڪ ڏيون ويٺو هيو. ايمان علي کي پنهنجي چهري تي هٿ جو ڇهاءُ محسوس ٿيو ڪجهه گهڙين لاءِ ان جو جسم سيٽجي ويو. پوءِ ان جي بدن ۾ جڻ سڪون ۽ خمار جي هڪڙي لهر ڊوڙي وئي. ان اکيون ڪونه کوليون. اها گهڻي نرمي ۽ آرام سان ان جو زخم صاف ڪري رهي

هئي. ان جي لونڊڙيءَ کان هيٺ وهندڙ رت کي ڪپهه سان ڳچيءَ تائين صاف ڪري رهي هئي. هاڻي اها زخم تي موجود وار ڪتري رهي هئي.

ايمان علي هڪدم ڄڻ گهٽو پرسڪون ٿي ويو هيو. مٿي ۾ تيڻ واري تڪليف ختم ٿي وئي هئي. ان جي هٿن جي ڇهاءُ ۾ جادو هيو. اها ان جي ملم پٽي ڪري چڪي هئي. مگر هاڻي بہ اهڙي طرح ان جي مٿي تي هٿ رکيون پرسان بيٺي هئي.

ڪجهہ گهڙيون بيون گذريون پوءِ ان پنهنجي ڳل تي پاڻيءَ جا ڪجهہ ڦڙا ڪرندي محسوس ڪيا. ان اکيون ڪونہ کوليون. ان کي خبر هئي اهو پاڻي ڪونهي. لڙڪ هيا ..... پنهنجا لڙڪ ڪنهن ٻئي جي ڳل تي وهڻ لڳن تہ ڇا ٿيندو آهي. اهو سوچي رهيو هيو.

"ڇا اها وري.....؟ مگر ڇو؟ ۽ هاڻي مون کي ڇا ڪرڻ گهرجي؟" پوءِ ان کي ياد آيو تہ ڊاڪٽر خورشيد ڇيو هيو.

"اسان جو هر عمل الله خاطر هجڻ گهرجي. اسان جي دوستي، اسان جي دشمني ..... اسان جي محبت ..... اسان جي نفرت ..... پنهنجي لاءِ ڪجهہ بہ نہ هجڻ گهرجي."

"۽ مان جيڪڏهن خدا ڪارڻ ان جون سڀئي غلطيون معاف ڪري ڇڏيان، ان کي هڪڙو ڀيرو وري يقين ۽ ايمان جي زمين تي پير ڄمائڻ جو موقعو ڏيان تہ .....؟ جيڪڏهن الله پاڪ زندگيءَ ۾ ان کي ان جي هڪڙي عمل جي ڪري ايترين شين سان نوازيو آهي تہ ڇا مان هڪڙو ڀيرو وري ان کي پنهنجي محبت طور....." ان سوچيو هيو.

ان پنهنجي دل کي ڦوليو ان کي حيرت ڪونہ ٿي، ان جي دل ۾ هاڻي بہ اها عورت هئي ۽ اتي ئي هئي جتي پهرين ڏينهن بيٺي هئي. اهو مرڪيو.

"ها. اها معافي اسان ٻنهي جي آزمائش ختم ڪري سگهي ٿي. ڪجهہ گهڙين جي قرباني ۽ اعليٰ ظرفي گهڻن ئي رشتن کي مضبوط ڪري سگهن ٿا ۽ وري هاڻي ..... هاڻي جڏهن اسان زندگيءَ ۾ هڪڙي نئين رشتي سان آشنا ٿيڻ وارا آهيون تہ اهو ضروري آهي تہ مان ان تي مهرباني ڪريان. هڪڙي پارسا عورت ايتري حقدار هوندي آهي تہ ان جي ننڍين غلطين کي معاف ڪيو وڃي."

"ڇا اُميد جي اکين ۾ لڙڪ اچي سگهن ٿا؟" اهڙي طرح اکيون بند ڪيون ان جهيڻي آواز ۾ پڇيو.

”ايمان جي لاءِ اچي سگهن ٿا.“ ان بہ اهڙي طرح سرگوشي ۾ چيو.
”۽ ’محبت‘ جي لاءِ؟“ اُمِيد ان کي چوندي ٻڌو.
”هائي نہ .....“ اهو چا پڇي رهيو هيو، ان کي خبر هئي. اهو ماٺ رهيو. ان جي چهري تي نظر ڄمايون اها هر مُهانڊي (نقش) کي غور سان ڏسي رهي هئي. ڊائننگ ٽيبل جي سامهون کليل دري مان هوا جو هڪڙو تيز جهونڪو اندر آيو. ڊائننگ ٽيبل جي مٿان لٽڪڻ وارو آرائشي بلب فضا ۾ لڏڻ لڳو.

اها ان جي چهري تي چمڪندڙ تيز ۽ هلڪي ٿيندڙ روشني کي ڏسڻ لڳي. بلب آهستي آهستي لڏي رهيو هيو. خاموشي ۽ روشني عجيب رقص ۾ مگن هيون. اها ان جي وارن تان آهستي آهستي هٿ سوري ان جي نراڙ تي ڪٺي آئي پوءِ هٿ جي تري سان ان ايمان علي جون اکيون ڍڪيون. ايمان علي جي چپن تي مرڪ تري آئي ائين ڄڻ اهو ان جي هٿ جي حرڪت سان خوش ٿيو هجي. اها ان جي اکين تي هٿ رکيون ان جو چهرو ڏسندي رهي ائين ڄڻ ان جي اکين کي روشني جي لڏندڙ پاڇن کان بچائڻ گهرندي هجي. ڄڻ سڪون ڏيڻ گهرندي هجي. اهو ڏکيا ساهہ کڻندي بيحد پرسڪون لڳي رهيو هيو.

تيز هوا جا ڪجھ جهونڪا اندر آيا. ان هوا ۾ مٽي محسوس ڪئي هئي. انڌاري اچي رهي هئي. ان دفعي ان کي هر دري، هر دروازو بند ڪرڻو هيو. ان پيري ان ڪنهن بہ شي کي آلوده ٿيڻ لاءِ ڇڏڻ نٿي گهريو. پنهنجي چوڌاري موجود هر شي ان کي هڪدم ڄڻ گهڻي قيمتي لڳڻ لڳي هئي. اها هٿ هٽائي تڪڙو تڪڙو دريءَ ڏانهن وئي. ايمان علي اکيون کولي ان کي ڏٺو. اها دري بند ڪري رهي هئي. هوا ۾ هڪدم شدت ۽ تيزي اچي وئي. ان کي ڏکيائي ٿي رهي هئي، ايمان علي بي اختيار اٿي ان ڏانهن ويو. دريءَ جو طاق ڇڪي هڪڙي جهٽڪي سان ان دري بند ڪري ڇڏي، ٻاهر اڱڻ ۾ اٿڻ وارو هڪڙو هوا جو جهونڪو پاڻ سان گڏ ڪنيل پتن ۽ مٽي سان دريءَ جي شيشن سان ٽڪرايو. مٽي اندر اچي ڪونہ سگهي. دريءَ جي شيشن سان مٽي ۽ پتا ٽڪرائجي هيٺ ڪري رهيا هيا.

اُميد پنل اکين سان مرڪندي خيالن ۾ گم دريءَ سان ٽڪرائيندڙ پتن ۽ مٽي کي ڏسي رهي هئي. اها هڪدم پاڻ کي گهڻو محفوظ محسوس ڪرڻ لڳي هئي.

"ٻاهران اندر اچڻ واري گندگي اندر اچي نہ سگهي ..... هن پيري ڪا آلودگي اندر اچي ئي نٿي سگهي. هن دفعي "ايمان" ۽ "اميد" گڏ بيٺا آهن." ان مرڪندي سوچيو. ايمان علي جلدي جلدي بورچيخاني جون بيون دريون بند ڪري رهيو هيو. ان ڪنڌ ورائي ان کي ڏٺو ۽ اتي ئي بيٺي رهي.

"مون کي اها موسم پسند ڪونهي، ايتري مٽي، هر وقت طوفان ..... هاڻي وري صبح جو سڄو گهر صاف ڪرڻو پوندو."

"صابر سڄو ڏينهن ضايع ڪندو..... منهنجي سمجهہ ۾ نٿو اچي تہ اهي دريون ڪيئن کليل رهجي وڃن. خبر ڪونهي کهڙي کهڙي ڪمري جون کليل هونديون ۽ خبر ڪونهي ڪيتان ڪتان مٽي اندر اچي رهي هوندي" اهو هاڻي ڳالهائيندو بورچيخاني مان نڪري رهيو هيو. اها مرڪي رهي هئي. ان جي پٺيان بورچيخاني مان نڪرندي ان سوچيو.

"ايمان جي شيشي تي ڪيتري ئي ڌوڙ ۽ مٽي ڇونہ هجي. ان کي صاف ڪري سگهجي ٿو. بس صرف هڪڙو هٿ گهمائڻو پوندو آهي ۽ شيشي مان عڪس نظر اچڻ شروع ٿي ويندو آهي ۽ پوءِ هر هٿ سان عڪس پهريان کان زيادهہ صاف ۽ چمڪدار ٿيندو ويندو آهي..... ۽ اهو هٿ ان محبت جو هوندو آهي جيڪا ايمان سان هوندي آهي.



## سنڌيڪار جا اڳ ڇپيل ڪتاب

==========

1. ستارن ۾ لڪيل، سوڪي جي ڪھاڻي.
(رٽن ان ڏا اسٽارس، ڏا اسٽوري آف سوڪي.)

.............

2. ڪربلا جي بهادر عورت
(حضرت زينب سلام الله تعاليٰ عليها)

...............

3. سيرت حضرت علي المرتضيٰ عليہ السلام

...............

4. حضرت محمّد صلي الله عليہ وآلہ وسلم
جو آفاقي پيغام

............

5. رڻ سڄوئي رت ڦڙا
(ميدانِ ڪربلا)

...........

6. هاشمين جو چنڊ
(غازي علمدار عباس عليہ السلام)

...............

7. اسلام جي تاريخ
(دي اسپرٽ آف اسلام)

............

8. پير ڪامل
صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم

.............

9. خدا جي تاريخ
(آ هسٽري آف گاڊ)

............

# سنڌيڪار جا ايندڙ ڪتاب

==============

## محسنِ انسانيت

صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم

(اردو تان ترجمو)

.........

## فاطمه، فاطمه آهي.

(اصل فارسي. اردو تان ترجمو)

............

## انساني ضمير جو آواز

(اصل عربي. انگريزي تان ترجمو)

# سنڌيڪار جو مختصر تعارف

نالو: منور علي ٻٽ ولد جان محمد ٻٽ



ادبي نالو: منور ٻٽ

ڄم: 01.07.1955

تعليم: مئٽرڪ، انٽر ۽ بي اي .

ڌنڌو: اپريل 1983ع ۾ سنڌسيڪريٽريٽ، ڪراچي ۾ اسسٽنٽ ڀرتي ٿيو. ترقي ماڻيندو سيڪشن آفيسر جي عهدي تي پهتل .

ادبي دنيا ۾ اچڻ: انگريزي ناول «رِٽن ان دَاسٽارس. دَاسٽوري آف سوڪي.» (Written in the Stars. The Story of Suki) جو «ستارن ۾ لکيل. سوڪي جي ڪهاڻي.» نالي ڪتاب سان سنڌي ترجمو ڪري ادبي دنيا ۾ پير رکيائين .

پنهنجي اوستاد مرحوم محمد صالح خاصخيلي جي همت افزائي ۽ مامي ڊاڪٽر الهرکيو ٻٽ صاحب جي رهنمائي ۾ انگريزي ۽ اردو ڪتابن جو ترجمو ڪرڻ جاري رکيائين .

هن ڪتاب کان اڳ آخري ڪتاب «پير ڪامل صلي الله تعالي عليه وآله وسلم» ۽ «خدا جي تاريخ» نالي ڪتاب ڇپجي پڌرا ٿي چڪا آهن. جڏهن ته جارج جرداق جي عربي ڪتاب «الصوت العدالته الانسانيه» جي انگريزي ترجمي «دَ وائس آف هيومن جسٽس» تان سنڌي ترجمو «انساني ضمير جو آواز» آخري مرحلي ۾ آهي ۽ اميد ته جلد ڇپجي پڙهندڙن جي هٿن تائين پهچي ويندو.

الله تعالي جي حضور دعا آهي ته سنڌيڪار جي محنت کي قبول فرمائي ۽ اهڙا اصلاحي ڪتاب ترجمو ڪري سنڌي سڄڻ جي هٿن تائين پهچائڻ جي سعادت نصيب ڪري ۽ اجر عطا فرمائي. آمين.

شمس الدين ٻٽ
رٽائرڊ هيڊماسٽر،
گورنمنٽ هاءِ اسڪول ون، ميهڙ.

RS 280/-